# پہ اکر

## ورجيس

انجنيئر عبدالوهاب سهتي پنهنجي گوناگون مصروفيتن هوندي بہ سنڌيءَ ۾ پهاڪن، چوڻين ۽ ورجيسن تي جيڪو ڪم ڪيو آهي، اهو هاڻي ڪنهن ڪان بہ ڳجهو ناهي ۽ موجوده وقت ۾ اسان وٽ اهو هڪڙو نالو آهي جيڪو ان موضوع تي گهڻ- پاسائون ڪم ڪري رهيو آهي.

سنڌي ساهت گهر، اهڙن محنتي ۽ جاکوڙي ماڻهن جو هميشہ قدردان پئي رهيو آهي. وهاب سهتي جو هيءُ ٻيو ڪتاب آهي جيڪو اداري طرفان شايع ٿي رهيو آهي. هن کان اڳ ان موضوع تي سندس پهريون ڪتاب ننڍڙي روپ وارا، چوڻيون ۽ پهاڪا 2002ع سال ۾ شايع ٿيو تہ انتهائي مقبوليت ماڻيائين ۽ وهاب کي ادب جي ڪيتر ۾ قدر جي نگاهہ سان ڏٺو وڃڻ لڳو.

هاڻي سندس ٻيو ڪتاب ورجيسون: پسمنظر ۽ ڪارج سال جي وقفي کانپوءِ شايع ٿي رهيو آهي. جنهن جو ڪم تہ اسان اڳ شروع ڪيو هو پر ڪتاب اچڻ ۾ ڪافي ليٽ ٿي وئي آهي ۽ اهو سڄو عرصو اسان پنهنجي لائق پڙهندڙن جي لاڳيتي پڇا هيٺ رهياسين تہ وهاب جو ٻيو ڪتاب ڪڏهن ٿو اچي ۽ هاڻي اسان اهو ڪتاب مارڪيٽ ۾ آڻي رهيا آهيون.

سنڌي ساهت گهر طرفان نڪرندڙ ڪينجهر جي معيار جو اهو ماپو ئي ڪافي آهي تہ ان ۾ شايع ٿيندڙ مضمونن جا ڪيترائي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، جن ۾ ڊاڪٽر محبت ٻرڙي جا ڪتاب، جيڪي سندس نالي سان قائم ڪيل اڪيڊميءَ طرفان شايع ٿيا آهن، پڻ شامل آهن. ساڳيءَ طرح وهاب جا سنڌي ساهت گهر طرفان آندل ٻئي ڪتاب مضمونن جي صورت ۾ هن کان اڳ ڪينجهر ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

وهاب سهتو اسان وٽ پهريون ماڻهو آهي جنهن اسان وٽ پهاڪي، ورجيس ۽ چوڻيءَ بابت ڇنڊڇاڻ ظاهر ڪئي ۽ سمورن کي الڳ الڳ پنهنجي روپ ۾ ظاهر ڪيو آهي ۽ پڙهندڙن تي پهاڪي، چوڻيءَ ۽ ورجيس جي فرق کي واضح ڪيو آهي. جڏهن تہ هن کان اڳ نہ رڳو اسان جو پڙهندڙ اڻ واقف هو پر ڪيترن ليکڪن کي بہ پتو نہ هو.

مون کي اميد آهي تہ وهاب پنهنجي هن ڏکئي ۽ ڪٺن ڪم کي جاري رکندو ايندو ۽ ادارو ان جي قدرداني ڪندي، سندس ڪتاب بهتر نموني ڇاپيندو رهندو.

ناز سنائي
حيدر آباد سنڌ
22 نومبر 2003ع

# فهرست

# انتساب

مان هيءَ ننڍڙي ڪاوش، مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽي ڄامشورو ۾ پروفيسر طور ڪم ڪندڙ محترم پروفيسر ڊاڪٽر عبدالرزاق گهانگهرو صاحب ڏانهن منسوب ڪيان ٿو.

انجنيئر عبدالوهاب سهتو

# سادا اکر

دنيا جي مڙني قومن ۾، چاهي کهڙو به مذهب رکندڙ هجن، پنهنجي جداري ثقافت ۽ تهذيب، تمدن ۽ بوليءَ هوندي به جيڪا ڳالهه گهڻي ڀاڱي مشترڪ آهي سي آهن پهاڪا، محاورا يا اصطلاح ۽ ورجيسون. فرق رڳو بوليءَ جو ٿئي ٿو. مثال طور انگريزيءَ ۾ سوئيٽي (Sweetie) فارسي، اردو ۽ پشتو ۾ شيرين ۽ سنڌيءَ ۾ مٺڙ. ائين پهاڪا، محاورا يا اصطلاح ۽ ورجيسون معنيٰ ۽ مفهوم جي لحاظ کان سيني قومن جي ٻولين ۾ (سواءِ سنسڪرت) ساڳيءَ طرح استعمال ٿين ٿا يا ڪيا وڃن ٿا، سواءِ ڪنهن هڪ اڌ محاوري يا پهاڪي ۽ ورجيس جي. جيئن پشتو ڳالهائيندڙ هڪ پروفيسر شميم اختر يوسف زئي (ڪراچي) مون کي پشتو ٻوليءَ جو پهاڪو ٻڌايو ته :

پنهنجي ڪُڪڙ جو منهن ڪارو نه ٿئي جو پراون گهرن ۾ آنا لاهي ته پاڙي وارن سان جيڪر چو وڙهئون؟

هونءَ ته ڪوڙ مثال ڏئي سگهجن ٿا ته محاورن، پهاڪن ۽ ورجيسن جي مختلف ٻولين ۾ ڪيڏي هڪجهڙائي آهي پر هتي رڳو هڪ به مثال ڏجن ٿا:

مثال سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته: هنڌ اهو سڙي، جتي باهه ٻري.

۽ انگريزيءَ It is wearer, who knows where the shoe pinches.

يا سنڌي ۾: ميهار نڪتو مينهن مان، وڃن ڪهڙي پارت؟

اردوءَ ۾: چوڙي گائون سي ڪيا ناتا رشتا؟

۽ پنجابي ٻوليءَ ۾ : جهڙا چڊ ديان گران، اوندا لينا ڪهڙا نان؟

ڪنهن به ٻوليءَ ۽ زبان ۾ محاورن ۽ ورجيس جي اهڙي اهميت آهي جهڙي ادب ۾ تشبيهن ۽ استعارن جي. سنڌين سان ته ان معاملي ۾ الله پاڪ وڏا وڙ ۽ ڀال ڪيا آهن جو اسان جي زبان ۾ گهڻي تعداد ۾ محاورا ۽ ورجيسون، پهاڪا يا چوڻيون موجود آهن. جڏهن ته سنسڪرت جهڙي پراڻي ۽ قديم زبان ۾ محاورا يا چوڻيون نٿا ملن. وڏي ڳالهه ته محاوري جي لاءِ سنسڪرت ۾ ڪو به لفظ نه ٿو ملي. سنڌي زبان جي مقابلي ۾ ته هندي زبان به پهاڪن ۽ ورجيسن جي معاملي ۾ سڄي ۽ مفلس آهي. خود اها ڳالهه هنديءَ جا عالم به مڃين ٿا ته هنديءَ جا سيئي محاورا ۽ ورجيسون، اردو زبان مان ورتل آهن يعني اُڌاريون ۽ ڌاريون آهن.

عام گفتگوءَ ۾ جڏهن پهاڪا ۽ ورجيسون استعمال ڪجن ٿا ته ان سان اسان جي گفتگوءَ ۾ وزن ۽ چستي پيدا ٿئي ٿي ۽ جملا خوبصورت ٿي پون ٿا. سڀ کان اهم ڳالهه ته وڏي مفهوم واري ڳالهه ٻن يا ٽن لفظن واري هڪ جملي ۾ سمائجي سوڙهي ۽ مختصر ٿي وڃي ٿي. محاورن، پهاڪن ۽ ورجيسن جي خاص خوبي اها آهي ته اهي ڏاڍي سولائيءَ سان هميشه لاءِ ياد ۽ دل تي / ذهن تي نقش ٿي وڃن ٿا. محاورا ۽ پهاڪا، اصطلاح ۽ ورجيسون پنهنجو پاڻ وجود ۾ اچي وڃن ٿا. انهن جي نهڻ ۾ / ناهڻ ۾، ڪا به قوت يا ارادو شامل ناهي پر تجربو ۽ مشاهدو ضرور شامل هوندو آهي.

هڪ دفعي سيد عبدالحي شاه راشديءَ (فرزند ذوالفقار راشدي) وٽ، محترم قمرالدين قادري، قدرت الله طارق سومرو ۽ هي خاڪسار، ويٺا هئاسون ته قمرالدين قادريءَ سوال ڪيو ته: ”توجهه طلب ڳالهه آهي ته سائنسي ايجادن جي حيرت انگريز ترقيءَ جي باوجود به ڪهڙا سبب آهن جو نوان پهاڪا، نوان اصطلاح ۽ ورجيسون نه جڙي / نهي سگهيا آهن! چو؟“

واقعي نوان پهاڪا، نوان اصطلاح ۽ ورجيسون ڪونه نهيون آهن پر ايترو ضرور ٿيو آهي جو پاڪستان نهڻ کان پوءِ اردو زبان جا ڪوڙ محاورا ۽ ورجيسون، سنڌي ٻوليءَ قبول ڪري ورتا آهن. مثال طور اردوءَ ۾محاورو آهي ته:

❖ تم ڪس کيت کي مولي هو؟

- تون ڪهڙي باغ جي مُوري آهين؟ ( سنڌيءَ ۾)
- دو چائي مارو (هي ممبئي جي هوٽلن جي بيرن جي بولي هئي/ آهي)
- مالِ مفت، دل بي رحم
- نيڪي اور پوچ پوچ

پاءُ صدي اڳ جي ڳالهه آهي، ضلعي خيرپور (ميرس) جي تعلقي گمبٽ جي اتر ۾ ڳوٺ علي بخش سروهي (مرحوم نسيم کرل جي ڳوٺ سائدي ۽ رپڙيءَ پرسان) وڏيري جي اوطاق ۾وينو هيس. سياري جي مند هئي ۽ رات جا 9 پئي ٿيا. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ امن ۽ شانتي هئي. سنڌ ۾ امن ۽ امان واري پکيءَ کي ڪنو نہ ويو هيو. نہ ئي سنڌ جي روايتي اوطاقي ثقافت، (ڪلچر ان ڪري نہ لکندس جو لفظ ڪلچر انگريزيءَ جي لفظ Cult مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي غلط روايتن کي قائم دائم رکڻ. ان ڪري لفظ ڪلچر ڪنهن بہ طرح لفظ ثقافت جي هم معنيٰ ۽ هم مزاج ناهي. ثقافت ۽ تهذيب ڪلچر کان ڌار معنيٰ وارا جدارا لفظ آهن جن جو انسان جي عقيدي، روزمره واري زندگي ۽ جاگرافيءَ سان سڌو سنئون تعلق آهي) کي سنڌي ڌاڙيلن برباد، تباهه ۽ تاراج ڪونہ ڪيو هيو. اوطاق جي لانڊ ۾، وچ تي باهه جو مچ پئي ٻريو. مچ مان ڀڙڪو ڏئي اٿندڙ شعلا ۽ ألا، وينلن جي چهرن تي سونهري روشني ڦهلائي اهڙو تہ وڻندڙ منظر پيش ڪري رهيا هيا جيڪو ٿري ۽ فور اسٽار جهڙن وڏن هوٽلن ۾ بہ ناپيد آهي. ڳوٺ جا ماٺهو پڙهيل ۽ اڻ پڙهيا، کي ڪرسين ۽ موڙن تي ۽ ڪجهہ مچ جي چوڌاري، هيٺ اجرڪن جي کانپ ڪڍيون وينا هيا. عبدالحميد سروهي جي ڪئسٽ پليئر تي محمد معروف ديوانہ جي آنڌل ماسٽر چندر جي ڪئسٽ هلي رهي هئي. وينلن مان هڪ پير مرد خدا بخش سروهيءَ خاص طور تي گورنمينٽ هاءِ اسڪول رپڙيءَ جي هيڊ ماسٽر محترم الاهي بخش سومرو، مولوي نورمحمد ۽ اسان سان مخاطب ٿيندي چيو: "توهان سڀ پڙهيل وينا آهيو! اسان تہ اڻ پڙهيا جاهل آهيون. ڇا سبب آهي جو پراڻا ڪلام يا پراڻي شاعري ۽ پراڻا ڳائڻا، انهن جا آلاپ ۽ آواز دل کي وڻن ۽ ڇُهن ٿا جو اڄ ڏينهن تائين، هيترن سالن گذرڻ جي باوجود بہ ماسٽر چندر، خانصاحب الله ڏنو خان نوناري ۽ جيوڻي بائيءَ جي آواز پنهنجو مزو ڪونہ وڃايو آهي پر نوان ڪلام ۽ نئين شاعري بيزار ڪري وجهن ٿا. ڇئبو هر پراڻي شيءِ سُني آهي." انهيءَ تي محمد نواز سروهيءَ چيو: "ائين بہ هرويرو ڪونهي. انسان پراڻو (پوڙهو) ٿي وڻندڙ نٿو ٿئي." جنهن تي ڪاڪي خُدا بخش چيو: "پوڙهي وٽ تجربو آهي، جيڪو توهان نوجوانن وٽ ڪونهي."
بحث هلندي وڏيرو علي بخش سروهي، پنهنجي گهران اوطاق ۾ آيو تہ ويهڻ سان ئي ديواني کان پڇيائين تہ: "ديوانا! فلاڻن کي ٻانهن ملي؟"
فوري طور ذهن ۾ انهن پراڻن مگر سادن لفظن جي اهميت واضح ٿي وئي تہ روزمره جي بوليءَ ۾ استعمال ٿيندڙ پهاڪن، چوڻين ، محاورن يا اصطلاحن ۽ ورجيسن ۾ ڇا تہ معنيٰ ۽ مفهوم سمايل ٿئي ٿو. رڳو ٻانهن لفظ چوڻ سان هڪ عورت جو نهن کان چوٽيءَ تائين سمورو وجود، سڄو سراپو، ذهن جي پردي تي نمايان ۽ نروار ٿي بيٺو.
اجا بہ ياد اٿم، ورهاڱي کان پوءِ سنڌ ۾ اسرندڙ هڪ بهترين غزل گو شاعر، اڻ ڌرئي ۽ بي ڊپي، نقاد، اديب ۽ صحافي ذوالفقار راشديءَ سان سندس بنگلي ۾ ڪچهري پئي ڪيم جو اوچتو سندس راڄ جا ماڻهو ڪنهن تنازعي جي سلسلي ۾ اندر لنگهي آيا. انهن آيلن منجهان هڪ ڄڻي ذوالفقار راشدي صاحب سان ڏاڍي هجائتي نموني ۾ گفتگو شروع ڪري، ڏوهاريءَ جي حق ۾ ڄڻ تہ وڪالت پئي ڪئي تہ ذوالفقار راشديءَ چيس: "سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ، هجائتي ڪُتي هجري ۾ هنگي! پر مان ان ۾ ڪجهہ وڌاءُ ڪندي چوان ٿو تہ هجائتي ڪُتي هجري ۾ هنگي، اجا وڌي اچي تہ پوءِ ڪيسي ۾ هنگي!"
ذوالفقار راشديءَ جي واتان ادا ڪيل ٻن لفظن واري وڌاءَ، اڳلي جو وات بند ڪري ڇڏيو. هونءَ بہ ضرب المثل

جي معنيٰ اها آهي تہ مثالي ڏک هڻڻ. ڪنهن بہ ڪنهن ٻئي پيري بہ ائين سندس (ذوالفقار راشدي) بنگلي ۾ ڪچهري پئي ڪئيسون تہ ڳالهين ڳالهين ۾ چيائين: "سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ: انين آني جو اُٺ، بارنهن آنا گهلاٽي! پر مان چوان ٿو تہ: انين آني جو اُٺ، بارنهن آنا گهِلاٽي، جي ڪري پئي ڪوهہ ۾ تہ ڏيڍ روپيو ڪڍاٽي!"

ڊسمبر 1970 ع ۾ پاڪستان ۾ عام چونڊون ٿيون تہ بہ وڏيون پارٽيون اڪثريت سان چونڊجي آيون. سابق اوڀر پاڪستان (موجوده بنگلاديش ) مان شيخ مجيب الرحمان جي عوامي ليگ ۽ سابق اولهہ پاڪستان (موجوده پاڪستان) مان ذوالفقارعلي ڀٽي جي پيپلز پارٽي. قومي اسيمبليءَ جو اجلاس گهرائڻ لاءِ جڏهن رسہ ڪشي وڌي وئي تہ ان وقت پاڪستان جي صدر آغا محمد يحيٰ خان، هنن ٻنهي ليڊرن ڪي ڳالهائڻ لاءِ ڍاڪا جي گورنر هائوس ۾ گهرايو.

ڍاڪا جي گورنر هائوس جي ڪمري ۾ جڏهن هي ٻئي ليڊر نويڪلا ٿي ويٺا تہ شيخ مجيب الرحمان، ڪمري جو جائزو وٺي هيڏانهن هوڏانهن ڏسندي چيو تہ: "ڀٽا صاحب! هي بند ڪمرو اسان جي ڳالهين لاءِ ناموزون آهي. چو تہ اسان بنگالين وٽ محاورو آهي تہ: ڪنڌين ڪي بہ ڪن آهن. هل تہ ٻاهر باغيچي ۾ ڪنهن وڻ هيٺان ويهي ٿا ڳالهايون.

اُستاد بخاريءَ جي شعر وانگر:

هتي ڳَن اٿئي ڀتين کي ۽ جاسوس ٿي هوا،
هل تہ چنڊ تي هلي ڪي ڳالهيون ڳجهيون ڪيون.

تنهن تي جناب ذوالفقار علي ڀٽي ڪلي ڪيس چيو تہ ساڳيو محاورو اسان سنڌين وٽ سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ موجود آهي.

پهاڪا، محاوار، يا اصطلاح ۽ ورجيسون، هر ٻوليءَ جا فڪري، تهذيبي ۽ لساني سطح تي مددگار هوندا آهن ۽ اهي هڪ انمول خزاني جي حيثيت رکن ٿا. جيڪڏهن انهن کي علم جو خزانو چيو وڃي تہ بيجا نہ ٿيندو. هي اهو خزانو آهي جيڪو خرچ (استعمال) ڪرڻ سان کُٽي نہ ٿو، ويتر وڌندو رهي ٿو. ورجيسون هجن يا پهاڪا، اصطلاح هجن يا چوڻيون، سي هر دور ۾ سدا بهار ۽ جوان آهن. ٻُڍاپا ۽ خزائون، هنن جي پرسان بہ لنگهي ڪونہ گذريا آهن. هن ڌرتيءَ تي جيستائين سنڌي ٻولي ڳالهائي، لکي، پڙهي ۽ سمجهي ويندي، تيستائين هي سدا ساوا رهندا. ائين جيئن دعا سدائين سائي رهي ٿي يا ملڪ پکراج جي گنڀير آواز ۾ ڳايل غزل جي ٽلهہ وانگر:

**اِيي تو مين، جوان هون،**
**خزان نهين، بهار هون.**

ورجيسون، پهاڪا، اصطلاح يا محاورا پنهنجي جاءِ تي معنيٰ ۽ مفهوم جي لحاظ کان انسائيڪلوپيڊيا جو ڪم ڏين ٿا. ڇاڪاڻ تہ انهن جي پسمنظر ۾ مڪمل وضاحت ۽ تشريح هوندي آهي ۽ لساني تحقيق ۾ انهن جي اهميت کي ڪنهن بہ طرح نظرانداز نٿو ڪري سگهجي چو تہ انهن جي، پنهنجي تجربي جي بنياد تي ڳوليل، چيل لفظن ۽ جملن جي اهميت طئہ ٿيل آهي.

ورجيسين، پهاڪن، چوڻين، اصطلاحن يا محاورن تي سنڌيءَ ۾ اٽي ۾ لوڻ برابر بہ ڪم نہ ٿيو آهي. آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ڪتاب شايع ٿيا تہ چا ٿيو؟ جڏهن تہ اردو زبان ۾ محاورن تي مشتمل باقاعده هڪ لغت موجود آهي. جيڪا مرزا محمد اسماعيل 1702ع ۾ مرتب ڪئي. مرزا محمد اسماعيل، فارسي، عربي ۽ سنسڪرت جو وڏو عالم هيو. هن جو لقب مرزا جان طپش هو. هن جي ترتيب ڏنل لغت جو ٻيو ڇاپو سنہ 1849ع ۾، مُرشد آباد بنگال مان شايع ٿيو هو. اردوءَ ۾ هڪ ٻي لغت، لغت جهاز راني جي نالي سان موجود آهي. هيءَ لغت 1811ع ۾ ڪلڪتي بنگال مان ۽ ٻيهر 1813ع ۾، لنڊن مان شايع ٿي، جنهن ۾ سمنڊ، بحر، دريائن ۽ جهاز رانيءَ سان تعلق رکندڙ محاورا موجود آهن.

محترم عبدالوهاب سهتي جون هي ورجيسون مون کي تڏهن پڙهڻ لاءِ مليون آهن، جڏهن سنڌي ٻوليءَ جي درسي ڪتابن مان سبق آموز مواد (سَبَق) جنهن ۾ پهاڪا، محاورا يا اصطلاح ۽ ورجيسون شامل هوندا هيا سي جدت جي آڙ وٺي هڪ ڏک سان ڪڍي ڦٽا ڪيا ويا. ڇيءُ اهي پراڻا ۽ دقيانوسي سبق ڏاڏي آدم جي زماني کان پڙهيا پيا وڃن.

جدت جي نالي ۾ جيڪو مواد سنڌ جي درسي ڪتابن ۾ پڙهايو پيو وڃي، ان مان نئين ٽهيءَ ڪهڙو لاڀ حاصل ڪيو آهي؟ بي معنيٰ، بي مقصد اظهار واري عمل جي فريب سان انساني حيات جي لاثاني قدرن کي ڪهڙي تقويت ملندي؟ ويتر انساني قدرن جي نفي ڪئي وئي، حالانڪ انگريزيءَ ۾ چوٽي آهي تہ Old is Gold پراڻن درسي ڪتابن ۾:

- تکڙ ڪم شيطان جو.
- پڙهيو آهي پر ڪڙهيو ناهي.
- بک بڇڙو ٿول، داناءَ ديوانا ڪري.
- لالچ، بڇڙي بلا.
- اجايا پهہ نہ پچاءِ.
- گهر جو اڌ، ٻاهر جي سڄي.
- اڌ کي ڇڏي جو سڄيءَ ڏي وڃي، ان کان اڌ بہ وڃي تہ سڄي بہ.
- سوڙ آهر، پير ڊگهارڻ گهرجن.
- اهو ڪي ڪجي جو آئيءَ ويل ڪم اچي.
- اوٺٿيهہ راتيون چور جون، ٿيهين رات پاڳئي جي.
- سبق سيکارڻ وغيره.

اهڙا انيڪ پهاڪا موجود هوندا هيا. خدا جو خوف، انسانيت جو درس ڏيڻ، انسان- دوستيءَ جو سبق ڏيڻ، با ادب ٿيڻ، غور ۽ فڪر ڪرڻ وارا سبق درسي ڪتابن مان ڪڍيا ويا. ورجيسن ۽ پهاڪن تي مشتمل ڪهاڻي نما، سبق آموز سبق ختم ڪيا ويا تہ نتيجو ڇا نڪتو؟ نوجوان نسل جا پرڪار ڪهڙا آهن؟ اهو ڪنهن کان بہ ڳجهو ڪونهي.

حالت اها آهي جو ستين انين نائين ۽ ڏهين جماعت جا شاگرد تہ ڇا پر انٽر جي امتحان ۾ ويهندڙ (ڏگهہ) شاگرد بہ سوالنامي ۾ پهاڪا، محاورا يا اصطلاح ۽ ورجيسون ڏسي پڙهي وائڙا ٿي وڃن ٿا. اهڙن محاورن، پهاڪن اصطلاحن ۽ ورجيسن کي استعمال ڪرڻ لاءِ ٻاهرئين پني (نقل ڪاپي) تي ياڙين ٿا ۽ اهي بظاهر معمولي نظر ايندڙ سوال بہ اهڙن شاگردن لاءِ رُڪ جا چٽا چباڙڻ برابر آهن. ساڳيو حال ايم اي سنڌيءَ جي زباني امتحان (واءِ واس) ۾ شاگردن جو آهي جو ممتحن جي واتان اهڙا سوال ٻڌي چت کي گهوُرڻ لڳندا آهن!!!

محترم عبدالوهاب سهتو، تعليم جي لحاظ کان حسابن جي علم (انجنيئرنگ) جو ماڻهو آهي. عام مشاهدو تہ اهو آهي تہ ادب ۾ حصو وٺندڙ ماڻهو حسابن ۾ ڏُڏَ هوندا آهن ۽ حسابن ۾ پڙ ماڻهو وري ادب ۾ ڏُڏَ هوندا آهن. اهڙن ماڻهن لاءِ ادب جو هڪ صفحو پڙهڻ بہ سندن لاءِ ذهني ڪوفت جو باعث هوندو آهي. محترم عبدالوهاب سهتو، فطري طور ادب جو ماڻهو آهي ۽ پُلجي انجنيئرنگ واري شعبي ۾ هليو ويو آهي. ادب ۾ شاهديءَ طور سندس ڪهاڻين جا شايع شده هڪ نہ پر ٽي مجموعہ آهن. لڳي ٿو تہ سهتو صاحب مشڪل پسند ماڻهو آهي جو ڪهاڻين کان موٽ ڪائيندي هڪ وڌو مشڪل ۽ وقت- طلب تحقيقي ڪم ٻين لفظن ۾ مٽي جو سُور يعني خشڪ موضوع هٿن ۾ ڪنيو اٿس.

پهاڪا، محاورا، اصطلاح ۽ ورجيسون گڏ ڪرڻ هڪ اهم پر دقيق ۽ مشڪل ڪم آهي. ورجيسن جو تصديق شده يعني مستند مواد، پس منظر سميت ميڙي چوندي گڏ ڪرڻ، هڪ انتهائي محنت طلب ۽ وقت گهرندڙ ڪم

آهي. ان جي لاءِ شوق، محنت، طويل وقت جي فراغت ۽ پيسي جي ضرورت هوندي آهي. چاڪاڻ تہ: سواءِ ناڻي ۽ لشڪر جي، تيڻ سلطان مشڪل آ.

ورجيسن جي افاديت هر دور ۾ رهي ٿي ۽ رهڻي آهي. جيترو مواد هن ڪتاب ۾ ڏنو ويو آهي، اهو ڪو گهٽ ناهي جيڪو سهتي صاحب جي عميق مطالعي ۽ جاکوڙ جو احساس ڏياري ٿو. هي هڪ محنتي ۽ ڪاهوڙي شخص آهي، جنهن ڪم جو ارادو ڪري ٿو، ان ڪم جو پورائو ڪرڻ خاطر قدرت طرفان مليل سڀئي صلاحيتون استعمال ڪري ٿو. هن ڪتاب ۾ ڏنل ورجيسن ۽ انهن جي پسمنظر تي نظر وجهڻ سان محترم عبدالوهاب سهتي جي محنت، تلاش ۽ جستجوءَ ڪي بي اختيار ٿي داد ڏيڻو پوي ٿو. سهتو صاحب هڪ علم- جُو انسان آهي. هي عالمن ڪان سواءِ، اڻ پڙهيلن جو صحبتي پڻ آهي. انهن سان ڪچهريون ڪرڻ ۾ هن ڪي ڪوڙ ساترو مواد ملي وجي ٿو.

هي ورجيسن تي مشتمل ڪتاب علم جي أجايل ۽ تحقيق ڪرڻ وارن لاءِ معاون ۽ مددگار ثابت ٿيندو. ههڙي خشڪ موضوع تي محترم عبدالوهاب سهتي جي هن ڪارنامي (منهنجي نظر ۾ وڏو ڪارناموآهي) تي ڪيس دلي مبارڪون ڏيان ٿو ۽ اميد ڪيان ٿو تہ سهتو صاحب آئنده بہ اهڙي تحقيقي ڪم، بلڪ ان ڪان بہ زياده بهتر ڪم ڪرڻ لاءِ پاڻ ڪي هميشہ آماده ۽ تيار رکندو چاڪاڻ تہ هي اسان جو قديمي ۽ ڪلاسيڪل تهذيبي ورثو آهي، ۽ محترم عبدالوهاب سهتي اسان جي ڪلاسيڪل تهذيب جي بي شمار پهلوئن ڪي گڏ ڪري، اسان جي سنڌي ادب ڪي شاهوڪار ڪيو آهي.

**پروفيسر نذير احمد سومرو**
ذوالفقار راشدي اڪيدمي
شاهہ جو ڳوٺ، نئون ديرو،
ضلعو لاڙڪاڻو سنڌ.

# مقدمو

ٻولي/ زبان، خيالن جي اظهار جو ذريعو آهي. منجهس جيترا لفظ، مفهوم جي لحاظ کان عام / مشهور هوندا، اوتروئي اها سليس هوندي ۽ اوتروئي منجهس سمايل علوم، سمجهڻ ۾ سولا ٿيندا ويندا. بلڪل آسان ۽ ٻاراڻي زبان به پنهنجو وجود برقرار رکي نه سگهندي آهي. ان ڪري هر سڌريل/ سڌرندڙ ٻوليءَ لاءِ لازم آهي ته منجهس، وقت جي تقاضائن/ گهرجن آهر نوان، اڻ ٻڌل لفظ جڙندا / ملندا رهن. نون اصطلاحن جي وڌڻ سان، ٻوليءَ ۾ ترقي/ واڌارو ٿئي ٿو. ٻولي شاهوڪار ٿئي ٿي. شاهوڪاريءَ سبب، برقرار به رهي ٿي ۽ سندس ڳالهائيندڙن جي تعداد ۾ واڌ به اچي ٿي.

مٿي بيان ڪيل سموريون خوبيون/ صفتون، سنڌي زبان ۾ موجود آهن. منجهس وڌڻ، نون اصطلاحن هضم ڪرڻ يا ڪين پنهنجو بڻائڻ جي به وڏي صلاحيت موجود آهي. انهيءَ واڌاري ۾ روز نوان اصطلاح ۽ ورجيسون جڙي شامل ٿيندا رهن ٿا ۽ ٻوليءَ جو جُز بڻجي، ڪيس سينگاريندا به رهن ٿا.

اهو فقرو، جيڪو مصدر سان گڏ، جملي ۾ ٻي معنيٰ ڏيکاري، تنهن کي اصطلاح چئبو آهي. جهڙوڪ: هٿڙي هڻڻ، جنگهه ٻانهن لڳڻ، هٿ پير هڻڻ، ڪُرڙي لڳڻ، ڄاڙي لڳڻ، اک هڻڻ، اک ۾ رکڻ، مڇ جو وار هئڻ وغيره.

ٻن يا ٻن کان مٿي لفظن تي مشتمل ٽڪرو/ فقرو، جيڪو غير مڪمل جملو هئڻ سان گڏ، جملي ۾ استعمال ٿيڻ وقت ٻي معنيٰ ڏيکاري، تنهن کي ورجيس چبو آهي. هيئن به چئي سگهجي ٿو، اهو ضرب المثل فقرو (Idiomatic Phrase) جيڪو غير مڪمل جملو هئڻ جي باوجود جملي ۾ استعمال ٿيڻ وقت ٻي معنيٰ ڏيکاري ۽ مصدر کان آجو هجي، تنهن کي ورجيس چئبو آهي. مثال طور: اڻ گهڙيو ڪاٺ، سڪ ٻلو ڪاٺ ۾، ڇهو تتر گنديءَ ۾، مغز ۾ اٽ، پيٽ ۾ پوليس، پيٽ ۾ ڪوئا، نه گهر جو نه گهاٽ جو، ڊنڊ جو پڪي، ڏوٻيءَ جو ڪتو، وغيره وغيره.

ڪن محققن، اڻ ڄاڻائيءَ ۾ ورجيس کي ننڍڙو پهاڪو سڏيو آهي، جيڪو غلط آهي. هر هڪ شيءِ کي پرکڻ لاءِ، ڪسوٽي مقرر ٿيل آهي. پهاڪن ۽ ورجيسن کي پرکڻ لاءِ به معيار مقرر ٿيل آهي. پهاڪو، مڪمل جملو هوندي، ٻي معنيٰ ڏيکاري ٿو. جڏهن ته ورجيس غير مڪمل جملو هوندي، ٻي معنيٰ ڏيکاري ٿي.

اصطلاح ۽ ورجيس ۾ فرق هيءُ آهي ته ورجيس مصدر کان آجي هوندي آهي ۽ اصطلاح سان مصدر لڳل هوندي آهي. جيئن اڻ گهڙيو ڪاٺ هئڻ، هٿن جو ٻار هئڻ، هٿ جو پليل هئڻ، ڪنن جو ڪچو هئڻ، وغيره وغيره ورجيسي اصطلاح آهن. منجهانئن مصدر ڪڍڻ کان پوءِ، باقي بچيل فقري کي ورجيس سڏبو آهي.

ورجيس منجهان جڙيل جملا به ٽن قسمن جا ٿيندا آهن، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا.

1. ورجيسي جملو
2. ورجيسي چوٽي
3. ورجيسي پهاڪو

## 1. ورجيسي جملو

اهو مڪمل جملو، جيڪو ورجيس جي ڪري ٻي معنيٰ ڏيکاري پر حالتن سب سندس روپ به بدلجي سگهي، ان کي ورجيسي جملو سڏبو آهي.

مثال:

1.1 ادا ڏنيسون، اوهان جي گهاٽي سرنهن
1.2. پٽهين جي گهاٽي سرنهن ڏسي چڙي.
1.3. وڏيري جي گهاٽي سرنهن ڏٺي پئي آهي.
1.4. چاچنهن جي گهاٽي سرنهن ڏسڻ مان ڇا فائدو؟

1.5. هن جي گهاٽي سرنهن نہ ڏنيسين تہ چا ٿي پوندو؟

مٿين جملن جو روپ مقرر ناهي. منجهن هڪ فقرو گهاٽي سرنهن پنهنجي مقرر مفهوم ۾ قائم آهي. انهيءَ کي ورجيس چئبو آهي. جڏهن تہ منجهانئس جڙيل مٿيان سمورا جملا، ورجيسي جملا آهن.

### 2. ورجيسي چوٽي

اهو مڪمل جملو جيڪو ورجيس / ورجيسي اصطلاح / اصطلاحي ورجيس تي مشتمل هوندي، فقط پنهنجي ظاهري ۾ استعمال ٿئي، پنهنجو روپ بہ برقرار رکي ۽ حالتن سارو روپ نہ بدلي تہ ان کي ورجيسي چوٽي سڏبو آهي.

مثال:

1.2. اره زورائي ڪرڻ، آهي ڪير ۾ موري وجهڻ (ڪير ۾ موري)

2.2. ڪارو منهن ڪرڻ، جهڙو دانگيءَ سان تهڙو تئي سان (ڪارو منهن)

2.3. واندو ماڻهو، شيطان جو گهر (شيطان جو گهر)

2.4. حڪومت، فيل مست آهي (فيل مست)

25. سرڪار، آهي اونڌي ڪوپري (اونڌي ڪوپري)

2.6. جيري لاءِ ٻڪري نہ ڪهجي (جيري لاءِ ٻڪري ڪهڻ)

2.7. ڪکر جي چانءَ تي ڪهڙو اعتبار؟ (ڪکر جي چانءَ)

مٿي ڏنگين ۾ ڏيکاريل فقرا، ورجيس يا ورجيسي اصطلاح آهن. جڏهن تہ مٿيان جملا، مقرر روپ ۾ ظاهري معنيٰ لاءِ اسعمال ٿيندا آهن. ان ڪري انهن کي ورجيسي چوٽي سڏيو ويندو آهي.

### 3. ورجيسي پهاڪو

ٻن ورجيسن ملڻ سان، جڙيل مڪمل جملي کي، ورجيسي پهاڪو سڏبو آهي. اهڙي چوٽي جيڪا مڪمل جملو هوندي، پنهنجي ظاهري معنيٰ کان علاوه ڪنهن ٻئي مفهوم ۾ استعمال ٿئي، ان کي (ورجيسي) پهاڪو سڏبو آهي.

مثال:

1.3. خالي دماغ : شيطان جو دڪان.

3.2. ڌوٻيءَ جو ڪتو : نہ گهر جو نہ گهاٽ جو.

3.3. شڪاريءَ جي ڪنيءَ مان، نہ هوند نہ شڪر.

3..4. سڪٽو ڦيٽو، سور پيٽو

3.5. لڪڻ لائو، ڏاند پرائو

مٿي بيان ڪيل جملا، ٻن ورجيسن جي ميلاپ سان جڙيا آهن. سندن اهوئي مقرر روپ آهي. ظاهري معنيٰ کان علاوه ٻئي مفهوم ۾ استعمال ٿيندا آهن. مقرر ڪيل ڪسوٽيءَ تحت ڪين پهاڪو يا ورجيسي پهاڪو سڏيو ويندو آهي.

ورجيس جا ڇهہ قسم آهن. جيڪي وضاحت سان هيٺ ڏجن ٿا.

1. تشبيهي ورجيس
2. ناڪاري ورجيس : ناڪاري ٻٽن لفظن تي مشتمل ورجيس
3. ندائيہ ورجيس : ندائيہ ٻٽن لفظن مان جڙيل ورجيس
4. تلميحي/ تلويحي ورجيس : تلميحات/ تلويحات تي مبني ورجيس
5. تمثيلي/ استعاري ورجيس : ڪنايي/ استعاري/ تمثيل تي مشتمل ورجيس
6. اصطلاحي ورجيس.

1. **تشبيهي ورجيس:**

اها ورجيس، جيڪا تشبيهه تي ٻڌل هجي يا جنهن ۾ ٻن شين جي ڀيٽ ڪئي وئي هجي، تنهن کي تشبيهي ورجيس چئبو آهي.

**مثال:**

1.1. اهڙي ڪرڻ، جهڙي ٻرڙو ڪري ٻارن/ ٻالي سان.
1.2. اهڙو ڪچي، جهڙي پت.
1.3. ائين ڀڳو، جيئن ڪاريءَ هيٺان ڪانءُ
1.4. اهڙو تکو، جهڙو آچار ڳاڙي.
1.5. ايترو هلڪو، جو پاءَ ڳلن ۾ ٿري.
1.6. ائين ساهه ڳهُتي پي وڃ، جيئن ڳل جا ڳدرا.
1.7.ائين ٿو ڊڄين، ڄڻ ڪرمچند ڪڍ پيو اٿئي.

2. **ناڪاري ورجيس:**

اها ورجيس، جيڪا ناڪاري ٻٽن لفظن مان ٺهيل هوندي آهي، تنهن کي ناڪاري ورجيس سڏبو آهي.

**مثال:**

2.1. نه ڏيتين، نه تڳرين.
2.2. نه صافيين، نه ڪُڙڪين.
2.3. نه گهر جو، نه گهاٽ جو.
2.4. نه ٻن ۾، نه ٽن ۾.
2.5. نه اُڏن ۾، نه اُلرن ۾.
2.6. نه مئن ۾، نه جيئرن ۾.

3. **ندائيه ورجيس:**

اها ورجيس، جيڪا ندائيه ٻٽن لفظن تي مشتمل هجي، تنهن کي ندائيه ورجيس سڏبو آهي.

**مثال:**

3.1. گهوڙا گهوڙا (اهڙو ٺاهه ڪاڏائين جو گهوڙا گهوڙا ٿي وئي)
3.2. واه واه (اهڙي راند ڪيائين جو واه واه ٿي وئي)
3.3. بلي بلي (اهڙا ڪپڙا پاتائين جو بلي بلي ٿي پئي)

4. **تلميحي / تلويحي ورجيس:**

اها ورجيس ، جيڪا تلميح / تلويح تي مشتمل هجي، ان کي تلميحي / تلويحي ورجيس سڏبو آهي.

**مثال:**

4.1. وتائي وارا اڳ
4.2. يارل موچيءَ واري ٻَڌ
4.3. مِمل وارو موگهو
4.4. يعقوب واري ياري
4.5. گلوءَ وارا ڪوڙا
4.6. خدو ڪلي وارا احوال
4.7. چتي ڪوريءَ واري ديگهه
4.8. حنود ڪاسائيءَ واري ڪڏ

4.9. دلوراءِ جي نگري

5. **استعاري ورجيس:**

اها ورجيس، جيڪا ڪنايي/ استعاري/ تمثيل يا مشهور شخصيتن / سچاين جي نالن پنيان هجي، ان کي استعاري ورجيس چئبو آهي.

مثال: فرعون، مير جعفر، گامون سچار، ڪانيو خان، غيبي خان، شاه علي شاهه جو پٽ، يزيد، هٽلر وغيره وغيره.

6. **اصطلاحي ورجيس:**

اهي ورجيسون، جيڪي مصدر لڳڻ کان پوءِ اصطلاحي معنيٰ ظاهر ڪن ۽ مصدر لڳڻ کان سواءِ مفهوم چٽو نہ ٿئين، تن کي اصطلاحي ورجيس سڏبو آهي.

مثال:

6.1. اڌ رات ڪڏ ۾ (هئڻ)

6.2. پيٽ ۾ ڪوئا (ڦرڻ)

6.3. پيٽ ۾ پوليس (لهڻ)

6.4. مغز ۾ اٽ (هئڻ)

6.5. مغز ۾ تڏ (ڦرڻ)

ان کان علاوه، ٻن اصطلاحن ملڻ سان بہ ورجيس ٺهندي آهي.

مثال طور:

6.6. پاڻ پنڻ، گهوڙا ڳنهڻ

6.7. پاڻ بک مرڻ، مذقان ڪرڻ.

6.8. پاڻ نہ پارڻ، ڪتا ڏارڻ.

6.9. پاءُ نہ پڙهڻ، ايمي چڙهڻ.

6.10. پَرُ مارڻ ، تَرُ نہ مارڻ.

6.11. پرٽو بہ ڪائڻ، مرٽو بہ ڪائڻ

6.12. يا درياه ٽپڻ، يا اڏ نہ ٽپڻ.

6.13. چوڪر ڪلهي تي ويهارڻ، ڪيس ميلي تي ڳولهڻ.

ورجيس، وڏي وقت گذرڻ ۽ تاريخي اٿل پٿل کان پوءِ وجود ۾ ايندي آهي ۽ پنهنجو سماجي پسمنظر بہ رکندي آهي. اهو ئي سبب آهي جو پهاڪي/ چوٽيءَ وانگر ضرب المثل طور ڪتب ايندي آهي. هن ڪتاب ۾، هيل تائين هٿ آيل ورجيسون (سماجي پسمنظر ۽ ڪارج سميت) پڙهندڙن جي دلچسپيءَ خاطر نموني طور پيش ڪجن ٿيون.

**انجنيئر عبدالوهاب سهتو**

# ورجيسون: پسمنظر ۽ ڪارج

1. **آب حيات**

ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته جيڪو آبِ حيات پيئندو، سو امر ٿي ويندو، يعني مٿس موت نه ايندو. عام راءِ اها به آهي ته بحرِ ظلمات ۾ هڪ چشمو آهي، جيڪڏهن ڪير انهيءَ جو پاڻي پيئي ته سدائين زنده رهندو.
گمان آهي ته حضرت خضر عليه السلام اهو پاڻي پيتو هيو ۽ سڪندر اعظم به سندس رهنمائيءَ ۾ انهيءَ چشمي تي پهچڻ گهريو پئي پر پهچي نه سگهيو.

مطلب:

- ڊگهي حياتي بخشيندڙ شيءِ.

2. **آچار گاڏي**

آچار نالي هڪ همراهه جاتيءَ جو رهاڪو هيو ۽ انگريزن جي دورِ حڪومت ۾، ٽپال ڪاتي ۾ ٽپالي هيو. پنڌ جو تمام تکو هوندو هيو. ريل ۽ جيپ سان به سندس مقابلا ٿيا.

مطلب:

- تمام تکو هلندڙ ماڻهو.

3. **آرسي مصحف**

شاديءَ ۾ لانئن جي وقت واري رسم، جنهن ۾ هڪ ئي آئيني ۾ هڪ ئي وقت، گهوٽ ڪنوار کي، پنهي جي گڏيل شڪل، پهريون دفعو ڏيکاري ويندي آهي.

مطلب:

- پاڻ ۾ پيار پيدا ڪندڙ شيءِ.

4. **آلا نور، مٿي جا سور**

آلا: آلو يا آلي جو جمع: پڳل، پُسيل. اعليٰ جي بگڙيل صورت: مٿانهون، اوچو.
نور: روشني، هدايت، عقل، فهم.
جيڪو ماڻهو،صلاح ڏيڻ يا ڏاهه ڏيڻ ڪانپوءِ به ڏسيل رستي تي نه هلي ته ان جي عقل تي ڇڙ ايندي آهي. ڇڙ ۾ به گهٽ وڌ ڳالهائڻ کان احتراز ڪندي، پنهنجي اولاد وغيره لاءِ بيعقل وغيره جهڙا لفظ ڪتب نه آڻيا آهن، بلڪ ٿوڪ طورڪيس عقل جو وير، اعليٰ نور، آلو نور، وغيره سڏبو آهي. فقري جي ٻئي حصي ۾ احساس جاڳائڻ يا اصليت ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ لاءِ ٻيو فقرو: مٿي جو سور ڳنڍبو آهي.

مطلب:

- ڏس ڏيڻ باوجود، غلط ڪم ڪندڙ لاءِ يا بيزار ڪندڙ ٻار لاءِ والدين ائين چوندا آهن.
- تو وارو عقل مٿي جو سور آهي.
- اعليٰ نور، مٿي جو سور هئڻ

5. **آمي ابڙي**

لاڙ طرف، ابڙا قوم جي، آميءَ نالي هڪ خوبصورت عورت ٿي گذري آهي. جيڪا پنهنجي حسن، سونهن ۽ نزاڪت ۾ ضرب المثل هئي. بيحد حسين هئڻ سبب، سندس حسن جي هاڪ هنڌين ماڳين مشهور ٿي وئي.

مطلب :

- جيڪڏهن ڪا عورت ناز نخرا ڪندي آهي ته کيس ٿوڪ طور چئبو آهي: "تون ڪهڙي آمي ابڙي آهين؟ جو نخرا پئي ڪرين!"

### 6. آهُرِ جي آسري، جهنگ نہ چنڻ.

آهر، جنهن ۾ مينهون وغيره گاهہ کائين. جهنگ ۾ آهر ۾ مليل گاهہ جهڙو لذيذ کاڌو هڪيو حاضر نہ ملندو آهي. تنهنڪري آهر واري گاهہ جي آسري تي اتان نہ چري اچڻ واري مينهن کڏهن بک مرندي آهي. ڇو جو سندس غريب ڌنار، گاهہ نہ آڻي سگهندو آهي، جنهنڪري اها مينهن ڪلي تي ٻڌي ٻڌي بک کائڻ لڳندي آهي.

مطلب :

- سڄي جي لالچ ۾ اڌ کي ڇڏي ڏيڻ.

### 7. آهِرُ ڪٽي اوٻٽي، رن هارائي رنبو.

آهِرُ: مڙس، شوهر. رن: زال، گهر واري، گهر ڌياڻي.

مڙس ٿورو ڪمائي ۽ زال گهڻو خرچ ڪري تہ اهو گهر بہ نہ هلندو. گهر جو چرخو هلائڻ ۾ عورت جو وڏو هٿ هوندو آهي.

مطلب :

- مڙس جي ڪمائي ٿوري، عورت جو خرچ گهڻو.

### 8. آهِي ٽپڻ، ڪاهي نہ ٽپڻ

آهِي: آهہ، اَڏَ، ننڍي واهي.

ڪاهي: اونهي ۽ ڊگهي کڏ، خندق، Trench, Moat

آهي ٽپڻ ۽ ڪاهي نہ ٽپڻ اصطلاح آهن، جيڪي سولي ڪم ڪرڻ ۽ ڏکئي کان احتراز ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻبا آهن. جڏهن تہ استعمال ۾ ابتيءَ طرح استعمال ڪبا آهن. يعني: آهي نہ ٽپڻ، ڪاهي ٽپڻ.

مطلب:

- منو منو هپو هپو، ڪؤڙو ڪؤڙو ٿو ٿو
- پيٽيو: کڏ ٽپڻ، اڏ نہ ٽپڻ

### 9. آئي ٽانڊي ڪاڻ، ٻورچياڻي ٿي ويٺي.

ٽانڊو: دکندڙ باهہ جو اُلو. اڳي ماچيس جي اڻهوند سبب، ٻين جي ٻرندڙ باهہ مان ٽانڊو کڻي اچبو هيو، جنهن سان گهر ۾ باهہ ٻرندي هئي. جيڪو اهڙي غرض لاءِ اچي ۽ گهر ۾ ويهي حڪم هلائي تہ سندس لاءِ ٽوڪ طور ائين چئبو آهي.

مطلب:

- سوالي ٿي اچڻ، مالڪ ٿي ويهي رهڻ.

### 10. آئي کي آدر، وئي کي پادر

آئي: آيل، مهمان، ايندڙ دوست.

وِئي: ويل، مري ويل، لڏي ويل، گذاري ويل.

آئي کي آدر ڏيڻ ۽ وئي کي پادر هڻڻ اصطلاح آهن، جيڪي لُنبي خوشامد لاءِ ڪتب آڻبا آهن.

اخلاقًا ايندڙ جي عزت ڪرڻي آهي ۽ ويندڙ کي بہ مانُ مرجاءِ سان رخصت ڪرڻو آهي. سندس وئي پڇاڻان، سندس ڳڻ ڳائڻ گهرجن. ائين نہ ٿئي جو اچڻ واري لاءِ تہ منهن تي مشابهت ڪندي آدر ڀاءُ ڪجي ۽ جڏهن اهو ڪائي پي يا ڪارِوهنوار ڪري هليو وڃي تہ پرپٺ دل کولي سندس گلا ڪجي: ههڙو تهڙوڪائڻ جو کچرو هيو، رڳو پيٽ ڀرڻ ۽ ويلو ٽارڻ آيو هيو، فلاڻين شين ۾ نگهہ هيس سي کڻڻ آيو هيو ۽ کڻي ويو، وغيرهہ وغيرهہ.

مطلب:

- لُنڊي خوشامد ڪرڻ ڪان پاسو ڪجي.
- فقط ايرنڊي سڄَ جو سلامي نہ ٿجي.
- پيٽيو: اڳيان ويا وسري، پويان لڳا مصري.

11. **ابتي ٽپي**

هڪ زميندار جي ڏڳي چوري ٿي وئي. رپورٽ لکرائڻ لاءِ، نوڪرکي ٺاڻي تي موڪليائين.
"رپورٽ ڪيئن لکرايان!؟" نوڪر پڇيس.
"صوبيدار صاحب کي ٻڌائجان: رات جا ٻارنهن وڄي رهيا هئا. تارا چمڪي رهيا هئا، ڪتا ڀونڪي رهيا هئا. چور پٽ ٽپي، ڏڳي چوڙي ويا."
نوڪر سڄي واٽ اهو جملو رٽيندو ويو. ٺاڻي تي پهچڻ بعد جڏهن صوبيدار صاحب هڪل ڏيئي ڪڙاڪيدار لهجي ۾ چيس: "چا جي رپورٽ لکرائڻ آيو آهين؟ جلدي لکراءِ!" تہ مڙس ڏڪي ويو ۽ بدحواسيءَ ۾ چيائين: "سائين! ڏينهن جا ٻارنهن وڄي رهيا هئا. ڪتا چمڪي رهيا هئا ۽ تارا ڀونڪي رهيا هئا .ان وقت چور ڏڳي ٽپي، پٽ چوڙي ويا."

مطلب:

- ابتي ڳالهہ ڪرڻ

12. **اترا شحنا مزدڪ نام**

ايران جي شهر مزدڪ ۾ هڪڙو ظالم ۽ جابر ڪوتوار هيو، جنهن ڪان هر ماڻهو خائف هيو. جڏهن سندس ظلم ۽ ستم وڌي ويو تہ نوڪريءَ تان لهي ويو. لٽي ڪانپوءِ جڏهن ڳوٺ واپس پئي ويو تہ رستي ۾ ماڻهن خوب ماڇڙا هنيس ۽ سامان سڙو ڦريائونس، ڇو جو ڪيس ڇڏائڻ وارو بہ ڪير نہ هيو.
"اترا شحنا مزدڪ نام!" مٿس موچڙي جو ڦهڪو ڏسي هڪڙي همراه چيو: "لٿو ظالم، لٿس لاڏ!"
مطلب:

- ظالم حاڪم يا آفيسر، عهدي تان هٽندو آهي تہ ائين مثال ڏنو ويندو آهي.

13. **" اٽو!" چي : " گهو ٻاٽو!"**

"فقير کي الله جي نالي، اٽي لپ ڏي بابا!" هڪڙي فقير، در تي سٽ هنئي.
"فقير کي اٽو ڏي!" گهر ڌڻيءَ، نوڪر کي چيو. نوڪر سمجهيو تہ مالڪ ٿو چوي: "فقير کي گهوٻاٽو ڏي!"
حڪم ملندي ئي، نوڪر گهوٻاٽو ڪڻي فقير تي وريو. فقير ڏنبو ڏسي، ڪڙين تي زور رکيو.
"اڙي ! هي! هي! چا ٿو ڪرين؟!" مالڪ رَڙِ ڪندي نوڪر کي چيو: "اٽو ! چي، گهوٻاٽو!"
مطلب :

- هڪ جي ٻي ڪرڻ واري کي، ٽوڪ طور ائين چيو ويندو آهي.
- "اُڄُ!" چي: "پُڄُ!" ( لاڙ )
- اُڌُ! چي: "ٻُڌُ!" (ساهتي)
- "اِڪري!" چي: "ڦِڪري!" (سرو)
- "اُنڌُ!" چي: "ٻُنڌُ!" (وچولو )

14. **اِٽو نزو**

اٽو ۽ نزو، شهداد ڪوٽ شهر جا رهندڙ، پاڻ ۾ بہ يا ٽر هيا. منجهائنئن هڪڙو، ڪا ڪوڙي يا سچي ڳالهہ ڪندو هي تہ ٻيو وَٺ-وراڻ ڪندي چوندو هيو: "ها سائين! بلڪل سچ آهي! مون بہ ائين ٻڌو آهي."
مطلب :

- جيڪڏهن ڪي بہ ماڻهو، پاڻ ۾ اهڙيءَ طرح سَنَ مُڪُ ٿي، ڪنهن معاملي ۾ ڳالهائين تہ انهن لاءِ چيو ويندو آهي: "پاڻ ۾ اٽو نزو آهين."

15. اٽي تي چٽي.

ماڻهو ماني ان لاءِ کائيندو آهي تہ جيئن جيئرو بہ رهي ۽ طا قت بہ منجهس رهي. طاقت ان لاءِ ضروري آهي تہ جيئن دنيا جا ڪم ڪري سگهجن ۽ روزيءَ جي تلاش بہ ڪري سگهجي.
جيڪو ماڻهو طاقت جو استعمال نہ ڪري ۽ روزيءَ لاءِ جدوجهد بہ نہ ڪري، ان جي ماني کائڻ ئي بيڪار آهي. نڪمي ماڻهوءَ جي ماني ڪتي ڪي وجهڻ چڱي آهي. نڪمي ۽ ٺوٺي ماڻهوءَ لاءِ مثال طور چئبو آهي: "فلاڻو تہ رڳو اٽي تي چٽي آهي!"
مطلب :

- کائڻ جو خچر، ڪم جو ڏُچَر.

16. اٽي ۾ لوڻ

بنا لوڻ جي ماني بيسوادي ٿيندي آهي . اٽو ڳوهڻ کان اڳ، منجهس لوڻ ضررو وجهبو آهي. اٽي جي پيٽ ۾ لوڻ تمام ٿورو وجهبو آهي. جيڪڏهن گهٽو وجهبو تہ ماني کاري ٿي پوندي ۽ کائي ڪين سگهبي.
مطلب :

- تمام ٿورڙو.
- ٿوريءَ شيءِ يا ڳالهہ لاءِ، مثال طور ائين چئبو آهي: مون ڪچهريءَ ۾ اٽي ۾ لوڻ برابر ڳالهايو.

17. اٺ پنيان / پوئتان گهنڊٽي.

اٺ جي ڳچيءَ ۾ وڏو چڙو ٻڌبو آهي. خاص طور تي جڏهن واپار جو مال انن تي لڏي، گلو قطاري هلبو آهي، تڏهن پوئين اٺ ڪي ڳچيءَ ۾ وڏو ٽلو يا چڙو ٻڌبو آهي تہ جيئن پنهنجي وڏي آواز سان اڳئين اٺ تي وينل شتربان ڪي اطلاع ملندو رهي تہ آخري اٺ سميت، سمورا اٺ قطاريا ٽا اچن. ان کان علاوہ، چڙي جي آواز تي اڳيان هلندڙ سمورا اٺ هڪلبا هلندا آهن.
اٺ جي ڳچيءَ بدران پڇ ۾ ٻڌل گهنڊٽي، ڪنهن ڪم جي نہ آهي. گهنڊٽيءَ ۾ آواز گهٽ هوندو آهي، ان سان اٺ ڪين هڪلبا آهن.

مطلب:

- پيريءَ ۾، ننيڙي ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ، اٺ پوئتان گهنڊٽي ٻڌڻ برابر آهي.
- ڪراڙو ڪاڪو ڪڪرم ڪري، ڪنواري ۽ ڪچڙي ڪنيا سان لاٺون لهي تہ ڪيس ٺوڪ طور ائين چئبو آهي.

18. اٺ جي ڳچيءَ ۾ ٻلي

هڪڙي جٽ جو اٺ گم ٿي ويو. قسم کائي باس باسيائين: "اٺ مليو تہ سوا رپئي ۾ کپائي ڇڏيندس."
اتفاق سان اٺ ملي ويس. هاڻي ڪيس اڻ تڻ ٿي پئي. چو جو سوا رپئي ۾ کپائڻ لاءِ قسم کائي وينو هيو ۽ قسم پورو بہ ڪرڻو هيس. وڏي سوچ ويچار ڪانپوءِ ڪيس ذهن ۾ هڪ ترڪيب اچي وئي، جنهن سان سندس قسم بہ پورو ٿي سگهيو پئي ۽ نقصان کان بہ بچاءُ ٿي سگهيس پئي.
هڪڙي ٻلي پڪڙي، اٺ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌائين ۽ بازار ۾ اٺ کاهي وجي، کپائڻ لاءِ هوڪو ڏنائين: "سوا رپئي ۾ اٺ وٺو!"
اهو هوڪو ڏئي رهيو هيو تہ هڪڙي همراهہ پڇيس: "واقعي! تون سوا رپئي ۾ اٺ کپائيندين؟ يا ائين ٺو چئين!"

“بلڪل! اٺ تہ سوا رپئي ۾ کپائيندس پر.. ” اڳتي وضاحت ڪندي چيائينس: “ٻليءَ سميت وٺڻو پوندو!”
“ٻليءَ جي قيمت گهٽي آهي؟” راهگير پڇيس.
“ٻليءَ جي قيمت پنج سؤ رپيا آهي!”

مطلب:

- اٽڪل سان هلڪين شين جي قيمت وڌائي نقصان جو پورائو ڪرڻ واري لاءِ ائين مثال ڏبو آهي.

### 19. اٺ جي وات ۾ زيرو

اٺ تمام وڏو وهٽ آهي، جيڪو وڏو گاهہ ۽ لاٽا وغيره کائي. زيرو يا جيرو، تمام سنهڙن داڻن تي مشتمل اَنّ جو قسم آهي. اهو اٺ جي وات کي ڪيڏانهن پري سگهندو؟ تمام ننڍڙي شيءِ لاءِ پيٽ طور، ائين چيو ويندو آهي.
مثال: فلاڻو تہ ايڏو اڏائو-کائو آهي جو هزار رپيا سندس آڏو ائين آهن جيئن اٺ جي وات ۾ زيرو.

مطلب:

- نہ هئڻ برابر يا تمام ٿوري شيءِ

### 20. اڃا دهلي دور آهي

سلطان غياث الدين کي حضرت نظام الدين اولياءَ لاءِ دل ۾ ڪوسائي هئي. هڪ دفعي بنگال جي مسافريءَ تان موٽندي، رستي تان ئي کين نياپو ڪيائين: “منهنجي پهچڻ کان اڳي دهلي ڇڏي وڃو ۽ غياثپور واري رهڻ واري جاءِ تان بہ هٽ ڪٽي وڃو.”
“اڃا دهلي دور آهي!” نياپي آڻيندڙ کي حضرت نظام الدين اولياءَ موٽ ۾ چيو.
انهيءَ پاراتي بعد، غياث الدين، دهليءَ کان ڪجهہ ميل پري، ساڳيءَ رات افغانپور ۾ جنهن جاءِ ۾ ترسيل هيو، تنهنجي ڇت ڪرڻ سبب منجهس دٻجي مري ويو.

مطلب:

- حصول مطلب ۾ اڃا گهڻي دير آهي.
- جڏوڪا مينهن، تڏوڪا پاڻي.
- اڃا ڪم گهڻو رهيل آهي.
- اڃا خرار مان پاڻي نہ پيتي آهي.

### 21. اڃا مينهون جهنگ ۾، ڏوئي ڏريائون رڇ.

رڇ: کير ڏهڻ لاءِ ٿانءُ. چونئري، ساڙهي.
مينهون جهنگ ۾ چرڻ لاءِ ويندون آهن ۽ جهنگلي گاهہ کائي پيٽ پريندون آهن تہ سندن اوهَ بہ کير سان پرجي ويندا آهن. سدائين حالات ساڳيا بہ نہ هوندا آهن. ڪڏهن جهنگ ۾ گاهہ آهي، ڪڏهن ناهي. مال کي ٻيا بہ جهنگ ۾ اهنج آهن، جهڙوڪ: مال جو پاڻ ۾ وڙهي ضربجي پوڻ، ڏنار جي غفلت سبب ڍڪ ۾ پوڻ، رڻ واري جُوءِ ۾ گاهہ نہ هئڻ وغيره. ان صورت ۾ اڳواٽ ئي ٿانءَ ڏوئي رکڻ يا کير وڪڻڻ جي لاءِ گراهڪ ڦاسائي ويهاري ڇڏڻ، بيوقوفيءَ جو ڪم آهي.

مطلب:

- وقت کان اڳي ڪم ڪرڻ.
- آنن ڦٽڻ کان اڳي، چوزا ڳڻڻ.
- ڄمڻ کان اڳي نانيءَ مهاندي هئڻ.

### 22. اڄلي سهائڻ، ڏني نہ سهائڻ

هڪڙي مواليءَ کي رات جو رستي ويندي ٽانڊاٽو نظر آيو. نشي جي گهيرٽ ۾ سمجهيائين تہ اڳيان ٻيو موالي، پن جي ٻيڙي پيئندو ٿو هلي. سڏي کيس چوڻ لڳو: "ادا او يائو! ٻيڙيءَ ڦوڪڙي مواليءَ کي بہ پرائيندو وڃين ها!"

ٽانڊاٽو پنهنجي ليکي هلندو رهيو ۽ موالي پويان ايلاز ڪندو رهيس: "يار! موالي تہ ذريءَ مان ذري بہ ونڊي ورهائي کائيندا آهن! تون ڪو نئون موالي آهين جو موالي ياءُ کي ٻيڙيءَ ڦوڪ نہ ٿو سهين!"

هلندي ٽانڊاٽو وڃي ڪنهن لوڙهي ۾ اٽڪيو تہ مواليءَ مهٽو ڏيندي چيس: "اڄلي سهايئي، ڏني نہ سهايئي!"

مطلب:

- فضول ۽ نڪمي شيءِ بہ گهرجائوءَ کي نہ سهڻ.
- پيٽيو: مئي سهائڻ، ڏني نہ سهائڻ.

### 23. اڃي ڏاڙهي، اٿو خراب

ہ نواب پاڻ ۾ دنگئي پلئي هئا. هڪڙي نواب، هڪڙو لسڙات چوڪرو مقرر ڪيو تہ ٻئي نواب جي ڏٽيءَ مان، اڇي ڏاڙهيءَ وارن کي ڦاسائي اچي تہ ڪين ونگار ۾ وهائجي. ٻئي وري اڇيءَ ڏاڙهيءَ وارو مقرر ڪيو تہ ٻئي جي ڏٽيءَ مان ڳرٽ ڳرٽ چوڪرا ڦاسائي اچي تہ ڪانئن خرڪار جو ڪم ونجي .

هڪ ڏينهن، مقرر ڪيل اڇيءَ ڏاڙهيءَ وارو، مقرر ڪيل لسڙات جي وَرِ چڙهي ويو.

"بابو مري ويو! امان مون کي چيو، چاچي کي وني آءُ تہ گهر ۽ ملڪيت جي سار سنڀال لهي!" چوڪري ليلڙاٽ ڪري، اڇي ڏاڙهيءَ واري کي چيو: "چاچي بابت ٻڌايل سموريون وصفون تو ۾ موجود آهن. تنهن ڪري جلدي هلي، ملڪيت جي سنڀال ڪر."

ريهي ريبي، پنهنجي ڏٽيءَ ۾ وني آيس. سراءِ ۾ اندر ڏڪي، پاڻ ڪسڪي ويو. اتي موجود مقرر وانن، اڇي ڏاڙهيءَ واري کي ٻڌي، ڪاسو ان جو ڏيئي، چڪيءَ تي ويهاري ڇڏيو.

ڪراڙو مڙس، چڳيءَ طرح جنڊ ڪاهي نہ پئي سگهيو. سنهون پيهڻ بدران، ٿلهو پئي ڏڏريائين جو قيدين کي ڏسندي، نواب اچي مٿان بيٺس. ڏڏريل ٻاٽ ڏسي، ڏندو وهائيندي چيائينس: "اڇي ڏاڙهي، اٿو خراب!"

مطلب:

- وڏي وڏي وڻ ٿيو آهين، عقل جو ذرو نہ اٿئي.
- چڱي عمر هوندي، بيعقليءَ واريون ڳالهيون ڪرڻ واري کي ٺوڪ طور ائين چيو ويندو آهي.
- پنهنجي معاملي ۾، اڇي ڏاڙهيءَ وارو، پاڻ تي ڪلائڻ جهڙا ڪم ڪري تہ پوءِ سندس عقل لاءِ ائين ئي ٺوڪ طور چئبو آهي.

### 24. ادا ڪٻڙ چوڻ يا چڙا ڪبڙ چوڻ

ڪبڙ نالي هڪ همراهہ هڪ مائيءَ تي عاشق ٿي پيو. عشق مجازيءَ جي منزل ماڻڻ لاءِ، گهڻيون ئي مٿيون پريائين/ خرچ ڪيائين، پر سڀ بيسود ويس.

خرچ ڪرڻ پڄاڻان جڏهن ڪجهہ نہ وريس ۽ مائيءَ سنگل ئي نہ ڏنس تہ هڪ ڏينهن سڙي چيائينس: "ادا ڪبڙ چؤ يا چڙا ڪبڙ چؤ!"

مطلب:

- ياءُ سڏ يا رکو نالو ڪٽي، محبوب سڏ!
- سڏي ها ڪر يا سڏي نهہ ڪر.
- ڪم ڪر يا سڌو جواب ڏي.
- سخيءَ وانگر ترت مراد پوري ڪر يا شوم وانگر ٺُپ جواب ڏي.

## 25. اڏاري ڀاڄي

سنڌي يا پنجابي ڀهراڙين جو معاشرو آڳاٽي دور کان اڏاري ڀاڄي جي اصول تي قائم رهيو آهي. اڏاري ڀاڄي جي ترڪيب جو مطلب آهي: سوڪڙين ڀاڪڙين جي ڏي وٺ. شادي مرادي يا موتي فوتيءَ واري موقعي تي عزيز اقارب، دوست مائٽ هڪ ٻئي جي مدد ڪندا آهن. نياڻيءَ جي شاديءَ تي سمورا مِٽ / واسطيدار پنهنجي پنهنجي حيثيت آهر، ڪيس جوڙو (ٻه ڪپڙا) يا وڳو (ٽي ڪپڙا) ۽ هلڪو ڦلڪو زيور ذرڙو پڻ ڏيندا آهن. جو جو پنهنجي ڄاين جي شادين ۾ ڪنوار جي والدين کان اهڙي قسم جون سوڪڙيون ورتل هونديون اٿن. انهن سوڪڙين ڀاڪڙين کي؛ اڏاري ڀاڄي چوندا آهن. انهيءَ ۾ اندران اندران باهمي تعاون وارو اصول ڪارفرما هوندو آهي. جو جو ڀهراڙين وارا عام طور تي غريب / مسڪين هوندا آهن، ڪين نياڻيءَ کي وڏي ڏاج ڏيڻ جي طاقت نه هوندي آهي. ائين ڪين چڱا چوڪا ۽ ڀلا جوڙا/ وڳا سوڪڙيءَ طور ملي ويندا آهن ۽ نياڻيءَ جو ڳهو چڙهي پوندو اٿن. ائين منائي ورهائڻ يا ڪاڄو ڪاراڻ وغيره به ڀاڄي هوندا آهن، جنهن ۾ واسطيدار ججَ لاءِ پت يا ڪاڄو تيار ڪندا آهن. موت ۾ ڪين ڀاهت جي صورت ۾ مدد ڪئي ويندي آهي، مڱڻهار کي ڏيڻ لاءِ گهور جي صورت ۾ مدد ڪئي ويندي آهي.

ائين موتي فوتيءَ ۾ به مدد ٿيندي آهي. مثال اجرڪ وجهڻ جي صورت ۾ ڪفن ۾ مدد، ڪلهي ڪانڌي ٿيڻ ۾ دفنائڻ واري مدد، ٽي ڏينهن ڀاڙي وارا ماني ڏيندا آهن، جو جو سوڳوار گهر ۾ ٽي ڏينهن چلهه نه دکندي آهي. انهيءَ امداد باهميءَ يا ورتل ڀاڄيءَ جي ذريعي غريب گهرن جو ڳهو به چڙهي پوندو آهي ۽ ڀرم به رهجي ايندو آهي.

## 26. اڌ ٺڳ واري ڪار

هڪڙي ڪَرڙوَڊِ عورت، سون ڪپائڻ لاءِ ڀهراڙيءَ مان شهر آئي. سوناري جو ڏس پڇائيندي، ڪيس هڪڙي اڌ ٺڳ ٽاڙي ورتو. ڪيس شريف سمجهي مائيءَ ڪانئس پڇيو: "ابا سون ڪپائڻو اٿم، سوناري جو ڏس ڏينم!"

"ها ماسي! بلڪل بلڪل!" ٺورو ترسي وري ڪيس چوڻ لڳو: "هيءُ شهر آهي متان تون ڀلجي وڃين، تنهنڪري مان توسان گڏيو ٿو هلان".

جڏهن ٻئي هڪ گهٽيءَ مان هلڻ لڳا ته مائيءَ کي چوڻ لڳو: "ماسي! ڀري ڪان آئي هوندينءَ!"

"ها ابا!" ڪراڙيءَ سهڪندي چيس.

"بک لڳي هونديءِ!" مائيءَ تي پنهنجي شرافت جو ويساهه ويهاريندي چوڻ لڳو: "ٻه گرهه مانيءَ جا ڪائي وٺين ها ته چڱو".

"ابا! تون ته ڪو الله لوڪ پيو ڏسجين!" مائيءَ پروسو ڪندي چيس: "بک ته جائي لڳي اٿم!"

مائيءَ کي هڪ هوٽل تي وٺي اچي ويهاريائين ۽ چوڻ لڳس: "هيءَ بابي جي اوطاق آهي. آيو ويو مهمان پيو ماني ڪائيندو آهي. تون به اتي ماني ڪائي وٺ. پوءِ ٿا سون ڪپائڻ هلون!" بيري ڏانهن متوجهه ٿي چوڻ لڳو: "ابا!هن امڙ جي لاءِ به ماني ڪٽي آءُ!"

ماني آئي ته مائيءَ ڪائڻ شروع ڪئي. اڌ ٺڳ چيس: "امڙ! تون سڪون سان ماني ڪاءُ! اهو سون مونکي ڏي! سامهون سوناري جو دڪان آهي. مان وڃي ساڻس ڳالهايان ٿو، متان چوي: چوريءَ جو سون آهي ته پوءِ!"

"ابا! چو چوريءَ جو آهي!؟" مائيءَ گرهه هٿ ۾ ئي جهليندي چيس: "ائين چوي ته مون ڏي مهڙ ڪرائجانس ته مان ٽي سَٽَ- سُريون ٻڌايانس!"

"ٺيڪ آهي! توڏانهن مهڙ ڪرائيندو مانس!" اڌ ٺڳ پڪو ڪندي، ڪراڙيءَ کي چيو: "توکان پڇي ته تون چئجانس، اهو منهنجو آهي. جيئن ڪپائي، تيئن وس وارو آهي".

سون ڪپائڻ بعد، اڌ ٺڳ سوناري کي چيو: "مون سان گڏ نوڪرياڻي به آهي. اها به ڪپاڻي اٿم، گهر جي ڪم ڪار لاءِ تمام چڱي آهي".

“نوڪرياڻي پاڻ چوي ته پوءِ ڳنهندم!” سوناري چيس: “مون کي پاڻ، گهر جي ڪم لاءِ مائيءَ جي ضرورت آهي! تون پئسا ٻڌاءِ!”
پئسا طئه ڪرڻ ڪانپوءِ پري کان ئي سوناري، مائيءَ کان اشاري سان پڇيو: “هيءُ ڪپاوئي تو، توسان ڳڏ آهي!”
مائيءَ طئه ٿيل جملا ڳالهائيندي جواب ڏنس: “ابا! ها منهنجو آهي، جيئن وٽيس تيئن ڪپائي! وس وارو آهي.”
اڏ نڳ، پئسا وني نڪتو هليو ويو ۽ بيري اچي مائيءَ کي ڪاڏل مانيءَ جي پئسن لاءِ سوڙهو ڪيو. مائي چي:
“ابا! هن الله لوڪ کي سون ڪپائڻ لاءِ ڏنو اٿم، ان جي پيءُ جي اوطاق آهي، مهمانيءَ جي مانيءَ جا ڪهڙا پئسا؟”
“ماسي مهماني چا جي؟ هيءَ هوٽل آهي!” بيري تارا ڦرڙائيندي چيس: “اوطاق ناهي! هوٽل آهي! مانيءَ جو بل ڀر.”
ائين چئي ڪيس سوناري جي دڪان تي وني آيو. سوناري ڪيس چيو: “اهو تنهنجو مالڪ ته توکي به ڪپائي ويو آهي. توکان پڇيم، تو چيو ته: پلي ڪپائي، وس وارو آهي! هاڻي هل ۽ گهر جي ڪم ڪار کي لڳ، هوٽل واري کي پئسا مان تو ڏيان!”
مطلب: جيڪو ماڻهو متشڪي حالتن مان فائدو وني، تنهن لاءِ چئبو آهي: “فلاڻو ته اڏ نڳ آهي”.

### 27. اڌ رات ئي ڪڏ ۾

ڪن داين، ڳڏجي هڪڙي نيڪيدار سان ڪم ٻوليو. ڪم ۾ ڪَسُ پائيندي، ڏينهن جو ريزڪي ڪم ته رات جو ٻوليل ڪم ڪندا هيا. اڌ رات تائين ڪڏ ڪوٽي، پوءِ آرام ڪندا هيا.
“ابا! ڪم ڪيستائين پهتو؟” نيڪيدار سدائين پڇندو هين.
ورنديءَ ۾ ڪيس ٻڌائيندا هيا: “سائين ! اڌ رات تائين ڪم ڪندا آهيون. اجهو پورو ٿيو”.
سندن اڌوري ڪم مان نيڪيدار مطمئن نه هئو، هڪ ڏينهن اڌورو ڪم ڏسي، ڪين چيائين: “اڙي توهان جي ته اڌ رات ئي ڪڏ ۾ آهي!”
مطلب:

- محنت ئي بيسود. جنهن کي محنت مان اپراسو نه ٿئي تنهن لاءِ چئبو آهي: “فلاڻي جي اڌ رات ئي ڪڏ ۾ آهي”.
- يا چئبو آهي ته: “فلاڻي جو ڪودو ئي ڪوهه ۾ آهي”.

### 28. اڌ ڪم

“ادا! شادي ڪڏهن تو ڪرين؟” هڪڙي دوست، ٻئي کان ڪچهريءَ دوران پڇيو.
“يار! بس دعا ڪر! شادي جلد ٿئي!” ٻئي دوست، پهرئين کي موٺ ڏيندي ٻڌايو: “اڌ ڪم ٿي ويو آهي، باقي اڌ ڪم رهيل آهي.”
“ڪهڙو اڌ ڪم ٿيو آهي، ڪهڙو اڌ ڪم رهيل آهي؟” پهرئين دوست حيرانيءَ مان پڇيس.
“ادا! سڱ ڏنو آهي، مونکي ۽ منهنجي مائٽن کي به وٽيو آهي، اهو اڌ ڪم ٿيو آهي.” وضاحت ڪندي ٻڌايائينس:
“باقي هُن جا مائٽ، مونکي ۽ منهنجي مائٽن کي پسند ڪن، سو اڌ ڪم رهيل آهي.”
مطلب:

- جيڪو ماڻهو، پنهنجي دل ۾، ڪنهن ڪم ڪرڻ متعلق خوش فهميءَ ۾ مبتلا هجي، ان لاءِ ٽوڪ طور ائين چئبو آهي: “فلاڻي جو اڌ ڪم ٿي ويو آهي.”

### 29. اڌ کير، اڌ زنده پير

کير: هر ماڻهوءَ جي پهرين غذا آهي. اچ به لاهي ته بک به. منجهانئس بيا به گهڻا فائدا آهن.
زنده پير: ورڻ ديوتا، جل جو ديوتا.

ڪير ۽ پاٽيءَ ڪي هر ساهدار جي زنده رهڻ لاءِ مددگار سمجهيو ويندو آهي. جنهن سبب ٻنهي ڪي پير مثل سڏيو ويو آهي. زندگيءَ ۾ ڪجهه آسانيون، ڪير سبب ته ڪجهه پاڻيءَ سبب آهن، جنهنڪري ٻنهي لاءِ گڏي ائين چئبو آهي.

مطلب:

- بازاري ڪير ۾ اڌ تي اڌ يا گهٽ وڌ، پاڻيءَ جي ملاوٽ هجي، تنهن منجهان ٺيل ڪمائيءَ لاءِ ٽوڪ طور ائين چئبو آهي.
- ڪجهه محنت، ڪجهه چالاڪي.
- ڪجهه حق حلال، ڪجهه گند بلا جي ملاوٽ.

30. اڍائي ڏينهن جي بادشاهت

جڏهن شير شاهه کان شڪست کائي، همايون ڀڄو ته رستي ۾ درياءَ ڪي پل نه هئڻ سبب، گهوڙي سميت پاڻيءَ ۾ ڪاهي پيو. نظام نالي هڪ سقي، مشڪ جو سهارو ڏئي کيس بچايو. جنهن تي کيس اڍائي ڏينهن بادشاهي بخشي هئائين. انهن اڍائي ڏينهن جي حڪومت ۾ نظام سقي چمڙي جو سڪو جاري ڪيو. جنهن ۾ اڍائي رپين جو سون لڳل هو. ان دوران ڪيئي ماڻهو نوڪرين مان خارج ڪيائين ۽ ڪيترائي من پسند ڀرتي ڪيائين.

مطلب:

- چند ڏينهن جي حڪومت
- ناپائيدار خوشي.

31. اڍائي گهرن جو خير

هندن جي عقيدي مطابق، هڪ گهر برهمڻ جو، هڪ گهر کتريءَ جو ۽ اڌ گهر ويش يا اڇوت جو آهي.
عربن وٽ: هڪ گهر مسلمان جو، هڪ گهر اهل ڪتاب (يهودين ۽ عيسائين) جو ۽ اڌ گهر ٻين مذهبن وارن جو آهي.
هندستان ۾، مسلمانن جي حڪومت بعد: هڪ گهر هندوءَ جو، هڪ گهر مسلمان جو ۽ اڌ گهر ٻاليشاهيءَ جو آهي.

مطلب:

- ڪل جو خير.
- ڪل جو ڀلو.
- اڍائي گهرن جي خير وارو: سڀني لاءِ خير گهرندڙ.

32. اربعا خطا

(الف) هڪڙو بادشاهه زادو، هڪڙي اربع جي ڏينهن تي، گهمندو ڦرندو، ڪنهن باغ ۾ وڃي نڪتو. کيس اڄ ڏاڍو ستايو هئو. هڪل ڪري چيائين: ”گهر ۾ ڪو آهي، جيڪو مونکي پاڻي پياري!“
باغ ۾ موجود گهر مان، هڪ حسين ڇوڪري، انگورن جي رس جو پيالو کڻي آئي ۽ اچي ڏنائينس. بادشاهه زادي پريت جو پيالو پي، پويان پير ڪيا. کيس اها رس، ٽاٽو ۽ ڇوڪري وغيره اهڙا ته دل تي ويهجي ويا جو هر اربع تي گهمڻ جو بهانو ڪري وڃي باغ ۾ نڪرندو هو.
اها خبر جڏهن بادشاهه کي پيئي، تڏهن حصول تعليم جي بهاني سان، کيس ٻئي هنڌ موڪلي ڇڏيائين. شهزادو هر اربع تي، اتان اڇي ٻه پيو ڀيرو ڀريندو هيو. بادشاهه کي اها به خبر پئي ته پڙهڻ بند ڪرائي گهمڻ ڦرڻ تي

پابندي وجهي ڇڏيائينس.
ستن سالن جي پابنديءَ پڄاڻان، شهزادي کي، هڪڙيءَ اربع تي وجهه ملي ويو ۽ پڇي ساڳئي باغ ۾ وڃي پهتو. ڏٺائين ساڳي ڇوڪري، ساڳئي نموني انگورن جي رس جو پيالو جهليو انتظار ۾ بيٺي آهي ۽ کيس ڏسڻ شرط چيائين: ”مون ڪا اربع خطا ڪانه ڪئي آهي.“
”مان به هر اربع تي توکي ساريندو آهيان!“ شهزادي وضاحت ڪندي ٻڌايس: ”مون به اربع خطا ڪانه ڪئي آهي!“

مطلب:

- وڏو گناهه يا ناقابل تلافي گناهه نه ٿيو آهي.

**(ب) اربعا خطا**

اڳاٽي دور ۾ هڪڙي بادشاهه هڪ حڪمنامو جاري ڪيو: ”ڪو به ماڻهو ٽي پيرا خطا / غلطي / گناهه / ڏوهه ڪندو ته کيس بخش آهي. چوٿون پيرو ڪرڻ تي پڪڙ به ٿيندي ۽ سزا به ملندي!“
هڪ همراهه جي ٻئي سان دشمني هئي، تنهن دشمني پاڙڻ لاءِ، ڪوتوار وٽ دانهيو: ”فلاڻي چوٿون پيرو ساڳيو ڏوهه ڪيو آهي.“
جنهن تي الزام هيو، سو پڪڙجي ڪوتوار وٽ پهتو ۽ پڇيائين: ”مون کي ڇو گرفتار ڪيو اٿو؟“
”تو فلاڻو گناهه، چار دفعا ڪيو آهي!“ کيس پڪڙجڻ جو سبب ٻڌايو ويو.
”مون کان فقط ٻه دفعا غلطي ٿي آهي. جيڪا معافيءَ جي قابل آهي.“ ملزم هاءِ دوس مچائيندي چيو: ”مون اربعا خطا نه ڪئي آهي!“

مطلب:

- چوٿون پيرو گناهه نه ڪيو اٿم
- ناقابل معافي يا سزا لائق گناهه نه ڪيو اٿم.

**33. افلاطون**

يونان جو مشهور حڪيم ۽ فلاسفر، جيڪو ٻيڙين ناهڻ جو به ماهر هيو ۽ علم يا ڄاڻ ۾ زورآور يا طاقتور پڻ هيو. سندس نالو علم / ڄاڻ ۾ طاقتور هئڻ جي معنيٰ ۾ تشبيهه طور ڪتب ايندو آهي. مثال طور: تون ته ڪو افلاطون آهين.

مطلب:

- مها ڄاڻو
- وڏو ماهر

**34. اڪن کان آما گهرڻ**

آما: انب، جيڪو کائڻ ۾ سوادي ٿئي. اڪ جي اندر، انب جي شڪل جو اڪ-ٽڙو ٿئي، جيڪو ذائقي ۾ زهر وانگر ٿئي. اڪ کان انب جي تمنا رکڻ عبث آهي.

**35. اڪ اڪ جو ڦير**

هڏين جا ٻه ماهر، واندڪائيءَ واري وقت ۾، اسپتال جي ٻاهران وينا هيا جو پري کان هڪ همراهه کي ڏٺائون، جيڪو منڊڪائيندو پئي آيو.
”منهنجي خيال ۾، انهيءَ همراهه جي گوڏي جي هڏي ڀڳل آهي!“ هڪ سرجن چيو.
”نه! منهنجي خيال ۾، مُرئي جي هڏي ڀڳل اٿس!“ ٻئي سگار جو ڪش هڻندي، ماهرانه راءِ سان، اڳلي جي راءِ کي رد ڏنو.

منڊڪائيندڙ، جڏهن ويجهو آيو ته پهرئين ڊاڪٽر پڇيس: "تنهنجي گوڏي جي هڏي پڳل آهي يا مُرئي جي؟"
"منهنجي چمپل چڳل آهي." منڊڪائيندڙ ويجهي پهچڻ بعد سادگيءَ سان کين ٻڌايو: "موچيءَ کان ڳنڍرائڻ لاءِ، پير ۾ گهليندو پيو وڃان."

مطلب:

- سرمو سيڪا پائي، پراڪ اڪ جو ڦير.
- اڪ ڏنيءَ تي به ويچار ڪجي.

36. **اڪ وڄڻ جا پار**

هڪڙي بيوقوف جي اڪ خراب ٿي پئي. ڏاڍا علاج ڪرايائين پر اڪ جو ڏوسُ به نه بيٺس ۽ ڏکندي به رهيس. وڏن جُهدن ڪانپوءِ، ڪنهن ڏس ڏنس ته: اڪ ۾ پيشاب جا ٻه ٽي قطرا پوندا ته اندريون ڦٽُ / روڳ ۽ درد دفع ٿي ويندو.
ڏسُ ته مليس پر اهو علاج ڪري ڪيئن؟
انهيءَ سوچ ۾ ڏاڍو گم ٿي ويو. آخر سوچي سوچي هڪ نتيجي تي پهتو: "اهو ڪم بيو ڪير ڪونه ڪندو! وري به جي ٿيو ته پاڻ واري زال کان ٿيندو. چو جو راز نياز جي ڳالهه ان سان ئي ڪري سگهجي ٿي. ڪانئس اوگهڙ به لڪائي نه ٿي سگهجي".
اها راز جي ڳالهه، گهرواريءَ کي ٻڌايائين. رات جو جڏهن خلوت ۾ مليا ته گهرواريءَ کي، مليل ڏسَ تي عمل ڪرڻ لاءِ چيائين. گهر واري عمل ڪرڻ لاءِ تيار ته ٿي پر شرم کان عمل ڪري نه سگهي.
"ابول!" همراهه مايوس ۽ نراس ٿيندي، بئي هٿ سٿرن تي هڻندي چيو: "اهي اڪ وڄڻ جا پار!"

مطلب:

- اهي ڪم نه ٿيڻ وارا پار.
- اهي نقصان پوڻ وارا پرون.
- اهي آهن جڙيءَ چڻڻ وارا پار.

37. **الادين جو چراغ**

الادين، هڪ غريب درزيءَ جو پٽ هيو. ننڍي هوندي، ٿوڻي ۽ وائڙو هيو. پيءُ جي مرڻ ڪانپوءِ، گهر ۾ ويلا ويهندا هيا. تنهن هوندي به ڪم نه ڪندو هيو. ماڻس سٽ ڪتيندي هئي، تڏهن گهر جو گاڏو گهلبو هين.
هڪ ڏينهن ڪيس افريڪا جو جادوگر مليو. جنهن کي هن جهڙي ابوجهه ۽ اڻ پڙهيل جي ضرورت هئي. جيئن ڪيس قربانيءَ جو ٻڪرو بڻائي، جادوءَ جو ڏيئو حاصل ڪري سگهي. ڪوڙو مامو سڏائي، الادين کي طلسمي جاءِ تي وٺي ويو.
الادين هوشياري ڏيکاريندي، ڏيئو هٿ ڪيو ۽ جادوگر کي، ان کان محروم ڪري ڇڏيائين. ڏيئي کي مهٽو ڏيڻ سان ڪيئي جِنَ ۽ ديو پئي حاضر ٿيا، جيڪي حڪم جا غلام هيا. انهن جي مدد سان الادين دنيادار ٿي ويو. آخر ۾ چين جي بادشاهه جي ڌيءَ سان شادي ڪيائين. بادشاهه جي وفات بعد، پاڻ سلطنت جو مالڪ ٿي ويو.

مطلب:

- وڏي دولت
- وڏو خزانو
- فلاڻي جي ڪنهن تي اڪ نه ٿي ٻڏي! الادين جو چراغ هٿ آيو اٿس ڇا؟

38. **الله واري ورچ**

هڪڙيءَ خيرات ۾ وتايو فقير اچي پهتو. ماڻهن ڪيس پت جي ديڳ مٿان ويهاري چيو: "وتايا! تون پَٽُ ورهاءِ!"

“ورهاست ڪهڙي ڪيان؟” وتايي ڪانئن راءِ وٺندي چيو: “الله واري ڪن ماڻهن واري!”
“الله واري ورهاست ڪر!” ماڻهن يڪ- آواز ٿي چيس.
وتايي پٽ ورهائڻ وقت هڪڙن کي پٽ جا وڏا پاتوڙا پئي ڏنا ته هڪڙن کي ٺلهيون ڇهڙون يا ٻه چار گرهه پئي تاليءَ ۾ ڏنا.
“وتايا! هي ڇا ٿو ڪرين؟” ماڻهن چيس: “هڪ- ڪرو ته پٽ ورهاءِ!”
“الله واري ورچ ته اها آهي.” وتايي کين چيو: “هڪڙن کي گهٽ ته ٻين کي وڌ. خدا هڪڙن کي امير ڪيو آهي ته ٻين کي غريب، هڪ- ڪرو ته ڪنهن کي ڪونه ٿو ڏئي. پنهنجي مرضيءَ جو مالڪ آهي!”

مطلب:

- ڪنهن کي گهٽ ڪنهن کي وڌ ڏيڻ.

### 39. امام ضامن

حضرت علي رضا بن موسيٰ ڪاظم جي نذر جو رپيو، جيڪو مسافر جي ٻانهن ۾، سفر تي اسهڻ وقت ٻڌو ويند آهي. ماڻهن جو عقيدو آهي ته انهيءَ رپئي سان، مسافر سفر جي پريشانين کان بچي ويندو آهي.

### 40. انبان پور، ڪلالان لاها

انبن ۾ پور ۽ ڪلال جي ڪمائي، شروع ۾ تمام گهڻا نظر ايندا آهن. بعد ۾ پور ڇڻڻ ڪان پوءِ، انب ٿورا ٿيندا آهن ۽ ڪلال يا گُتي جي مالڪ کي آخر ۾ ڪي ڪين بچندو آهي.

مطلب:

- جيڪا شيءِ شروع ۾ گهڻي نظر اچي ۽ آخري حساب وقت ٿوٽ ۾ وڃي ته ان لاءِ مثال ائين ڏبو آهي.
- جيئن فلاڻي ڏنڌي ۾ ڪمائي ججهي نظر ٿي اچي پر آخر حساب ڪتاب وڃي بيهندو: انبان پور، ڪلالان لاها وارو.

### 41. اندر اچو نه ڪرڻ، ڏاڳا ڏوئڻ

جيستائين ماڻهوءَ جو اندر اچو ناهي، تيستائين منجهس ماڻهپو اچڻ مشڪل آهي. جيڪو ٻاهران، بزرگن وارو روپ ڌاري ۽ اندر مان ڪينو نه ڪڍي سو ٻه منافق آهي ۽ منجهانئس تمام گهڻا نقصان پوندا آهن.

### 42. اندر ٻڏِ ٻهون، ٻاهر آٿڻ اڱ جو

ٻڏ: لاڙ ۾ ٿيندڙ گاهه جي پاڙ، جنهنکي پيهي اٽي سان ملائي غريب ماڻهو کائين.
آٿڻ: ماني ويلڻ لاءِ، اٽي جي چاٽي کي لڳل سڪل اٽو، ته جيئن ماني آسانيءَ سان ويلجي سگهي.

مطلب:

- اندر ۾ هڪڙو، ٻاهر ۾ ٻيو.
- اندران سادو، ٻاهران پيپڪيدار
- ٻاهران چڪي مڪي، اندران ٻڙ ٻڙ دڪي.

### 43. اندر لنگهڻ، ٻاهر ڪنگهڻ

دستور اهو آهي ته جيڪا شيءِ جهڙي ٻاهران نظر اچي ٿي سا اندران به انهيءَ مزاج واري هئڻ گهرجي. جيڪڏهن ماڻهو سهڻو ۽ من موهيندڙ نظر ٿو اچي ته سندس ورتاءُ پڻ محبتي ۽ پنهنجائپ وارو هئڻ گهرجي. جيئن هڪ انب ڏسڻ ۾ خوبصورت ۽ سنگهڻ ۾ خوشبوءِدرار آهي ته پوءِ سندس ذائقو به منو ۽ سوادي هئڻ گهرجي.
ڪڏهن ڪڏهن ڪي شيون پنهنجي مزاج ۾ انهيءَ اصول کان هٽي ڪري به ٿي پونديون آهن. جيئن ٿوهر ڏسڻ ۾ گدري وانگر سهڻو پر اندر ۾ زهر وانگر ڪؤڙو ۽ من-ڪُهڻو هوندو آهي. اهڙيءَ طرح هڪڙي سهڻي صورت جي پر ڪشش ڇهري کان متاثر ٿي، ساڻس اک اڙائي شادي ڪجي پر جڏهن ويجهو اچي ته سندس سيرت خراب

۽ ڏپ واري نڪري پوي تہ پوءِ ٻئي چنبا ٻوٽ ۾ هوندا.

مطلب:

- گهر ۾ رکي سگهي ڪانڻ واري کي ٻاهر نڪرڻ ڪانپوءِ ٻانهن لوڏي ۽ ڪنگهي ڪڙڪي لنگهڻ نہ گهرجي.
- اچي پڳ مَ پس، اندر مريوئي اڳڙيون.
- پيٽيو: گهر ۾ ڪين، تہ بہ گهوڙي تي زين.

### 44. انڌن جي وهانءِ، منڊا نچن، ٽنڊا پائن ڦيريون

نہ انڌن کي شاديءَ لاءِ ڪير سڱ ڏيندو، نہ ئي منڊا نچي سگهندا آهن ۽ نہ ئي وري ٽنڊا هٿ جي ترناون سان ڦيريون ڏيئي سگهندا آهن.

مطلب:

- مڙيئي اڻ ٿيڻا ڪم

### 45. انڌير نگري

اڳاٽي دور ۾، هڪڙو ٻهراڙيءَ جو ماڻهو، گهر واريءَ سميت هڪ وڏي شهر ۾ آيو. صدر دروازي وٽ هڪ دڪان تان سودو ورتائين.

"مان ٻن جيئن سان آهيان! تون مون کي ان حالت ۾ پنڌ ڪرائيندو ٿو وتين!" گهر واريءَ شهر ۾ هلڻ کان نابري واريندي ۽ انهيءَ دڪان تي ترسڻ لاءِ اصرار ڪندي مڙس کي چيو: "بهتر آهي تہ شهر مان باقي سودو، اڪيلي سر وڃي وٺي اچ".

گهر واريءَ کي دڪان تي ويهاري، دڪاندار کي چيائين: "منهنجي گهرواري، هڪ تہ ڳورهاري آهي ۽ ٻيو پنڌ ڪرڻ سبب ٿڪل آهي. گهڙي سوا تو وٽ ترسائي، مان بازار مان باقي سودو وٺڻ ٿو وڃان. تون تيستائين ڪيس هتي ويهڻ ڏين تہ مهرباني!"

ٻهراڙيءَ جي ابوجهہ عورت ڏسي، دڪاندار بہ هرک هاري ويهي رهيو. مرد جي پٺي ڏيڻ سان، اڪيلائپ ۾ مٿس شيطان سوار ٿي ويو. سندس زيادتيءَ سان، مائيءَ جو حمل بہ ضايع ٿي ويو.

مڙس جڏهن شهر مان سودو وٺي پهتو تہ گهرواريءَ جي حالتِ غير ڏسي، ٻوڙي شهر جي واليءَ وٽ وڃي پڪاريائين. واليءَ، ٻنهي ڌرين جون ڳالهيون ٻڌڻ بجاءِ، هڪ طرف کي ٻڌي فيصلو ڏنو: "دڪاندار، حمل ضايع ڪيو آهي. مائي تيستائين وٽس ترسندي، جيستائين ٻيهر ٻار سندس پيٽ ۾ پئي. بعد ۾ مڙس سان ويندي!"

اهڙو فيصلو ٻڌي، مرد زال سميت: "انڌير ! انڌير!" ڪندو، ڳوٺ هليو ويو.

مطلب:

- اهڙي نا انصافيءَ واري جاءِ لاءِ، جتي رڳو ظلم هجي، ائين چئبو آهي.

### 46. انڌي گهوڙي ڪل ۾

ڪل ٻڪهي ۽ گهاٽي ٿيندي آهي. جيڪا هلڻ ۾ پڻ ڏکي ٿيندي آهي. اگر منجهس انڌي گهوڙي ڦاسي پوي ته امڪان آهي ته هڪڙي پاسي هلندي ڊِنڊِ جي ڍبڻ ۾ گپجي ڦٿڪي ڦٿڪي مري وڃي. يا وري ٻئي پاسي، اهو به انومان آهي ته نارن لاءِ کوٽيل ڪنهن کسيءَ ۾ ڪري پوي ۽ مٿڪو پچائي ويهي.

مطلب:

- اهڙي هنڌ ڦاسڻ، جتان نڪرڻ لاءِ اميد آسرو نہ هجي.

### 47. انوپ انجن

هيءُ هڪ قسم جو سرمو آهي. جيڪو اکين ۾ وجهڻ سان، ماڻهو ٻين کي ڏسي سگهندو، پر ٻيا ڪيس ڪونه ڏسي سگهندا.

مطلب:

- سرمو پائيندڙ، ٻين جي نظرن / اکين کان اوجهل رهندو آهي.

### 48. اٽائي به وڃڻ، ٽٽائي به وڃڻ، وري ڪپهه جي ڪپهه ٿيڻ.

هڪڙو موالي، دائري مان چرس جا دگاڙا هڻي نڪتو ته واٽ تي پيشاب لڳس. گهٽيءَ ۾ ئي پيشاب ڪرڻ وينو ته پنڪي اچي ويس. اتان انهيءَ اپرانڌ هڪڙو شاهينگ اچي لنگهيو، جيڪو گهيرٽ ۾ ڏسي، پٽڪو لاهيون مٿي تي ڪپهه جو ٻڙو رکيون ويس.
موالي جڏهن ننڊ جي گيڙ مان نڪتو ته پيشاب تان به اٿيو. اتڻ سبب ڪپهه جو ٻڙو مٿي تان هيٺ ڪري پيس. ان کي پٽڪو سمجهي سنڀالڻ جي ڪوشش ڪيائين ته ڪپهه جو ٻڙو هٿ ۾ اچي پيس. ان کي ڏسي، تپرس ۾ اچي ويو ۽ وڦلندي چيائين: "اٽائي به وئي، ٽٽائي به وئي، وري ساڳي ڪپهه جي ڪپهه ٿي پئي!"

مطلب:

- اڳي به انڌُ هيو، پوءِ به ٿيو انڌُ! ڪانو ۽ پنڌُ، ويو وڃئون نڪري!
- ڪپهه ڪتجي سُٽُ يا ڌاڳا ٿي ۽ ڌاڳن مان ڪپڙو اُڃيو. غفلت سبب سموري محنت برباد ٿي وئي.

### 49. اُود ٻلائن جو ڍير

چيو وڃي ٿو ته اود ٻلائون، جڏهن مڇيون پڪڙي پڪڙي، وڏو ڍير ڪن ٿا ته پاڻ ۾ ورهاست تي جهيڙو ٿي پوين ٿو ۽ ان جو فيصلو نه ٿو ٿئي.

مطلب:

- وڏو گند جو ڍير، جنهن تي جهيڙو ٿئي.

### 50. اوڙو

واڙ جي اندران يا ٻاهران هڪ اڀي ڪاني بيهاري، ان کي پراڻا پُچ / ڦاٽل ڪپڙا ويڙهي پڳ ڪان هيٺ، ڪنڌ جيترو مفاصلو ڇڏي، هڪ ڪاني صليب وانگر ٻڌبي آهي، جنهن تي پراڻو سراٽو ڪپڙو وجهبو آهي. اهو پري ڪان اهڙي ڏيکاري پيو ڏيندو جيئن ڪو ٻنيءَ / ڏڻ ۾ ماڻهو بيٺو هجي. مرون / جهار، ان کي ڏسي، اڪثر ڀڄي ويندا آهن. ان کي سنڌيءَ ۾ اوڙو ۽ انگريزي ۾ Scare Crow سڏبو آهي.

### 51. اونڌيون پاٽيون، پاسيرا ٺويا.

هڪڙي هاريءَ، پلاوٽي سان سستي اگهه تي ڪٽڪ جو ڪاباڙو ڪيو. اَنُ لٽو ته مهانگ سبب، هاريءَ جي دل ۾ گدڙ جاڳيو. ماپ تور وقت، اونڌيون پاٽيون ۽ پاسيرا ٺويا هڻي مئڻ لڳو. جنهن تي پلاوٽي پڇيس: "اڙي پائي! هي چا ٿو ڪرين پيو!؟"
"اَنَ جو اگهه اهوئي آهي، ماپ ظئ ٿيل نه هئي." هاريءَ وضاحت ڪندي چيس: "ان ڪري ماپ ۾، اونڌيون پاٽيون ۽ پاسيرا ٺويا ملندءِ!"

مطلب :

- ماپ تور / حساب ڪتاب ۾ ٺڳي.
- اونڌيون پاٽيون، پاسيرا ٺويا، ته به وڪري ساڃا، ماڻهو ٺوهيا.
- چرٻٽ راجا، نڪا ساهمي نڪو وَٺُ، ڏئي به ٻڪ، وٺي به ٻڪ.

52. اهڙو ٻناڪي جو پن جي ڪڙڪي ڪي به شينهن جي گجگوڙ سڏي.

هڪڙو همراهه جهنگ مان پجندو ۽ سهڪندو پئي آيو جو هڪڙي واٽهڙوءَ ٻيهاري پڇيس: "ڇا تي سهڪ سهڪان اٿئي!"

"پنجاهي شينهن!" سهڪندي چوڻ لڳو: "پنجاهي شينهن جهنگ ۾ هيا! ساڻن مقابلو ڪيون ٿو اچان!"

"هٿين خالي!" واٽهڙوءَ وائڙو ٿيندي پڇيس: "سو به اڪيلي سر!"

"پنجاهه نه ته پنجويهه شينهن ضرور هوندا!" ڳالهه کي ڪٽائڻ خاطر ڊاڙ گهٽايائين.

"متو ته جاءِ اٿئي! جهنگ ۾ پنجويهه شينهن ڪڏ ڪيئن رهندا!؟"

" پوءِ ڏهه هوندا!"

"اڙي عقل ڳاڻ ڪائي وئي اٿئي ڇا!؟ ڏهه شينهن ڪيڏانهن گڏ ٿيندا!؟"

"ڀلا پنج ته هوندا!"

"نه! پنج به نه هوندا!"

"ڀلا به هوندا! جي اهي به نه هوندا ته هڪ ته هوندو!"

"اڙي هڪڙو هجي ها ته تون جيئرو ڪيئن پهچين ها!؟"

"ڀلا گجگوڙ ۽ ڪڙڪو ته هيو!"

"اڙي شينهن گجگوڙ ڪئي ۽ وري توکي ڇڏي ڏنائين!"

"ڀلا واءُ تي وڻن جي پنن ۾ ڪڙڪو ته ٿيو هوندو!"

"ها! اها مڃڻ جهڙي ڳالهه آهي."

مطلب:

- ڊاڙي ڊچڻ ڪانپوءِ به پيو ڊاڙون هڻندو آهي.

53. اهڙو ڀاڳيو، جهڙو سارو سنگهار

سارو سنگهار، ڪڇ طرف جو مالوند ماڻهو هئو. وٿس هزارن جي تعداد ۾ ڍور هئا. ڀاڳيو / ڀاڳ-وارو هئڻ ۾ ضرب المثل هيو. ماڻهو سندس لاءِ مثال ڏيئي چوندا هيا: "ڀاڳيو هئو سارو سنگهار، باقي ٻيون سڀ ڳالهيون !"

مطلب:

- وڏو ڀاڳيو / مالوند ماڻهو.

54. اهڙو سياڻو، جهڙو انگريز

جرمنيءَ جي ملڪ ۾، هڪڙو انگريز ريل گاڏيءَ ۾ سفر ڪري رهيو هيو. دريءَ مان منهن ڪڍي، ملڪ جو ديدار ويني ڪيائين ته مٿي تي پيل ٽوپلو هوا ۾ اڏامي وڃي ٻاهر ڪريس. تنهن تي ٽوپدان به ڪٽي يڪدم پويان اڇلايائين.

ماڻهن ۾ سندس انهيءَ حرڪت تي ٺهڪڙو پئجي ويو. هڪڙي ته ڇئي ڏنس: "هاڻي اهو اڇلايل ٽوپدان، ٽوپلي کي تو ڏانهن ڪنيي ڪٽي ايندو ڇا!؟"

"نه نه! تو شايد نه سمجهيو!" انگريز ٽوپدان اڇلائڻ بابت وضاحت ڪندي ٻڌايس: "ٽوپلي تي منهنجو نالو لکيل ڪو نه هيو. جنهنکي هٿ آيو، ان جو ٿيو. مگر ٽوپدان تي پورو اتو پتو درج ٿيل آهي. جنهن کي ٻئي ملندا ته ڪيس مالڪ جي ايڊريس جي خبر پئجي ويندي. پرائي شيءِ پاڻ واپرائڻ بدران اصل مالڪ ڏانهن ڏياري موڪليندو. هونئن به ٽوپلي ڪانسواءِ، ٽوپدان جو سفر ۾ بار ڪٽڻ اجايو آهي!"

مطلب:

- انگريز هر معاملي ۾ اڳتي آهن.

55. اهڙو سست جو، پيٽ تي پيل ٻير به کڻي نه کائي

هڪڙو سست همراهه هڪ دفعي سفر تي اسهيو. رستي ۾ جنگهه کي سٽ اچي ويس ته هڪڙيءَ ڪجيءَ هيٺان اچي ساهي پٽڻ ۽ ٿڪ ڀڃڻ ويٺو. آهليو ئي مس جو ننڊ کڻي ويس.

ننڊ دوران ڪجيءَ مان هڪڙو ڏوڪو ڪريو، جيڪو سندس مُڇَ تي اچي پيو. سجاڳ ٿيو ته دل ۾ آيس: "ڏوڪو کاوان!" پر لڱن ۾ سَتُ نه پائيندي ستو رهيو. ايترو به نه پڳس جو زبان ڊگهيري، ڏوڪو ورائي وات ۾ وجهي. پسارن ۾ پيو هيو جو هڪڙو واٽهڙو اچي اتان لنگهيو، جنهنکي سڏي چيائين: "ادا! هيُ ڏوڪو منهنجيءَ مڇ تي پيو آهي. زبان نه ٿي پهچيس، سو ته بيني بيني پير سان وات ۾ سوري وجهه! ٿڪَ، ٻُکَ ۽ اُجَ سبب ڏاڍو نڍال آهيان. من نه من سرير سامت ۾ اچي!"

"تو جهڙو هڏ سڪل، ٻڪ ۾ مري وڃي ته چڱو!" واٽ-مسافرُ، ائين چئي رمندو رهيو ۽ هن کي وسوسن ۾ ٻڏل ڇڏي ويو.

مطلب:

- مچ-ڪجي
- اهڙو سست جو ڪک ڀڃي ٻيٺو نه ڪري.

56. اهڙو سياڻو، جهڙو جيئو ڪاڻو

سياڻو هئڻ: چالاڪ هئڻ، هوشيار هئڻ.

ڪاڻو هئڻ: عيبدار هئڻ

ڪنهن به عقل جي وير يا بيربل جي منهن تي گلا سونهندي ناهي. سندس اجائي تعريف ڪرڻ به نه جڳائي. تنهنڪري سندس وارتا چترائيءَ سان اهڙن لفظن ۾ بيان ڪبي آهي جن جي ٻٽي معنيٰ هجي. گلا جي گلا ۽ تعريف جي تعريف هجي. يا ڪجهه گلا ۽ ڪجهه ساراهه هجي.

مطلب:

- چاچي به ڪونڻ، چنهنڊڙي به پائڻ.

57. اهڙو ڪنجوس جو پونئر وانگر گل سنگهي جيئرو رهي.

هڪڙي ڪنجوس کي خبر پئي ته فلاڻي شهر ۾ مها-ڪنجوس رهي ٿو، جنهن سان ڪنجوسائپ ۾ ڪو به پڄي نه ٿو سگهي. دل ۾ خواهش ٿيس: اهڙي ماڻهوءَ جو هلي ديدار ڪجي ۽ ڪانئس پڪائيءَ جا گُر سکڻ گهرجن ته جيئڻ زندگي اجا بهتر گذاري سگهجي.

ڪاهي آيو وٽس ۽ خير عافيت ڪانپوءِ مطلب تي ايندي پڇيائينس: "اٽڪل روءِ اوهان ڪيتري ۾ مهينو ڪيو ٿا؟"

"پهرين تون ٻڌاءِ!؟" ميزبان ڪنجوس ڪانئس وٺ ڏيئي سوال پڇيو: "تون ڪيتري خرچ سان مهينو ٿو ٽپائين؟"

"مان ٻڌايان؟! منهنجو ماهوار خرچ ڪيترو آهي؟" مهمان پاڻ کي حد کان وڌيڪ پڪو ظاهر ڪندي چيو: "مان ته ڇئن يا پنجن آنن ۾ مهينو ٽپايو وڃان!"

"هان! ايڏو خرچ؟" ميزبان حيرت مان وات ڦاڙي پڇيس: "ڏيئر ۽ پٽ پرٽائيندو آهين ڇا جو تنهنجوايڏو خرچ آهي؟ اڙي مان ته ٽامي جي هڪڙي پئسي سان وقت ٽپايو وڃان!"

"اهو ڪيئن ممڪن آهي؟" مهمان حيرت ۽ حسرت مان پڇيس: "پوءِ گذران ڪهڙو ٿا ڪيو؟"

"جڏهن اٽو ڪپندو اٿم ته ڪٽي ۾ دڪان تان وني ايندو آهيان." ميزبان وضاحت ڪندي انڪشافات ڪيس: "گهر ۾ پهچي وري موٽائي واٽيي وٽ اهو چئي واپس ڪندو آهيان ته گهر وارن کي اٽو نه وڻيو. پوءِ موٽي اچي ڪٽو

گهر ۾ چندبندو آهيان. منجهانئس چٽيل اتي مان چاٽي اڌ ڳوهي پاڙي اوڙي جي تتل تئي تي لولو ٿڦي ايندو آهيان. ماني هٿ ۾ ڪٽي گهٽين ۾ گهمندو آهيان. جتان ٻوڙ جي خوشبوءِ ايندي آهي، ان گهٽيءَ ۾ بيهي، ٻوڙ جي واس تي گره وات ۾ وجهندو ويندو آهيان. ائين ويلا ٽپائيندو آهيان.”

مطلب:

- اهڙو ڪنجوس جو پري کان گيهه کي ماني ڏيکاري کائي.
- اهڙو ڪنجوس جو چي: “دمڙي وڃي، چمڙي نہ وڃي.”

58. اهڙو ڪنجوس جو جيءُ گسائي، جُتي نہ گسائي.

هڪڙو شخص ڏاڍو چَمَر-چُوس هيو. هڪ دفعي رات جو ڪنهن پاسي وڃڻو هيس سو نڪري پيو. اڌ وات تي ياد پيس تہ: “گهر ۾ برندڙ ڏيئو تہ وسائي ڪين آيو آهيان. هاٽي جيسين موٽي پهچان، تيسين سمورو تيل ٻري چڪو هوندو.”

اهي پور پچائي، پويان پير ڪيائين. پنئين پير در تي اچي پهتو ۽ اتان ئي ٻانهيءَ کي هڪل ڏئي سڏيائين. ٻانهي در تي پهتي تہ کيس چيائين: “در نہ کول متان کولڻ سان چانئٺ ۽ طاق جي چوڙ گسن، تنهنڪري اتان ئي ڳالهہ ٻڌ. اڌ رستي تي ياد پيم تہ گهر جو ڏيئو وسائي ڪين آيو آهيان. سو تہ وسائي ڇڏ!”

“سائين فڪر نہ ڪيو. اهو تہ مون ڪڏهوڪو گل ڪري ڇڏيو آهي.” ٻانهيءَ حيرت ۽ نصيحت واري انداز ۾ چيس: “اوهان جي پنڌ ۾ جُتي ويچاري خواه مخواه گَنِي هوندي!”

“ان جو تون فڪر نہ ڪر!” ڏاهيءَ ٻانهيءَ کي عقل جي ڳنڍ کولي سمجهائڻ واري انداز ۾ چيائين: “جُتي ڪڇ ۾ اٿم. واري ساڳئي هنڌ پهچي پوءِ پائيندم.”

مطلب:

- ڪنجوس ماڻهو، ٽڪي ٽڪي تي ساهہ ڇڏيندو آهي ۽ پاڻ کي هلاڪت ۾ وجهندو آهي.
- اهڙو ڪنجوس جو ٻوڙ ۾ ڪريل مک کي بہ چوسي پوءِ اڇلي.

59. اهڙو ڪنجوس جو چوي: چمڙي وڃي دمڙي نہ وڃي

تمام وڏو ڪنجوس، جيڪو پنهنجي ڪل جي بہ حفاظت نہ ڪري. گرميءَ سرديءَ کان بچڻ لاءِ ڪپڙو بہ نہ وٺي.

60. اهڙو منو، جهڙو ڪنهن نہ ڏٺو

منوهڻڻ: وٽندڙ هئڻ.

ڏٺل نہ هئڻ: نئون هئڻ

دڪاندار يا ڇبي وارا، پنهنجا تول کپائڻ لاءِ اهڙي قسم جا هوڪا ناهيندا آهن جنهن سان گراهڪ ڇڪجي اچن. عيبدار شيءِ جي بہ ايڏي وڏائي چڙهائي تعريف ڪندا آهن جو نہ وٺڻ وارو بہ سٽ ڪري وٺندو آهي.

مطلب:

- پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪرڻ جهڙا جملا. اهڙا ٻيا بہ ڪوڙ جملا آهن، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا.
- ڇَپَ چِتِڙي، وَٺَ وٺي! مٽرن جي ڏڏڙيءَ لاءِ هوڪو.
- ادا مائو! وني ڪائو! مائو کپائڻ وارا، پنهنجي مائي جي تعريف ۾ چون.
- ميها، مکڻ جيها! سبزيءَ وارن جو هوڪو.

61. اهڙي ٽڪڙ جو چي: “ميٺ مٽي ۾ هجئي تہ هتي اچي ڪڍ!”

هڪڙي همراهہ جي زال کي پيڪن جهلي ڇڏيو. جڏهن بہ چار مهينا گذريا تہ اباڻڪو ۽ بيزار ٿي پيو. هڪ ڏينهن ماءُ سان ملڻ لاءِ، پٽن موڪل گهريس. ڪين موڪل ڏيڻ وقت چيائين: “ماءُ کي نياپو ڪجو تہ جي اچڻو اٿس تہ جلد اچي، نہ تہ جواب سمجهي. پل ميٺ مٽي ۾ هجيس، نياپي ملڻ کان پوءِ، اهو بہ هتي اچي ڪڍي.”

پٽ ناناٽي پهتا تہ ڏنائون: سچ پچ سندن ماءُ مٽي ۾ پيل ميٽ ڪيي رهي آهي. صابڻ جي پيٽ ۾، ميٽ دير سان وارن مان نڪرندو آهي. اجا اڌ مٽي جو ميٽ مس نڪتو هئس جو پٽن اچي ٽڪڙو نياپو ڏنس. پيڪي گهر مان بہ سِڪَ پوري ٿي چڪي هئس. نياپي ملڻ شرط ٽپڙ ٻڌي مڙس وٽ پهتي ۽ باقي اڌ ميٽ ساهري گهر ۾ ڪيڍيائين.

مطلب:

- تمام گهٽي ٽڪڙ يا اٻهر هئڻ
- اهڙي ٽڪڙ جو: "سلامن ملڻ کان پوءِ گرڙا گاهہ کائڻ حرام آهي."

62. اهڙي ڪجي جو ساڪرو سٽ سهي

شايد ميرپور ساڪري جا ماڻهو اڳ ڏاڍا ڪمزور هئا ۽ سٽ نہ سهي سگهندا هيا. جنهن سبب ائين مشهور ٿيو. اڄ جيڪڏهن ڪو اُگري ۽ نہ سهڻ جهڙي ڳالهہ ڪندو آهي تہ ڪيس منع ڪرڻ لاءِ چئبو آهي: "ميان اهڙي ڪر جو ساڪرو سٽ سهي سگهي".

مطلب:

- سهندي آهر قدم کڻجي.

63. اهڙي ڪرڻ، جهڙي ٻرڙي ڪئي ٻارن سان.

هڪڙو همراهہ ذات جو ٻرڙو، پنهنجي دوست جي گهر، مهمان ٿي ويو. صبح سان ڪيس نيرن ڪرايائون. ان کان پوءِ مڙيئي گهر جا ڀاتي روزني لاءِ سنبري نڪتا. پوئتي فقط ننڍڙا ٻار ڇڏيائون. مهمان کي چيائون: "ادا! اسان منجهند تائين موٽي ايندا سون. تيستائين ٻارن جي سنڀال لهج!"
مالڪن وئي کان پوءِ، ٻارن گهر ۾ ٻائيتال کٽي وڌو. ايڏو روچ راڙو ۽ ريهاڙيون ڪيائون جو مهمان بيزار ٿي پيو. گهڻيئي پرچائڻ جا جتن ڪيائين پر ٻار بہ پرچڻ جا نہ هيا. آخر ڳالهہ سندس برداشت کان ٻاهر وئي تہ هڪ هڪ ڪري، ٻارن کي گُنديءَ ۾ وجهي ڇڏيائين.
منجهند ڌاران، گهر-ڀاتي ٻنيءَ تان موٽيا تہ ٻارن بابت پڇيائونس.
گُنديءَ ڏنهن اشارو ڪري ٻڌايائين: "اندر آرامي آهن!"
ٻارن جي اڻ سهائيندڙ حالت ڏسي، مائٽ ڏاڍا پريشان ٿيا.

مطلب:

- تمام گهٽي جٽ ڪرڻ لاءِ، مثال طور ائين چيو ويندو آهي.

64. اهڙي ڪرڻ جهڙي، ٻرڙو ڪري ٻالي سان

هڪڙو ٻالو هڪڙيءَ رياست جو سردار / بادشاهہ ٿي ويو. اصليت ساڳي ئي هئس. راڄڌانيءَ جي هڪ ٻرڙي جي نياڻيءَ کي پنهنجي ملڪيت سمجهندي، پٽس کي گهرائي چيائين: "مون کي سڱ ڏي!"
ٻرڙو غيرت وارو مڙس هيو. گهڻو ئي تنايائين. پر وقت جي حاڪم آڏو دڙڪن دهمانن سبب، جهيڙو ڪرڻ مناسب نہ سمجهيائين. مصلحتًا وقتي ها ڪري آيو ۽ سڱ گهرڻ لاءِ ڪيس دعوت ڏئي آيو: "فلاڻي تاريخ تي، تت ٻڌڻ لاءِ اچجو. جيئن دستور آهي، تيئن گهرڻ تي ڏيندم!"
ٻالو بادشاهہ ڏاڍو خوش ٿيو. ڏنل پروگرام مطابق ڄڃ وٺي، ٻرڙي جي ڳوٺ پهتو. ٻرڙو بہ دلير مڙس هيو، تنهن اڳواٽ بارودي سرنگهون وڇرائي ڇڏيون هيون. جيئن ڄڃ پهتي تہ بارودي سرنگهن ڦاٽڻ سبب، ٻالو ڄڃ سميت اڏامي ويو.

مطلب:

- تمام گھٽي تعدي ڪرڻ.
- تمام وڏي جٺ ڪرڻ.

### 65. اهڙي ڪرڻ، جهڙي مدد خان ڪئي چاچري سان

سن1781ع ڌاري، ٻاڪاسر جي ٻن راجپوت ڀائرن جو پاڻ ۾ گاديءَ تان تڪرار ٿيو. ننڍو ڀاءُ، وڏي کي لوڌي، گاديءَ جومالڪ بنجي ويهي رهيو. ان وقت مدد خان سنڌ ۾ ڦر لٽ ڪئي پئي ته وڏي ڀاءُ کيس مدد لاءِ چيو. مدد خان لشڪر کي، ٻاڪاسر ڪوچ ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو. وچ تي ٿر جي پٽن ۾ مدد خان جي لشڪر جو سيڪو ۽ پاڻي کٽي ويو ته بيزاريءَ مان پئي ان راجا کان ٻاڪاسر لاءِ پڇيائين.

هڪ ڏينهن، سج اڀرئي مهل چاچري ۾ پهتا. لشڪر ۽ مدد خان، ڏاڍا ڪڪ ٿي پيا هيا. راجپوت جوان سمجهيو ته: وڏيڪ تڪليف سهي نه سگهندا ۽ متان خار ۾ مون کي به مارين، سو مدد خان جي پڇڻ تي ڊپ مان چاچري لاءِ چيائين: ”اهو ئي ٻاڪاسر آهي!“

لشڪر کي ڦُر لُٽ جو حڪم مليو. پناڻن ماڻهن جو عام ڪوس ڪيو. اک چنڀ ۾ لاشن جا ڍير لڳي ويا. چاچري شهر جي سمورين ڪچين ۽ ڪڪاين جاين کي باهيون ڏنائون. کن پل ۾ سجو شهر سڙي رک ٿي ويو.

مطلب:

- تمام وڏي جٺ لاءِ، مدد خان واري اها ڪاهه ضرب المثل ٿي وئي.

### 66. اهڙي ڪرڻ، جهڙي نه سمي ڪئي نه سومري ڪئي.

ميرن جي دؤر ۾ نئين ڪوٽ جي ڪنهن ٽالپور حاڪم، هڪ غريب جي سهٽي زال کسي، ان جي مڙس ۽ وارثن کي قيد ڪري ڏاڍا عذاب ڏنا. جنهنڪري راڄن جا پٽيل ۽ سڪر، وٽس ميڙ ٿي ويا. مگر هو پنهنجي رَوِش کان باز نه آيو.

انهيءَ ميڙ ۾، نئين ڪوٽ جي ٽالپر وٽ، مُهراڻي جو مير، سيد راضي شاهه لڪياري به ويو هيو. ميرن کيس به نه سڃاتو. ميرن جي ظالمانه روش ڏسي کين پاراتو ڏنائين.

ميرن جي انهيءَ ظالمانه روش تي عام ماڻهن چيو: ”اهڙي نه سمي ڪئي، نه سومري ڪئي.“

مطلب:

- حد کان وڌيڪ ظلم ڪرڻ.

### 67. اهو به وڃڻ، سهو به وڃڻ

سهو يا سهڙ، ننڍڙو جنگلي جانور آهي، جيڪو کائڻ ۾ حلال هوندو آهي. شڪاري کيس جهلڻ جيڪي تير جهڙا هٿيار استعمال ڪندا آهن تن کي اهو چئبو آهي. سهو ڊڄڻو ۽ ڀڄڻو پڻ آهي. جڏهن سندس پويان ڀڄندي ڏينهن به وڃي، تير ترڪش به وڃائجي وڃن ۽ سهو پاڻ به هٿ نه اچي ته پوءِ ان کان وڏي خواري ٿي ئي نه ٿي سگهي.

مطلب:

- وڏو نقصان ٿيڻ.

### 68. اهو پاڻي ملتان وهي ويو

آڳاٽي زماني ۾ بنارس ۾ رائي داس نالي هڪڙو موچي رهندو هيو، جيڪو ايشور جو وڏو پوڄاري ۽ گيان ڌيان ۾ پري پري تائين مشهور هيو. هڪ ڏينهن مشهور مهاتما گورکناٿ ساڻس ملڻ آيو. مهاتما کي اڃ لڳل هئي، جنهنڪري ڪانئس پاڻيءَ جي گهر ڪيائين. رائي داس جهٽ ۾ پاڻيءَ جو پيالو پري آيو، پر انهيءَ اپرانڌ مهاتما کي دل ۾ آيو ته: ”موچيءَ يا چُهڙي جو پاڻي نه پيئڻ گهرجي.“ تنهن هوندي به سندس دل رکڻ لاءِ چيائينس: ”پاڻي منهنجي گهگهيءَ ۾ وجهي ڇڏ!“

زماني جون ڳالهيون ڪرڻ بعد مهاتما اتان اٿي آيو ۽ گهگهي ڪٽي ڪبير وٽ وجي نڪتو. پاڻ ۽ ڪبير ڳالهين ۾ محو هيا تہ ڪبير جي ڌيءُ بہ اتي اچي نڪتي. ان کي بہ ڏاڍي اڃ لڳل هئي، تنهن نہ ڪئي هم نہ تم، مهاتما جي سموري گهگهي پاٽيءَ جي پي وئي.
پاٽي پيئڻ شرط، ڇوڪريءَ تي زمين آسمان جا عجيب اسرار منڪشف ٿيڻ لڳا. جڏهن ان ڪيفيت جي مهاتما کي سُڌِ پئي، تڏهن افسوس جون ڏاڍيون تريون مهٽيائين تہ پاٽي چو نہ پيتائين. پر هاٽي چا پئي ٿئي سگهيو.
تنهنڪري وري رائي داس جي گهر وجي نڪتو ۽ پاٽيءَ جي طلب ڪيائين.
"اهو پاٽي تہ ملتان وهي ويو." رائي داس ڇوڪريءَ ڏانهن اشارو ڏيندي چيس، جيڪا ان وقت ملتان ڏانهن ساهرين گهر لاءِ رواني ٿي چڪي هئي.

مطلب:

- جڏهن ڪنهن کان غفلت يا بينيازيءَ سبب موقعو هٿان نڪري وڃي ۽ ٻيهر نہ ملي سگهي، تڏهن ڪيس ٽوڪ طور ائين چيو ويندو آهي.

### 69. اهوڪي ڪجي، جو مينهن وسندي ڪم اچي.

مينهن وسندي ڪم اچڻ جو مطلب آهي، گهرج ويل يا آيل اوچتي مصيبت وقت ڪنهن شيءِ جو ڪم اچڻ.
هميشہ وچترو خرچ ڪجي. ڪجهہ کائجي، ڪجهہ بچائجي، اکي موڙي، ڌُڪ نہ ڪجي.
ماڻهن جا لڇڻ، ٽن قسمن جا آهن، هڪڙا نوراني؛ جيڪي پنهنجي ڪمائيءَ مان اڌ کان ٿورو خرچ ڪن ۽ باقي بچائين. ٻيا انساني؛ جيڪي ڪمائيءَ مان اڌ کپائين ۽ اڌ بچت ڪن. ٽيان حيواني؛ جيڪي اڌ کان وڌيڪ ڳڙڪائين ۽ ڪين جيترو پاڇي ڪن.

مطلب:

- آئيءَ ويل لاءِ بچت ڪرڻ گهرجي، وقت تي پنهنجي شيءِ ئي ڪم ايندي آهي.

### 70. اهو وات ۽ مسور جي دال

هندستان ۾ مغليہ سلطنت سڪڙجي ۽ سوڙهي ٿي، دهليءَ تائين محدود ٿي وئي تہ شاهِ عالم ٻئي کي خرچ گهٽائڻا پيا. ملازمن جي ڇانٽيءَ ۾، سندس ماهر باورچي غلام حسين بہ ملازمت مان خارج ٿي ويو.
غلام حسين، بهادر شاهہ جي وقت ۾ لال قلعي ۾ ملازمت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪامياب نہ ٿيو، جنهن ڪري لاهور ڏانهن رخ رکيائين. اتي مها راجا رنجيت سنگهہ جي دربار ۾ پيش ٿيو ۽ ملازمت لاءِ درخواست ڏنائين. مها راجا کيس سؤ روپيا مهينو ۽ کاڌي جي آڇ ڪئي. جڏهن تہ غلام حسين کي شاهہ عالم ٻيو، ٽي سؤ روپيا ماهوار ڏيندو هيو. هتي مجبورًا سؤ روپيا بہ قبول ڪيائين.
ٻئي ڏينهن غلام حسين مسور جي دال رڌي، جيڪا ڏاڍي لذيذ ۽ سُڏاڏي هئي. سيني کي ڏاڍي وڻي. هاٽي روزانو غلام حسين کان مسور جي دال جي فرمائش ٿيڻ لڳي. هن بہ پنهنجي فن جا هٿ ڏيکارڻ شروع ڪيا. روز مختلف ذائقي واري دال پچائڻ لڳو. ڪڏهن ڪٿوريءَ جي خوشبوءِ تہ ڪڏهن عنبر تہ ڪڏهن زعفران جي خوشبوءِ واري دال رڌڻ لڳو.
رنجيت سنگهہ حسبِ عادت هفتي تي محل جي خرچن جو حساب ڪندي، دال جو پنجهتر روپيا ڏيهاڙيءَ جو خرچ ڏسي ڏمرجي پيو. غلام حسين کي گهرائي ڏهڙ ڏنائين؛ "گوشت رڌڻ واري بورچيءَ جو ڏيهاڙيءَ جو خرچ ايڪويهہ روپيا آهي، جڏهن تہ تنهنجو دال تي پنجهتر روپيا آهي. سو چو؟"
غلام حسين، قيمتي مصالحن جو حوالو ڏيندي کيس چيو؛ "مشڪ، ڪٿوري ۽ عنبر وغيره جي ڪري خرچ وڌو ٿو ٿئي."
"پوءِ! خرچ ۾ ڪا گهٽتائي ٿي سگهي ٿي يا نہ!"رنجيت سنگهہ کانئس پڇيو.

”مان فقط اهي ڪاڌا، انهيءَ نموني سان تيار ڪري سگهندس، جهڙي نموني شاهه عالم ٻئي جي دور ۾ ڪندو هيس.“ غلام حسين رد ڏيندي چيس: ”هاٿي پئسن جي بچت خاطر پنهنجي فن کي داغدار ڪين ڪندس.“
انهيءَ تي ڪيس نوڪريءَ مان جواب مليو ته قسمت آزمائڻ خاطر، بهاولپور لاءِ پيرين پنڌ نڪري پيو.
رنجيت سنگهه جي ڀاتين کي ڄاڻ ٿيو. تن رنجيت سنگهه کي، غلام حسين جي نوڪري بحال ڪرڻ لاءِ، راضي ڪري ورتو. خاص ايلچي غلام حسين جي پويان موڪليائون. جيڪو ڪيس رستي ۾ وڃي پهتو ۽ خوشخبري ٻڌايائينس، پر غلام حسين نابري واريندي چيس: ”اهو وات ۽ مسور جي دال!“

مطلب:

- اهڙي موقعي تي چئبو آهي، جڏهن ڪو شخص پنهنجي اهليت ۽ حيثيت کان وڌيڪ ڪنهن ڳالهه جي دعويٰ ڪري.

71. ائين ڊڄڻ، جڻ ڪرمچند ڪيڊ پيو هجي.

لاڙڪاڻي شهر ۾ ڪرمچند نالي وڪيل ٿي گذريو آهي، جيڪو جنهن به ڪيس ۾ هٿ وجهندو هيو ته ڇڪڙ ٿي پوندو هيو. جوابدار ڊر کي بيزار ڪري ڀڄائي ڇڏيندو هيو. جوابدار ڊر يا دعويٰ ڇڏي ڀڄي ويندي هئي يا ڪيس تان هٿ کڻي ويندي هئي.

مطلب:

- ڪنهن به معاملي مان ڀڄي وڃڻ واري کي، مثال طور چئبو آهي: ”ائين ڊڄي ويو آهي، جڻ ڪرمچند ڪيڊ پيو اٿس.“

72. ائين ساڙڻ جيئن باندر لنڪا ساڙي

لنڪا جو هڪڙو سيلاني، سنڌ جي ڪنهن پوئتي پيل ڳوٺ ۾ سفر ڪندو پهتو. ڳوناڻن کي لنڪا جون گهڻيون ڳالهيون ٻڌايائين، جنهن ۾ باندر جي لنڪا ساڙڻ واري ڳالهه پڻ هئي. جنهن تي ڳوناڻن پڇيس: ”اسان کي ٻڌاءِ ته باندر ڪيئن ٿو لنڪا ساڙي سگهي! اها ڳالهه اعتبار ڪرڻ جهڙي ناهي.“
”سمجهه ۾ نه ٿي اچيوَ!“ لنڪائيءَ، کين سمجهائڻ خاطر چيو: ”هتن تي پرتا ڪري، ثابت ڪري ڏيکاريانوَ! پوءِ ته اعتبار ڪندؤ!“
”نيڪ آهي!“ ڳوناڻن کيس آزمودو ڏيکارڻ لاءِ عرض ڪيو: ”اسان کي ڪري ڏيکار ته باندر لنڪا ڪيئن ساڙي، پوءِ اسان تو کي سچو مڃيون!“
لنڪائيءَ ڏٺو ته هنن جا گهر جيئن ڪکاوان آهن، تيئن سندن دماغ ۾ به ٻُهه ڀريل آهي. تڏهن ڳالهه نه ٿي مغز ۾ ويهين. کين هٿن تي پرتا نه ڪري ڏيکاربا ته وسهندا ئي ڪين. ارادو پڪو ڪري، کين چيائين: ”ڪپهه، تيل ۽ ٻلو ڪٺي اچو!“
ڳوناڻن ٽئي شيون ترت مهيا ڪيس.
ٻلي جي پڇ کي، ڪپهه جو مُئو ويڙهي مٿس تيل هاري، ڏيکاريائينس تيلي. باهه لڳڻ سان ٻلو چرڪ ڀري وڃي ڀڄڻ ۽ ٽپڻ لڳو. ڪکاون ڪوڻن ۽ ڳُڏن تي جيئن ٽپندو ۽ ليٽڙائيون پائيندو پئي ويو، تيئن باهيون ڏيندو پئي ويو. وسائڻ لاءِ ڳوناڻن ته گهڻيئي وس ڪيا پر باهه هجي هڪ هنڌ ته وسامي. هتي ته چاليهي جي باهه تي، ڳوٺ ئي شمشان گهاٽ ٿي ويو ۽ جهٽ پلڪ ۾ سڙي ڀسم ٿي ويو.
”هيءُ ڪهڙو انڌير ٿيو!“ ڳوناڻن منهن مٿو پٽيندي ۽ لُوپيندي چيس.
”توهان کي اعتبار نه پئي آيو ته باندر به لنڪا ساڙي سگهي ٿو.“ لنڪائيءَ کين زبرو دليل ڏيندي چيو: ”تڏهن توهان کي اکين تي پرتا ڪري ڏيکاريم!“

مطلب:

- ننڍي وڏ مان بہ نفعو يا نقصان ٿي سگهي ٿو.

73. ائين ساهہ گهُٽي ڪائي وڃڻ، جيئن ڳل جا ڳدرا

ماتليءَ پاسي، گهلو واه جي ڪڙ سان، ڳل خاصخيليءَ نالي ڪوپو مڙس، ڳدرن جي واڙي ڪندو هيو. مسافر يا ڳوناٽا، سندس واڙيءَ ۾ اچي، ڳدرا وٺي کائيندا هيا. مڙس وڏي تڏر وارو هوندو هيو. ڪير بہ ڳدري جي ڪؤڙي هئڻ جي شڪايت ڪندو هئو تہ يڪدم ڪيس دڙڪو ڏئي چوندو هيو: ”ڳل خاصخيلي منهنجو نالو آهي، ساه گهٽي ڳدرو ڪائي وڃ“.

مطلب:

- هر نہ وٽندڙ ڳالهہ کي برداشت ڪرڻ لاءِ چئبو آهي: ”ائين برداشت ڪر يا ڳالهہ گهُٽي چڏ، جيئن ڳل جا ڳدرا!“

74. ائين مار ڪائڻ، جيئن اٺ پٽڻ ڪائي

اٺ خشڪيءَ جو هيڙو آهي، پر پاڻيءَ کان ڊڄندو آهي. پاڻيءَ جا ڳپ ۾ بہ ڏکيو پير وجهندو آهي. پٽڻ تي، ٻيڙيءَ ۾ چڙهڻ مهل بہ پير رکڻ کان پيو ڪيٻائيندو آهي. ڏاڍي ڏکيائيءَ سان چڙهندو آهي. هڪڙو ماڻهو ٻيڙيءَ تي چڙهندو آهي ۽ ٻيو پويان ٻانا هڻندو اٿس. تڏهن مس مس چڙهندو آهي. چڙهڻ مهل بہ ڏاڍيون گوڙيون ڪندو آهي. رينگندو آهي ۽ مار ڪائيندو آهي.

مطلب:

- تمام گهڻي مارڪائڻ

75. ايتري ٻَڏَ ڪجي، جو ساڪرو سَٽِ سهي سگهي

ميرن جي زماني ۾ دستور هيو تہ فصل تيار ٿيڻ وقت، ڍل لاءِ ميرن جا خاص مقرر ٿيل ٻاڏار ايندا هيا. جيڪي ٻنيون گهمي، اَنَ آهر ٻَڏَ ڪندا هيا. هاري ٻَڏَ جي حساب سان، اَنَ جو ٽيون حصو ڏيندا هيا. گهٽ- وڌ اَنُ ٿيو تہ اها سندس قسمت. هڪڙي سال ساڪري، طرف ٻاڏار آيا ۽ تمام سخت ٻَڏَ ڪيائون. هڪڙي هاريءَ اهڙي ڏاڍ تي دانهن ڪندي چيو: ”ايتري ٻڌ ڪيو، جو ساڪرو سٽ سهي سگهي!“

مطلب:

- اهو جملو، وڏي ڏاڍَ لاءِ، ضرب المثل طور ڪتب ايندو آهي.

76. ايڏو ڊگهو، جيڏو شيطان جو آنڊو.

شيطان ۽ سندس عضوا، ان ڪري ڊگها سمجهيا ويندا آهن جو اهو جتي ڪٿي ساڳيون حرڪتون ڪندو ٿو رهي.

مطلب:

- تمام گهڻو ڊگهو

77. بابل جو کوهہ

بابل جي کوهہ ۾، بہ فرشتا؛ هاروت ۽ ماروت، قيد آهن. ٻنهي کي، آزمائش طور، انساني شڪل ڏيئي زمين تي لاٿو ويو هيو. انهن زمين تي رهي گناهہ ڪيا ۽ هن دنيا جي سزا قبول ڪيائون. ڪين قيامت تائين، سزا طور، کوه ۾ لڙڪائي رکيو ويو آهي.

78. بادو ٻي ميار

لاڙ طرف بادي نالي هڪ شخص هيو، جيڪو بلڪل چرٻٽ قسم جو ماڻهو هيو. سدائين ابتيون سبتيون ڳالهيون پيو ڪندو هئو. ان ڪري سندس ڳالهين تي ڪير بہ توجهہ نہ ڏيندو هئو. جيڪڏهن ابتي سبتي ڳالهہ

ڪري وجهندو هيو تہ چوندا هيا: ”بادو، بي ميار آهي!“

مطلب :

- دنياداريءَ يا تعلقداريءَ کان بي پرواهہ شخص لاءِ چئبو آهي: فلاڻو بادو بي ميار آهي.

### 79. باغ جي موري

باغ، قيمتي ٻنيءَ جو قيمتي فصل آهي. جڏهن تہ موري سادي زمين جي واڙيءَ جي پيداوار آهي. موري، گاهہ يا ڀاڄين وانگر پوکبي آهي. انبن، نارنگين وغيره جي باغن وانگر، ان جي سيوا نہ ڪبي آهي.
جيڪڏهن ٽرڙو ماڻهو، پنهنجو پاڻ پڏائڻ لاءِ، لاڦ هڻي تہ ڪيس آئينو ڏيکارڻ لاءِ يا سندس وات بند ڪرائڻ لاءِ ائين چئبو آهي: ”تون ڪهڙي باغ جي موري آهين؟!“

مطلب :

- بي حيثيت هئڻ.

### 80. برساتي ڏيڏر

ڏيڏر، پاڻيءَ جو ساهدار آهي. خشڪيءَ تي تڏهن ايندو آهي، جڏهن اتي پاڻي جام ٿيندو آهي. خاص طور تي برسات جو پاڻي جام ٿيڻ تي ڏيڏر ٻاهر اچي ٽان ٽان ڪندا آهن.

مطلب :

- موقعو ڏسي ٽان ٽان ڪندڙ لاءِ ٺوڪ طور ائين چئبو آهي.

### 81. بروهڪي ٽوٽي

هڪڙو بروهي ۽ ٻيو ڄاموٽ، پاڻ ۾ گهاٽا دوست هيا. هڪ دفعي ڄاموٽ پنهنجي گهر جي مَنَهَ لاءِ بروهيءَ کان ٽوٽي وٺي آيو ۽ مَنَهَ ۾ هڻي مَنَهُ تيار ڪيائين. هاڻي اهو بروهي روزانو ماني کائڻ وقت سندس گهر ۾ ويهي، پنهنجي ٽوٽيءَ جي تعريف ڪري، ماني ڪائي هليو ويندو هيو. هلي هلي ڄاموٽ، بروهيءَ جي ان رَوِش کان تنگ ٿي پيو. نيٺ هڪ ڏينهن ڪاوڙ ۾ اچي مَنَهُ ڊاهي ٽوٽي ڪڍي ڏنائينس ۽ چيائينس: ”آئنده هتي نہ ايندو ڪر!“
اها ڳالهہ سبيءَ ۾ بروهڪي ٽوٽيءَ جي نالي سان ۽ سنڌ ۾ بروچڪي ٽوٽيءَ جي نالي سان مشهور ٿي وئي.

مطلب:

- جيڪو ماڻهو پنهنجي ڪيل ننيڙي احسان کي جتائي جتائي، گهڻا فائدا وٺي يا وٺڻ جي ڪوشش ڪري، ان لاءِ ٺوڪ طور ائين چئبو آهي.

### 82. بڪرءِ تغلب وارو جهيڙو

زمانہ جاهليت ۾، بڪر ۽ تغلب قبيلن جي وچ ۾، مشهور جنگ لڳي، جيڪا سنہ 494ع کان 534ع تائين هلي. انهيءَ لڙائيءَ جو بنياد هيئن پيو. هڪڙي ماڻهوءَ جو اٺ، پرائي پوک ۾ پيو. پوک جي مالڪياڻيءَ اٺ کي ماري وڌو. اٺ جي مالڪ، عورت جا ارهہ ڪپي ڦٽا ڪيا. انهيءَ تي ٻنهي قبيلن ۾ جنگ ڇڙي پئي ۽ آهستي آهستي ساري عربستان جا قبيلا، ان ۾ شامل ٿي ويا. انهيءَ جنگ ۾ ستر هزار ماڻهو قتل ٿي ويا.

مطلب:

- ٿوريءَ ڳالهہ تان، وڏو نہ نبرڻ جهڙو جهيڙو ٿئي تہ ائين مثال ڏنو ويندو آهي.

### 83. ٻڪين- ٽوڙ

هڪڙي همراهہ تازو شادي ڪئي هئي. پائرن ڪيس هڪ ڏينهن ڪوڏر جي ڪم لاءِ سڏيو. تنهن تي زال کي چيائين: ”رن! رهہ-چنجڻ ڪٽي ڏي تہ پائرن سان پاءُ ۽ شريڪن سان شريڪ ٿيان!“

شاديءَ ڪانپوءِ پهريون دفعو ڪم پئي ڪيائين، سو ڏاڍو دل سان ڪيائين. جنهن ڪري ٽڪجي به ڏاڍو پيو ۽ عضوا به چڙهي پيس.
پائرن جڏهن بئي ڏينهن به اچي ساڳيي ڪم لاءِ هڪل ڏنس ته سور- ڀري سان اٿندي، چنگهي زال کي چيئين: "رن! ٻڪين-ٽوڙ ڪٽي اچ ته پائرن جو منهن ڪارو مليان!"

مطلب:

- رهـ-چنجڻ : دلپسند اوزار، ڪوڏر وغيره
- ٻڪين-ٽوڙ : سخت ٽڪائيندڙ اوزار يا ڪم. هارين وٽ ڪوڏر لاءِ اصطلاحي نالو.

84. ٻُنگاهي جهيڙو

ٻُنگاهه، جهل مگسيءَ جي اتر طرف، هڪ واديءَ جو نالو آهي. هن علائقي ۾ هڪ پيري، رند، جمالي، چانڊيي ۽ مگسي قبيلن جي وچ ۾ چتي جنگ لڳي هئي. جنهن ۾ سوين جانيون ضايع ٿيون هيون. ماڻهن جي اهڙي ڪشت و خون بعد اها ڳالهه، جغدالي محاوري ۾ سخت جنگ جي لاءِ ضرب المثل طور مشهور ٿي وئي.

مطلب:

- جڏهن ٻن ڌرين ۾ اوچتو ۽ وڏو جهيڙو ٿي پوي ته مثال طور ائين چئبو آهي: "فلاڻن ۾ ٻُنگاهه ٿي ويو آهي".

85. ٻٽي ته ٻٽي، نه ته دال ماني گهٽي

ڪنهن ڏکئي ڪار وهنوار ۾ هٿ وجهڻ وارا، آئت طور ائين چوندا آهن.

مطلب:

- جيڪڏهن اهو واپار / نوڪري ڪامياب وئي ته واه واه، نه ته گهر ۾ دال ماني ملي ٿي پئي.
- جنهن ساس ڏنو آهي، سو گراس به ڏيندو.

86. ٻٽي ته ٻٽي، نه ته دائود خان پٽي

87. ٻوٽ- چٽائو

جيڪو ماڻهو، پنهنجي محنت ڪري گذر سفر ڪرڻ بدران، وڏن ماڻهن جي ٽِنڊوالي ڪري، تنهن کي ٽوڪ طور ائين چئبو آهي.

88. ٻور جا لڏو

ڪٽڪ جي چاڻ کي اردوءَ ۾ ٻور سڏبو آهي. ڪنڊ جو ريهو ڏيئي، منجهانئس لڏو ناهبا آهن. سستا هئڻ سبب هر ڪو وني سگهندو آهي ۽ بي لذت هئڻ سبب نڳجي پوندو آهي. چو جو ٻور جي لڏن لاءِ مشهور آهي ته جيڪو کائي سو به پڇتائي ۽ جيڪو نه کائي سو به پڇتائي.

مطلب:

- بظاهر سهڻي ۽ اندر ۾ خراب شيءِ لاءِ مثال ڏبو آهي . يا "دهليءَ جا لڏو، جو کائي سو پڇتائي، جو نه کائي سو به پڇتائي".

89. ٻيبي ننڍي، برقعا ڀاري.

برقعو: پردو، وڏي چادر
ننڍي نيٽي زال، وڏيءَ جي پيٽ ۾ هرڪو پيو لڪائيندو آهي ۽ ڪيس برقعن ۾ ويڙهيندو آهي. چو جو گهٽو

انديشو هوندو آهي تہ ان کي ئي پيا ڏسندا. ڪراڙيءَ کي پنهنجو مڙس جي نہ ٿو ليکي، تہ مڙس جي نظرن ۾ ڏانهنس ڪنهن جي بہ نظر نہ ٿي ڪجي. ان ڪي پردو گهٽ پر نندڍيءَ کي وڏا ياري برقعا پيو پارائيندو.

مطلب:

- هر قدم نهندڙ آهر ۾ سونهائيندو ڪٽجي.
- هٿ سهائيندو ڪائجي، لوڪ سهائيندو پائجي.
- هوند ٿوري، ڦاها وڏا ڦڪڻ. ورجيس
- وت ٿورو، ڦر ڦر گهٽي. ورجيس
- باري ڪٽن بار، ناهي ڪم ڪچن جو
- نينگر نندڍي، جمعا گهٽا

### 90. بي جمالو

ڪنهن زماني ۾، بي جمالو نالي هڪ ڪراڙي، اوڏ شهر ۾ رهندي هئي. سندس عادت هئي تہ هِتان جي ڳالهہ هُتي ۽ هُتان جي ڳالهہ هِتي ڪري فساد ڦهلائڻ ۽ جهيڙا ڪرائڻ. جنهن ڪري مشهور ٿي ويو هئو تہ: "ڳالهہ لڪائي ڪر، بي جمالو نہ اچي وجي".

مطلب:

- جيڪو بن ۾، ڪانا ڦوسي ڪري ڦيتاڙو وجهرائي، ان لاءِ ائين مثال ڏبو آهي.

### 91. بارنهن گدرا، تيرنهن لاڳدار

هڪڙو هاري، روزانو واڙيءَ مان گدرا پٽي، شهر ۾ اچي وڪڻندو هو. شهر جا چڱا مڙس ۽ ڪاردار، ڏيهاڙي ٽئڪس جي بهاني، ڪانئس گدرا ڪڻندا هئا. هڪ ڏينهن واڙيءَ مان فقط بارنهن گدرا هٿ آيس.
شهر ۾ پهتو تہ هر لاڳدار جو ماٿهو پهتس. بارنهن ئي گدرا، قاضي، ڪوتوال وغيره کي ڏياري موڪليائين.
آخر ۾ چوڪيدار بہ لٺ ڪٽي اچي مٿان بيٺس: "منهنجو لاپو بہ ڏي!"
"اچ تہ بچيو ئي ڪجهہ نہ! وِڪري تہ وِڪريءَ جي ماڳ، لاڳ بہ پورو نہ ڏئي سگهيو آهيان!"
"چو!؟" چوڪيدار چيس.
"هيا ئي بارنهن گدرا، هاڻي حال اهو آهي جو ...." هاريءَ وضاحت ڪندي ٻڌايس: "بارنهن گدرا، تيرنهن لاڳدار!"

مطلب:

- سون کان سون جي گهڙائي مهانگي.
- انين آني اٺ، بارنهن آنا گهلاٽي، ڪري ڪوهہ ۾ تہ ڏيڍ روپيو ڪياٽي.
- ٽڪي جي ڪتي، ڇهہ پئسا گهلاٽي
- پئسي جي ڪتي، ٽڪي جا ڪائي ٽڪر.

### 92. پاهران چڪي مڪي، اندران ٻڙٻڙ ڪي

جيڪو پاهران صاف سٿرو نظر اچي ۽ گهر ۾ ڪن هجيس، تنهن لاءِ ائين چئبو آهي.

### 93. پائي جو پائو، تيوڻ جو تيوڻ

"پائي!" هڪڙي همراهہ هندن جي پائي کان پڇيو: "نالو چا اٿئي!"
"واڱڻ مل!" پائي جواب ڏنس.
"واهہ جو نالو رکايو اٿئي!" پڇندڙ عجب مان چيس.
"چو؟! انهيءَ ۾ تعجب جي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟"
"نالي جو نالو رکرايو اٿئي! منهنجو مطلب آهي تہ!" همراهہ وضاحت ڪندي چيس: "پائي جو پائو، تيوڻ جو

تيوڻ!”

مطلب:

- دوائي ڪي دوائي، منائي ڪي منائي.
- هڪ شيءِ جا ٻه نالا ۽ مفهوم هجن ته ٺوڪ طور ائين چيو ويندو آهي.
- پيٽيو: ڪاڪي جو ڪاڪو، تيوڻ جو تيوڻ.

### 94. ٻيرن ڪان ٻير گهرڻ

ٻير جي وڻ ۽ ٻير جي وڻ جي شڪل هڪجهڙي ٿيندي آهي. جنهن ٻير مان ٻير پٽي يا چاٽي ڪاڏا هوندا، تنهنکي ٻير جو وڻ ڏسي اهي ياد ضرور ايندا. اها ٻي ڳالهه آهي ته منجهانئن ٻير هرگز ڪين ملندا.

مطلب:

- اڻ ٿيڻي ڪم لاءِ هٿ پير هڻڻ مان ڪجهه به نه ورندو.

### 95. ٻہ- جويو

جنهن کي ٻہ جويون يا گهر واريون آهن، تنهن کي گهر ۾ وڏا مسئلا آهن. هڪڙيءَ جا مطالبا پورا ڪندو ته ٻي منهن سڄايو ويني هوندس. ڏاڍي مشڪل ۾ گذاريندو آهي.

مطلب:

- ڏکي زندگي گهاريندڙ.
- ٻہ- جويي کان سُکيو.
- ٻن جوين جو وَرُ، تنهن جو جيئري ئي جهنم ۾ گهر.

### 96. ٻہِ جوئي وارو حشر. (ورجيس)

هڪڙو مڙس ٻہ جويون پرڻيو هو، تن مان هڪڙي ماڙيءَ تي ۽ ٻي هيٺ گهر ۾ رهندي هئي، ۽ پاڻ واري تي وٽن ويندو هو. هڪڙي ڏهاڙي اُهو مڙس وچائتيءَ لاءِ ڪنهن ٻئي ڳوٺ ۾ ويو. رات جو چور هڪڙو سندس گهر ۾ آيو، ۽ هري هري ماڙيءَ جي ڏاڪڻ تي چڙهڻ لڳو. هيٺئين گهر واريءَ زال پنهنجو مڙس ڄاڻي سمجهيو ته ماڙيءَ واريءَ زال وٽ ٿو وڃي؛ تنهن پهاڇپي جي تعصب کان ڊوڙي پيرن کان ورتس. پر ايتري ۾ چور جو مٿو ماڙي جي مٿئين در وٽ آيو. تنهن کي ماڙيءَ واريءَ پڻ پنهنجو مڙس ڄاڻي سمجهيو ته متان وري پنتي وڃي، تنهن ٺَٺَ وهندي ڊوڙي ڏاڙهيءَ مان ورتس. چور ويچاري ڊپ جي ماري ڪڇيو ڪين؛ ۽ سڄي رات سور سهي لنگهايائين. صبح جو چور کي جهلي چبوتري تي نيائون؛ اُتي چيائين ته سچ چوري ڪرڻ لاءِ ويو هوس، تنهن بدران جيڪا جٺ وٺيو سان ڪريو؛ پر ٻہ جويون نه پرڻائجوم؛ چاڪاڻ ته ٻہِ جوئي جي پاران رات هيتري جٺ ٿي اٿم. حاصل هي ته جڏهن ٻن جوين واري جو حال اهو، تڏهن گهڻين جوين واري جي گهر مان ٺمجَهڻُ ڪٿان ويندو؟

مطلب:

### 97. ٻڌڻ وسري وڃڻ، لڌڻ ياد پوڻ/اچڻ

ڪنهن ڪسي ڪم ڪرڻ تي، خبر پوڻ ڪانپوءِ، هر حيادار کي شرم ايندو آهي. بي حياءَ ماڻهوءَ کي بجاءِ شرم اچڻ جي، ويتر مذاق سُجهي ايندي آهي. اهڙيءَ حالت ۾، اهڙي بي حياءَ ۽ نؤد لاءِ ٺوڪ طور ائين چئبو آهي.

مطلب:

- جيڪو غلط ڪم تي پشيمان ٿيڻ بدران الٽو بيهي ڏند ٽيڙي ۽ ٺهڪ ڏئي ڪلي تنهن لاءِ چئبو آهي: ٻڏڻ ويو وسري، لڏڻ آيو ياد.
- شرم ويو آهي شڪارپور، لچ وئي آهي لاڙڪاڻي.
- شرم ويو شڪار تي، لچ وئي لال تي.

### 98. ٻروچڪو ٽوٽو

آڳاٽي وقت ۾، حڪيمن ۽ ڊاڪٽرن جي کوٽ سبب، اڪثر ماڻهو جهونن / وڏڙن کان پنهنجو توڙي جانورن جو علاج، سٽين ڦڪين، دعائن ٽوٽن، دونهين يا ڏنين وسيلي ڪرائيندا هيا. جن مان، اتفاق سان، ڪي شفاياب به ٿي پوندا هيا. اها ڳالهه سبيءَ طرف ٻروچڪي ٽوٽي جي نالي سان مشهور ٿي وئي.

مطلب:

- چٽڪو ٽوٽو يا ديسي ٽوٽو، علاج طور استعمال ٿئي ته ائين مثال ڏبو آهي.
- سنڌي سليمي علاج ڪرڻ.

### 99. ٻروچڪي جنگهه

هڪ ڀيري، هڪڙي سنڌيءَ ۽ ٻروچ جي وچ ۾ ملهه جو مقابلو ٿيو. پهرين ملهه سنڌيءَ هنئين. تنهن تي ٻروچ چيو: "ٻي ملهه جنهن هنئين، ملهه ان جي!"

اهڙيءَ طرح ٻي ملهه به، سنڌيءَ ماري پر هينان هوندي ٻروچ ٽنگ ورائي سنڌيءَ جي مٿان رکي ڇڏي. ٻروچ پنهنجي ٻروچڪي ڏاڍر رکي، سنڌيءَ کي چوڻ لڳو: "ملهه منهنجي آهي، مون دسي آهي. ڏس! منهنجي جنگهه تنهنجي مٿان آهي!"

سنڌي گهڻوئي ڦٿڪيو / ڦٿڙيو، پر ٻروچ پنهنجي ٻروچڪي زور تي شرط کٽي ويو.

مطلب:

- جيڪو پنهنجي گهٽتائيءَ کي لڪائي، اڳلي مٿان زوريءَ فيصلو مڙهي ته ڪيس ٽوڪ طور ائين چئبو آهي: "تو ته ٻروچڪي جنگهه رکي آهي!"

### 100.ٻِلهاڙو

سنڌ ۾ ملهه واري زور آزمائيءَ کان پوءِ ٻيو نمبر ٻلهاڙي جو آهي. ملهه جو مطلب ٿيو: جي دشمن پاڪرين اچي پئي ته ان کي ڪهڙي زور ۽ ڪهڙي انگ سان زير ڪجي ۽ ٻلهاڙي جو مطلب ٿيو ته جي دشمن حملو ڪري ته انهيءَ کي ڪيرائي پاڻ ڇڏائجي. يا دشمن حملو ڪري ته ان کي ڪيئن جهلي پنهنجي قبضي ۾ ڪجي. اهي سيئي انگ ٻلهاڙي ۾ ملن ٿا.

مطلب:

- جيڪڏهن ڪنهن ڪچهريءَ ۾ آڏيون ابتيون ڳالهيون ۽ لڙ بڪيڙو ٿئي يا پاڻ ۾ ٻکين پئي وڙهن ته انهن لاءِ مثال ڏبو آهي: "فلاڻن ته ٻلهاڙو ڪٽي وڌو آهي!"

### 101.پِچ چريا! اجهي مست آيا

### 102.پچندڙن جي اڳ ۾، لڪندڙن جي پٺ ۾

### 103.پڳي سان ٺي پيرِ، جاسين رتو راس ٿئي

اڳي جڏهن ڪپڙن اٽڻ جا ڪارخانا نه هيا، تڏهن چرخي يا ائٽ جو رواج گهڻو هوندو هو. هر عورت وٽ وِٽَ آهر، چگيرڙو ائٽ هوندو هيو. غريب عورتن وٽ غريباڻو ته شاهوڪار زالن وٽ رنگين، سهڻو ۽ قيمتي

هوندو هئو. غريب عورتون ٻک کان ۽ ڏنتي ڪرڻ خاطر جڏهن تہ شاهوڪار زالون، وندر ۽ وقت گذاري لاءِ رکندين هيون.
هڪڙيءَ غريب عورت جو گذر سفر ائٽ ڪتڻ تي هئو. هڪ ڏينهن اهو پڇي پيس. تنهنڪري گهر ۾ ڏاڍي تنگي تي پيس. ڪنهن ڏاهيءَ کي ائٽ ڏيکاري صلاح پڇيائين، جنهن چيس: "ڪنهن ڪاريگر کي ڏيکار."
ڪاريگر وٽ وئي جنهن نئين ۽ رنگين ائٽ نهرائڻ جو ڏس ڏنس. هٺندي مارينديي نئين نهرائڻ لاءِ راضي تي وئي ۽ ڪيس نئين ائٽ جوڙڻ لاءِ پيشگي رقم پڻ ڏنائين. ڪايگر نئون ائٽ ناهڻ لاءِ سندس سامهون رٿيو پر مڪمل تي راس ٿيڻ لاءِ ڪانئس مهلت گهريائين. گهر موٽي آئي، پر واندو ويهڻ ڪانئس پڄگو ئي نہ پئي.
زالن جي وندر ئي گهر جو ڪم ڪار آهي. واندي ويهڻ کان پنهنجي ساهيڙيءَ ڏي وئي ۽ چيائينس: "ادي، ٻن چئن ڏينهن لاءِ، چرخو تہ اُڌارو ڏينم."
"ادي! پڳي سان ئي پير، جيسين رِٿو راس ٿئي." ساهيڙيءَ اُمالڪ ورندي ڏيندي چيس.
مطلب :
- پڳل ائٽ سان ئي ٿورو گهڻو ڪم ڪار ڪندي رهُہ، جيستائين رٿو (جنديءَ چڙهيل ائٽ) نهي تيار ٿئي.
- ٿوري گهڻي يا سادي سودي چيز سان ڪم کي هلائڻ ڪپي.

### 104.پلو مسخرو

پلو مسخرو، تعلقي شاهہ بندر جي ڳوٺ قادر ڏنو شاهہ جو رهاڪو هئو. ذات جو ٿانديو ۽ قوم جو ملاح هئو. ڏاڍو چرچائي ۽ حاضر جواب هئو. انهيءَ ۾ ضرب المثل تي ويو هيو.
مطلب:
- ڏاڍا چرچا ڪندڙ ۽ حاضر جواب ماڻهوءَ کي چئبو آهي: "تون تہ بنهہ پلو مسخرو آهين!"

### 105.پنيور کي باهہ

ڪنهن جي اهڙي ڳالهہ جيڪا هنڌين ماڳين پکڙجي وڃي، تنهن لاءِ ڪنايتًا چئبو آهي: "پنيور کي باهہ لڳي وئي آهي".
جنهن جي ڳالهہ تان دشمنيون ڦهلجن، اها ڳالهہ ڪرڻ واري کي ٽوڪ طور چئبو آهي: "پنيور کي باهہ ڪيئن ڏنئہ؟"
مطلب:
- وڏو مسئلو ڪڙو ڪرڻ.

### 106.پنگان چيز ٻڏن، لندي رووي ڪٽڪ ڪون

ڪٽڪ ۽ پنگ جي پوک، هڪ ٻئي جي پرسان ٿيل هئي. وچان صرف وڏو ٻنو ٻڌل هو. اوچتو مينهن اهڙو وٺو، جو ٻئي فصل، پاڻيءَ هيٺ اچي ويا. ڪٽڪ جي پوک ڪندڙ هاريءَ جي زال، اهو زيان ڏسي، روئڻ لڳي.
هڪڙو موالي بہ اُتان اچي لانگهائو ٿيو، جنهن مائيءَ کي روئندو ڏسي چيو: "پنگان جهان چيز ٻڏن، لندي رووي ڪٽڪ ڪون."
مطلب:
- هرڪنهن کي پنهنجي دل واري شيءِ وڻي ٿي.

### 107.پوت تي لڳڻ

گمان آهي تہ هي اهي پڙڪيل روح آهن، جيڪي گنهگار ماڻهن جي جسمن مان نڪتا آهن ۽ گهڻو ڪري ويران يا سنسان جاين تي رهندا آهن. ڪين بد روح بہ سڏبو آهي.
مطلب:

- جيڪو ماڻهو ضد پئجي وڃي ۽ نہ ڇڏي تہ ان لاءِ ائين چئبو آهي: "فلاڻو تہ پوت تي لڳو آهي!"

### 108.پولانات

اڳئين زماني ۾، پولانات نالي هڪڙو بيوقوف برهمڻ هئو جيڪو ڪوڙيون خبرون ٻڌائي، ماڻهن کي ڦريندو هيو.

مطلب:

- بيوقوف کي پولانات سڏبو آهي.

### 109.پولڙي وارو انصاف

ٻن ٻلن، مائي جو هڪ ٽڪر لڌو. پاڻ ۾ اڌ و اڌ ڪرڻ تي نهيا نہ پئي. نيٺ صلاح ڪيائون تہ انصاف سان ورهاست ڪرڻ لاءِ ڪنهن ٽياڪڙ وٽ هلجي. پاڻ ۾ اهو فيصلو ڪري، پولڙي وٽ آيا ۽ پنهنجي مدعا پيش ڪيائون.

پولڙي مائي جا ٻہ ٽڪر اهڙيءَ طرح ڪيا جو هڪڙو ٻئي کان وزن ۾ وڏيڪ هيو. تارازيءَ جي ٻنهي پڙن ۾ ٻئي ٽڪر وڌائين. وزنائتي ٽڪر وارو پڙ جهڪي پيو. ان تي منجهائنس وڏو چڪ هڻي چباڙيندي، ٻئي ٽڪر سان هم وزن ڪرڻ لاءِ، پڙ ۾ وڌائين تہ ٻيو پڙ ڳرو ٿي پيو. هاڻي ٻئي ٽڪر مان سوايو چڪ هڻي، ان کي ننڍو ڪيائين. چاٻا ڏيندي، جڏهن ٻئي ٽڪرا هم- وزن پئي ڪيائين تہ ٻهريون ٽڪر ڳرو ٿي پيو.

مائي جي ٽڪر جو، اهڙو زيان ڏسي، ٻلن انصاف واري ورهاست وارو خيال ذهن مان ڪڍي چيو: "بس اسان پاڻ ۾ نهي ويا آهيون. باقي مائو، جيئن تيئن ورهائي ٿا ڪٽون!"

"اوهان تہ نهي ويا آهيو! پر...." پولڙي مسلسل، مٿيون عمل دهرائيندي چين: "انصاف اجا راضي نہ ٿيو آهي".

مطلب:

- جيڪو ٻين جي معاملي ۾ پئي، پرائو مال ڦٻائڻ جي ڪوشش ڪري ان لاءِ چئو آهي: "فلاڻي وٽ پولڙي وارو انصاف آهي!" اردوءَ ۾ ان کي، بندر بانٽ بہ چئبو آهي.

### 110.پونگي سوڙهي، پوپا گهٽا

هڪ دفعي، هڪڙوسڪيو ستابو پيل، بيمار ٿي پيو. اها خبر تہ جي پوپن کي جيئن پئي تيئن اچي مٿس ڳاهٽ ٿيا ۽ ڏوٽڻ شروع ڪيائون. پوپا ايترا اچي مڙيا جو پيل جي پونگيءَ ۾ ئي نہ پئي ماپيا.

"پونگي سوڙهي، پوپا گهٽا!" اهو حال ڏسي، هڪڙي ماڻهوءَ چيو.

مطلب:

- ڳالهہ حد کان لنگهي وئي آهي.
- سٽيي گرهہ تي گهٽيون مکيون مڙنديون آهن.
- هڪ پونگي سوڙهي، ٻيو پوپا گهٽا

### 111.پونءِ توري، پاڙو گهٽو

هڪڙي ڪئي کي بک لڳي. ٻرُ مان ٻاهر نڪتو تہ ٻليءَ تي نظر پيس، جيڪا ٻرُ تي جوهہ ماري ويني هئي. يڪدم پوئتي موٽيو ۽ پوءِ ۾ ٻرُ جي ٻنيي تي ٻينو رهيو. ڪيڏيءَ مهل ٻاهر جهاتي پائي ٻليءَ جي وڃڻ جي خاطري بہ پئي ڪيائين ۽ هر وقت ٻليءَ کي چانهريل بہ پئي ڏنائين. ٻليءَ ڪيس هُڻُ-ڪُتي ۾ ڏسي نيٺ چيو: "هِن ٻرُ مان نڪري، هُن ٻرُ ۾ وڃ تہ گوشت جو پاءُ ڏيانءِ!"

ڪئو پهرينءَ سٽ تہ دهلجي ويو. نيٺ دل جهلي ٻوٿ ڪڍي، ٻليءَ کان پڇيائين: "ڪهڙي ٻرُ تائين؟"

ٻليءَ اشاري سان ٻرُ ڏيکاريس. ليئو پائي ڏنائين تہ فاصلو ٿورو هئو. وري ڪجهہ دل ۾ تلي، ٻرُ ۾ موٽي ويو. بک ستايس تہ وري ٻليءَ جي تاڙ رکڻ لاءِ جهاتي پاتائين. ٻليءَ پڇيس: "پوءِ چا سوچيئي؟"

"اهو ڪم مون کان نہ پڄندو!" ڪئي ورندي ڏنس.

“چو؟! مفاصلو ايڏو وڏو تہ نہ آهي، پوءِ چو تو گهبرائين؟” ٻليءَ دلداري ڏيندي چيس: “پاءُ گوشت سڄي آکهہ جي انن ڏينهن جو قوت ٿي پوندءِ!”

“اها ڳالهہ تہ صحيح آهي، پر پوءِ بہ ڏڄان ٿو!” ڪئي هيٺائيءَ مان ورندي ڏنس.

“چو ڇا کان ٿو ڏڄين؟” ٻليءَ آٿت ڏنس.

“انهيءَ ۾ ضرور ڪا چال رکيل آهي!” ڪئي دليل ڏيندي چيس: “مفاصلو ٿورو آهي، معاوضو گهٽو آهي.”

مطلب:

- مفاصلو ٿورو، معاوضو گهٽو
- محنت ٿوري، مزدوري گهٽي

### 112.تخت طائوس

هيءُ تخت شاهجهانيءَ جي تلميح آهي. انهيءَ تخت جي جڙاوت تي، تنهن دور ۾ ڪروڙين رپيا لاڳت آئي هئي. انهيءَ تي هڪ مور، پنهنجو مورڇل پکيڙيو بيٺو آهي.

### 113.توبة النصوح

نصوح، عربستان جو هڪڙو حجم هيو. حمام واري ڪم ۾، قبيح فعل جو ارتڪاب ڪندو هيو. ليڪن جڏهن توبہ ڪيائين تہ پوءِ انهيءَ گناهہ جي ويجهو ئي نہ ويو.

مطلب:

- پڪيءَ طرح / خالص طرح توبہ ڪرڻ کي نصوح واري توبہ يا توبة النصوح سڏبو آهي.

### 114.تيسمار خان

هڪڙو سپاهي، نوڪريءَ تان لهڻ کان پوءِ، گهر ۾ ويهي بيزار ٿي پيو تہ گهرواريءَ کي چيائين: “منهنجي سفر لاءِ توشو تيار ڪر! مون کي گهر ۾ مزو نہ ٿو اچي!”

جوٽس، رات جو ئي چُوريءَ جا ٿيهہ لڏو تيار ڪرڻ شروع ڪيا. جنهن اُڪريءَ ۾ لڏن ناهڻ لاءِ پڪا لولا پئي ڪُٽيائين، اتفاق سان ان ۾ ڪاريهر نانگ جو ٻچو وينو هيو، جيڪو پڻ ڪُٽجي ويو.

صبح سان لڏن جي هڙ ٻڌي، سفر لاءِ تيار ٿيو. چڱي پنڌ ڪرڻ کانپوءِ کيس اڃ ۽ بک ستايو. جهنگ ۾ هڪ هنڌ کوهہ ۽ وڻ ڏسي لڙي پيو. اڃا وينو مس تہ ٿيهن ڏاڙيلن جو ٽولو بہ مٿان اچي ڪڙڪيس. جن کيس ڦريو بہ ۽ لڏون بہ کسيائونس. پاڻ ۾ هڪ هڪ لڏون ورهائي کاڌائون ۽ اتي ئي ڍير ٿي ويا.

سندن اها حالت ڏسي، سپاهي پهرين ڏنو، پوءِ سپاهيانہ رڳ ڦڙڪي پيس ۽ مئل ڏاڙيلن جا ڪن ۽ نڪ ڪپي، نشانيءَ طور ڪٺي اڳتي راهي ٿيو.

هڪ راڄڌانيءَ ۾ پهتو تہ ماڻهن رواج مطابق، مهمان سمجهي کيس بادشاهہ آڏو پيش ڪيو. بادشاهہ جي آڏو پنهنجي وڏڙن بابت ڏاڍيون ڏاڙون هڻيائين تہ بادشاهہ پڇيس: “پنهنجو بہ ڪو ڪارنامو ڪيل هجئي تہ ٻڌاءِ؟”

“مون اڪيلي سر ٿيهہ ڏاڙيل ماريا آهن!” ثبوت طور، وڍيل ڪن ۽ نڪ بادشاهہ کي ڏيکاريائين.

مڄاڻ انهن ٿيهن ڏاڙيلن، بادشاهہ لاءِ تاراج ڪري ڏنو هيو. اها خبر ٻڌندي ئي بادشاهہ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کيس خاص خلوت ڏيندي، تيسمار خان جو خطاب بہ ڏنائين.

مطلب:

- بهادريءَ جا جوهر ڏيکارڻ واري لاءِ، يا ڏاڙي ٻٽاڪيءَ کي ٽوڪ طور چئبو آهي: “فلاڻو ڪهڙو تيسمار خان آهي؟”

### 115.ٽٻٽي ٽاٽي، هلي اباٽي

ٽٻٽو: ٽٻٽي، ڪکن يا تيلين مان ٺهيل ٽوڪري، جنهن کي مٿان پُڙ يا ڍڪ هجي.

ٽاٽي: ڪپهہ کي ڪتڻ، ڪپهہ مان ڪڪڙا يا ڪچرو ڪيڻ، ڪپهہ جا ٽاٽا ناهڻ.

ٽپڙي ۾ ڪپهه ٿوري پوندي آهي. منجهس پيل ڪپهه ڪاڻڻ لاءِ ويهبو ته جلد ڪاٽي ونبو ۽ وقت ٿورولڳندو. ڪي عورتون ساهرين گهر ۾، ميار لاهڻ لاءِ تمام ٿورو ڪم ڪنديون آهن، وري جلدي پيڪن ڏانهن گهمڻ لاءِ برقعو ڪلهي تي رکنديون آهن. اهڙين عورتن لاءِ سسون ٽوڪ طور ائين چونديون آهن.

مطلب:

- ٿورو ڪم ڪري جلدي مائٽن ڏانهن پڄڻ.
- ٻي دليو ڪم ڪرڻ واري لاءِ ٽوڪ طور ائين چئبو آهي.

### 116.ٽپڙ ٺي ٽيشڻ تي

ٽپڙ: گهر ۾ ڪتب ايندڙ سامان، luggage

ٽيشڻ : Railway Station، ريلوي اسٽيشن جو بگڙيل ۽ سنڌي روپ.

مسافر، ريل ۾ چڙهڻ لاءِ پنهنجو سامان، سامان واري گاڏي ۾ چاڙهائڻ بدران پاڻ سان کڻي ۽ گاڏيءَ جي تڪڙ سبب فقط پاڻ چڙهي سگهي ۽ سامان پليٽ فارم تي رڳجي وڃيس ته گاڏيءَ جي چِٽڻ ڪانپوءِ اندر پيو ٻاڪون ڏيندو ۽ ڦٿڪندو. ٻاڪاريندو پيو: ٽپڙ ٺي ٽيشڻ تي رهجي ويا!

مطلب:

- جنهن سان صورتحال اهڙي ٿئي، جو سندس رٿيون، اڻ رٿيون رهجي وڃن ۽ هڪڙا ٽپڙ هڪڙي هنڌ ٻيا ٻئي هنڌ ۽ پاڻ وچئون ٿئين هنڌ ته سندس انهيءَ حالتِ زار تي عجب مان ائين چئبو آهي.

### 117.ٽڪو ۽ دعا

هندو ڌرم ۾ جنهن مرد جي گهرواري گذاري وڃي، تنهن کي ڪنواري ساليءَ سان، ٻي شادي ڪرڻ روائيندي آهي. ڇو جو ماءُ جي مرڻ پڄاڻان، ٻچن جو خيال، وڌ ۾ وڌ ماسي ئي رکي سگهندي آهي. انهيءَ سبب جي ڪري پيءُ جي ٻيءَ زال کي ماسي چوندا آهن. ساهرن تي ٻه اها ڌرمي پابندي هوندي آهي ته هڪ نياٽيءَ جي ديهانت ڪان پوءِ، نانيءَ کي ٻي نياٽي پرڻائي ڏين.

ڪڏهن ڪڏهن ڪي ساهرا، مري ويل نياٽيءَ جي ابتر حالت سبب، نانيءَ مان خائف هوندا آهن ۽ ساٽس ٻي مٽي ڪرڻ لاءِ تيار نه هوندا آهن. منجهانئس ڌرمي طور، جان ڇڏائڻ جي ٻه ڪوشش ڪندا آهن.

جان ڇڏائڻ لاءِ، ڌرمي ريت مطابق، سس سهرو نياٽي ميڙ ڪري، سڱ گهرڻ / ڇڪڻ ڪان اڳ، نانيءَ جي گهر ويندا آهن. نانيءَ يا سيٽڻ جي پيرن تي ٽڪو (پنج پئسي / پائلي / آڌي / ڊينگلو رپيو) رکڻ بعد، هٿ ٻڌي چوندا آهن: "اسان جي ٽڪو ۽ دعا!"

مطلب :

- اسان وڌيڪ واسطو رکڻ لاءِ تيار ناهيون، ان لاءِ معافي.

### 118.ٽڪي اگهاٽل

خيرات جي ماني، جنهن جي ڏيڻ بعد، ڏيندڙ کي فائدو ملي يا مصيبت ٽري وڃيس، تنهنکي اگهاٽل لولو يا اگهاٽل ٽڪي چيو ويندو آهي.

مطلب:

- ڪو ماڻهو، ناگهاني يا اوچتي آفت / مصيت کان بچي وڃي ته ڪيس نئين زندگي ملڻ تي چئبو آهي: "تنهنجي وڏڙن جي ٽڪي اگهاٽل هئي يا لولو اگهاٽل هئو، جنهن ڪري توتان مصيبت ٽري وئي آهي!"

### 119.ٽلومل جي اوطاق

جتان هرڪو جيڪا شيءِ وڏيس آسانيءَ سان ڪٽي وڃي ۽ ڪيس ڪير جهلڻ پلڻ وارو ڪير نہ هجي، تنهن ڪي ڪنايتًا: ٿلومل جي اوطاق، سڏبو آهي.

مطلب:

- ڪير ڪنهن جي جاءِ يا اوطاق وغيره تان بنا اجازت جي ڪا شيءِ ڪٽي ويندو آهي تہ گهر-ڌڻي ڪيس ٽوڪيندي چوندو آهي: "ٿلومل جي اوطاق ڏٺي اٿئي ڇا؟!"

### 120.ٽيڏي ڪيرٽي

هندستان جي ورجيس آهي، جنهن کي اردوءَ ۾ "ٽيڙي کير" چئبو آهي. ان جي پويان هڪ ڪهاڻي آهي، جيڪا هيٺ ڏجي ٿي.

"حافظ!" هڪ همراهہ پنهي اکين کان وڏي، هڪ حافظ کان پڇيو: "ڪيرٽي کائيندين!"

انڌي، ڪڏهن ڪيرٽي کاڌي ئي نہ هئي، تنهن پڇيس: "ڪيرٽي، ڪيئن ٿيندي آهي؟"

"سفيد ٿيندي آهي!"

"سفيد ڪيئن هوندو آهي؟!" رنگن کان اڻڄاڻ، انڌي ورجائي پڇيو.

"جيئن بگهہ پکي!" پهرئين همراهہ اچي رنگ جي وضاحت ۾ ٻڌايس.

"بگهہ پکي ڪيئن ٿيندو آهي؟" انڌي اجا سوال ڪيو.

پڇندڙ همراهہ بگهہ جي ڳچيءَ وانگر، پنهنجو هٿ ٽيڏو ڪري، هٿن ۾ ڏيندي ٻڌايس: "بگهہ جي ڳچي هيئن ٿيندي آهي!"

"نہ ابا!" انڌي مسلسل ٽيڏي هٿ تي هٿ ڦيريندي چيس: "هيءَ تہ ٽيڏي ڪيرٽي آهي، مان نہ کائيندم!"

مطلب:

- بظاهر مشڪل يا دشوار ڪم لاءِ ائين مثال ڏبو آهي.

### 121.ٽيئوءَ- ماءُ، پنجوءَ- ماءُ وارو حساب

هڪڙو هٽ-واڻيو، تور ماپ ۾ ڏڳي ڪندو هيو. جڏهن جنس وٺندو هيو تہ سواين وٽن سان توري وٺندو هيو ۽ وري جڏهن وڪڻندو هيو تہ ڪسن يا ڪوٽن وٽن سان توري ڏيندو هيو.

سندس طريقہ واردات هيئن هيو: جڏهن ڪير ڪانئس سودو وٺڻ ايندو هيو تہ زال کي سڏ ڪري چوندو هيو: "ٽيئوءَ ماءُ! فلاڻو وٽ تہ ڪٽي اچ!" جوڻس سمجهي ويندي هئي تہ پنج سيري جي جاءِ تي ٽِہ- سيرو وٽ ڏيڻو آهي. يعني ڪسو يا ڪوٽو وٽ ڏيڻو آهي. تنهن ڪري کيس ڪوٽو وٽ ڪٽي ڏيندي هئي.

ان جي ابتڙ، جيڪڏهن ڪو ماڻهو اَنُ وغيره وڪڻڻ لاءِ ڪٽي ايندو هيو تہ زال کي سڏ ڪري چوندو هيو: "پنجوءَ ماءُ! فلاڻو وٽ ڪٽي اچ!" سندس گهر واري سمجهي ويندي هئي تہ ٽن سيرن جي جاءِ تي پنج-سيرو يا سوايو وٽ ڪٽي ڏيڻو آهي. تنهن ڪري کيس سوائي تور وارو وٽ ڪٽي ڏيندي هئي.

مطلب:

- جيڪو تور ماپ ۾ ڏڳي ڪري، تنهن لاءِ ٽوڪ طور چئبو آهي: "فلاڻي جو تہ ٽيئو- ماءُ، پنجوءَ- ماءُ وارو حساب / ليکو آهي!".

### 122.ناروءَ وارو گهوڙو

ناروءَ نالي هڪ همراهہ وٽ گهوڙو هيو، جيڪو جتي ڪٿي رڙي ڪيو بيٺو هوندو هيو. رڙيءَ ڪرڻ وقت، ناروءَ جي مٽس گار جي ناڙي لڳي پئي هوندي هئي.

مطلب :

- گيسر/ سست / رڍيءَ واري / گهگير وهٽ لاءِ ائين مثال ڏيندا آهن: "فلاڻو تہ ٺاروءَ واري گهوڙي وانگر آهي!"

### 123.نڪري شنان

هڪڙي هندوءَ کي، سياري جي صبح جو، تڙ ڪرڻ جي نوبت اچي وئي. ڪيس لال تي حاضري پرڻ بہ ضروري هئي. سيءُ بہ چوٽ تي هيو. رات جو پارو بہ پيو هيو. صبح مردان جو، نهر تي جيئن پهتو تہ لڱ ڪانڊارجي ويس. پاڻيءَ ۾ اندر لهي، شنان ڪرڻ لاءِ دل نہ جهلي سگهيو. پاهر بيهي دليون هٽڻ لڳو. آخر هڪ ٺڪري نهر ۾ اڇلائي چيائين : "ٺڪريءَ شنان ڪيو، اشان شنان ڪيو!"

مطلب:

- جيڪو پاڻ ڪجهہ نہ ڪري سگهي ۽ ٻئي جا ڪارناما پنهنجي کاتي ۾ وجهي، ان لاءِ ٺوڪ طور ائين چئبو آهي.

### 124.پارس

پارس، هڪ پٿر جو نالو آهي، جنهن لاءِ ماڻهن جو خيال آهي تہ جيڪڏهن لوهہ انهيءَ پٿر سان لڳندو تہ سون ٿي پوندو.

مطلب:

- چڱن جي صحبت ۾، ماڻهو چڱا گڻ پرائي ٿو. اهڙا چڱا ماڻهو، جن جي صحبت مان ٻيا ماڻهو فائدو وٺن، تن کي پارس سان تشبيهہ ڏبي آهي.

### 125.پاڻ پنڻ، گهوڙا ڳنهڻ

گهوڙو ڌارڻ: ڏکئي ڪم ۾ هٿ وجهڻ، وڏي خرچ وارو ڪم ڪرڻ.
جيڪي ماڻهو، پنهنجي پيٽ پالڻ ۾ آڏرت/ عاجز آهن، سي ڀلا گهوڙا ڪيئن ڌاري سگهندا؟ جيڪو پنهنجي وت کان وڌن ڪمن ۾ هٿ وجهي، تنهن لاءِ ٺوڪ طور ائين چئبو آهي.

مطلب:

- جڏهن ڪنهن ڪم ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ ٻُتو نہ پائنجي يا ڪن سببن ڪري، ڪرڻ کان نتائجي تہ پوءِ ائين چئبو آهي.
- مان اجا پنهنجي پيرن تي بيهي ڪو نہ ٿو سگهان، ٻئي کي ڪيئن ڪڍان.
- جنهن کي خرچڻ لاءِ ڪاٽي ٺامي ٺڪري نہ هجي، سو وڏن خرچن جون سٽون ڪٽان ڪندو.

### 126.پاڻ ڏاڍي سان پُڇُ اٽڪائڻ

هڪڙي لومڙي، شڪار جي ڳولا ۾ نڪتي. هڪڙي هنڌ اٺ ستل نظر آيس. سجهيائين تہ مئل آهي. اهو سوچي ڏاڍو خوش ٿي ۽ دل ۾ چيائين: "اٺ جي اوجهري ڪاڏي سال ٿي ويا آهن. اڄ پاڻ تہ پيٽ پرجي پر ٻچن لاءِ بہ ڪجهہ ڪٽي هلجي."
اهو پور پچائي، ستل اٺ جي پڇ سان پنهنجو پڇ ٻڌي، گهلڻ لڳي تہ اٺ سجاڳ ٿي پيو ۽ اٿي هلڻ لڳو. اٺ اڳتي هليو تہ هيءَ بہ ساڻس لڙڪندي هلي.
رستي ۾ ٻي لومڙي گڏين، جنهن لڙڪندڙ لومڙيءَ کان پڇيو: "ادي ڪاڏي چڙهائي ڪئي اٿئي!"
"پيڻ! بيخبريءَ ۾ پاڻ ڏاڍن سان پڇ اٽڪايو اٿم!" لڙڪندڙ لومڙيءَ سهڪندي وراڻيس: "سندن مرضي جيڏانهن وٺي هلن. توکي پويان جي پارت هجي. منهنجي ٻچن جو خيال ڪجانءِ!"

مطلب :

- پاڻ ڏاڍن سان وهنوار ڪرڻ يا دوستي رکڻ ڪري ضرور نقصان پوندو.
- پاڻ ڏاڍن سان دوستي / دشمني رکڻ واري لاءِ ٺوڪ طور چئبو آهي: "ڦلاٽي پاڻ ڏاڍن سان پڇ اٽڪايو آهي".
- پاڻ ڏاڍن سان پلئو / پاند اٽڪائڻ

### 127.پاڻ نہ پارڻ، ڪتا ڌارڻ

غريب ماڻهو، پيٽ پالڻ ۾ عاجز هوندا آهن. ڪين اهڙو جانور ڌارڻ گهرجي، جنهن مان روزگار ٿئين. ان جي بر عڪس، جيڪڏهن غربت تي ڪتي جهڙا جانور ڌاري، جن مان ڪو روزگار نہ ٿئي تہ ڄڻ نقصان وارو ڪم ڪيائين.

مطلب :

- ڏکيا ۾ نقصان وارا ڪم ڪرڻ.

### 128.پاڻ نہ پلڻ، ٻين کي متيون ڏيڻ

جيڪو پاڻ کي وڻي، تنهن جي ڪرڻ لاءِ تہ ٻين کي تلقين ڪجي پر جيڪو ڪم پاڻ کي نہ وڻي تنهن لاءِ ٻين کي نصيحت نہ ڪجي. انهيءَ سان پنهنجي شخصيت جو ٻين تي خراب تاثر پوندو آهي.

مطلب :

- پاڻ نہ پلي پوپري، ڏوجهان متيان ڏيوي

### 129.پايل

اهو ٻار، جيڪو جمڻ وقت پيرن- ڀَرِ جمي، تنهن کي پايل چئو آهي. ماڻهن ۾ عقيدو آهي تہ جنهن کي چيلهہ ۾ چُڪَ پيل آهي، اهو جيڪڏهن پايل کان لت ڏياريندو تہ چيلهہ مان سور لهي ويندس.

### 130.پناڻڪو قرض

ڪپڙي جا واپاري پناڻ، اڪثر ڪپڙو قرض تي وڪڻندا آهن ۽ مقرر ڪيل مدي کان پوءِ اچي در جهليندا آهن. هڪ ڀيري مقرر مدت کان اڳ، گهر وارا جاءِ کپائي ٻئي پاسي هليا ويا. پناڻ اچي نون ويهڻ وارن کي سوڙهو ڪيو. چي: "هم ڪسي ڪو نهين جانتا هي، هم اس جگهہ ڪو جانتا هي. اس جگهہ والي ني هم سي اڌار پي ڪپڙا ليا، هم ڪو پئسا ديو!"
وڏي جهڳڙي کان پوءِ پاڙيوارا وچ ۾ پيا. جاءِ جي مالڪ پناڻ جو قرض ڀري عزت آجي ڪرائي.
ٻي روايت آهي تہ جڏهن پناڻ قرض اڳاڙڻ آيو تہ ڪيس ٻڌايائون: "اصل قرضي تہ فوت ٿي ويو آهي!"
پناڻ حسبِ عادت ڪاوڙ ڪندي چيو: "ميري ڪو ايڪ ڊنڊا ديو اور مرني والي ڪا قبر دکائو، اس ڪا باپ پي قرضا واپس ڪريگا!"
پاڙي وارن ڏٺو تہ پناڻ چتو ٿيو آهي، تنهنڪري چندو ڪري ڪيس قرض ڀري ڏنائون.

مطلب:

- مچڻ ماڻهوءَ جو قرض، جيڪو هر حال ۾ ڀري ڏيڻو آهي.

### 131.پراڻي ڳوٺري، بربلا ٽڪا

### 132.پرَ- متڙيو

هڪڙو پوڙهو مڙس، پٽ سميت گڏه کي واڳ کان وٺيو، بازار مان ٿي لنگهيو تہ وات تي هڪڙو ماڻهو ڪين ان حال ۾ ڏسي چوڻ لڳو: " ڪيڏا نہ بيوقوف آهن جو گڏه خالي ڪاهيو پيا وڃن ۽ پاڻ پنڌ پيا وڃن!"

اهو ٻڌي پوڙهي، پنهنجي پٽ کي ڪٽي گڏهه تي چاڙهيو ۽ پاڻ پنڌ ڪندو هليو. اڳيان ٻيو ماڻهو گڏيَن، جنهن کين ڏسي چيو: "اڙي انڌير ته ڏسو! پوڙهو پيءُ پنڌ پيو وڃي ۽ ٽبر پٽ گڏهه تي چڙهيو ٿو وڃي!"
انهيءَ تي پيءُ، پٽ کي لاهي پاڻ گڏهه تي چڙهي وينو. اڳتي هليا ته ٽيون ماڻهو گڏين، جنهن کين ڏسي چيو: "ههڙو دستور ته ڪٿي به ڪونه ڏٺو سين ته پيءُ گڏهه تي چڙهيو وڃي ۽ معصوم پٽ پنڌ گهندو وڃي".
اهو ٻڌي، پيءُ پٽ کي گڏهه تي ٻيلهه ويهاريو. اڳيان چوٿون ماڻهو گڏين، جنهن کين ڏسي چيو: "گڏهه ڪو پرائو ٿو ڀانئجي! نه ته جيڪر ائين مٿس ڪير به ايڏو بار نه رکي. گڏگدام تي ايترو وزن رکيو اٿائون جو اجهو ساهه ويس. ايڏو ته گگدام ٿڪل آهي، جو جيڪر ڪيس ڪلهن تي کڻي، منزل رسائجي".
اهو ٻڌي، پيءُ پٽ سميت گڏهه تان لٿو ۽ گڏهه جون ٽنگون ٻڌي، اڳين پوين ڄنگهن جي وچان ڪاني لنگهائي، گڏهه کي ڪلهي تي کڻي هليا. هڪ نديءَ جي پل وٽ پهتا ته سندن تماشو ڏسڻ لاءِ به چگا ماڻهو ڪٺا ٿي ويا. ايڏا گهڻا تماشائي ڏسي، لڙڪيل گڏهه ٺاهه ڪاٺڻ لڳو ۽ آخر ايترو ٿٿو جو ڪاني ڀڄي پئي ۽ ٻڌل گڏهه ليٽڙيون پائيندو وڃي نديءَ ۾ ڪريو.
پَرَ مٽڙيو پوڙهو، پرائي مت تي هلي، گڏهه وڃائي ويهي رهيو.

مطلب:

- پرائي مت تي نه هلجي، ڪجهه پنهنجو به عقل استعمال ڪجي.

### 133.پرستان

پري به خيالي مخلوق آهي، جيڪا تمام خوبصورت آهي. پرين جي رهڻ واري جاءِ کي پريستان / پرين جو اکاڙو چئبو آهي.

مطلب:

- جنهن علائقي جا مرد ۽ عورتون خوبصورت هجن ان علائقي کي پريستان سان تشبيهه ڏني ويندي آهي.

### 134.پڙهي پاڻ نه ڄاڻڻ، ڪتابي مارڻ

جنهن استاد کي علم گهٽ هوندو آهي سو شاگردن تي مار موچڙي سان رعب ويهاريندو آهي.

### 135.پسيل ٻلي

هڪڙي همراهه، رات جي وقت، پنهنجي نوڪر کي ڪوڙ دفعا ٻاهر جو ڪم چيو پر نوڪر هر دفعي اهو چئي ٽٽائيندو رهيو ته: "ٻاهر برسات ٿي پوي."
مالڪ آخر بيزار ٿي چيس: "چڱو ٻلا ٻاهر وڃي ڏسي اَءُ ته مينهن وسڻ بند ٿيو يا نه!"
"اجا پوي پيو!" نوڪر، ڪمري ۾ ويٺي جواب ڏنس.
"توکي ڪيئن خبر پئي؟" مالڪ سبب پڇندي چيس: "جڏهن ته تون اتي ئي وينو آهين ۽ ڇُريو به ناهين!"
"ٻاهران ٻلي آئي!" نوڪر دليل ڏيندي ٻڌايس: "هٿ لاتومانس، پُسيل هئي."

مطلب:

- بزدل يا ڪانئر ماڻهوءَ لاءِ ڪنايتًا چئبو آهي: "فلاڻو ته پسيل ٻليءَ وانگر آهي!"
- اردو ۾ اها ورجيس / تلميح، "ڀيگي ٻلي" جي نالي سان مشهور آهي.

### 136.پنج پنجوءَ وارا ڪٽل هئڻ

پنجوءَ نالي، ساهتي پرڳڻي ۾هڪڙو واڻيو رهندو هيو. ساڻس اها ويڌن هئي جو جيترو ڪمائيندو هيو، اوترو ڪائي ڪپائي ڇڏيندو هيو. هٿائين قرض پڻ رهندو هيس. ڪمائيءَ مان جڏهن پورت نه پوندي هيس تڏهن ٻين کان پنج پنج روپيا اهو چئي اڌاري طور وٺندو هيو: "هن دفعي پنج روپيا ڪٽي پيا آهن، ڏيو! ٻئي دفعي اوهان

ڪي موٽائي ڏيندس."

سندس سدائينءَ جي پنجن روپين واري گهر گهر، تر ۾ ضرب المثل بڻجي وئي. (ڪيرت مهرچنداڻي: چونڊ سنڌي چوٽيون، ڇاپو پهريون، ڊسمبر ١٩٨١ع، ڪويتا پرنٽنگ پريس، سهج پور بوگها، احمد آباد ص ٥٠ ۽ ٥١)

مطلب:

- سدائين ڪوٺ يا ٺوٺ ۾.

### 137.پنجن سوارن ۾

هڪ دفعي دهليءَ ڪان چار ماڻهو، گهوڙن تي سوار تي ڪنهن مهم تي نڪتا. گهوڙا بہ ڏاڍا پلا هين تہ سئس بہ اهڙا هيا جو چئي بس ڪر. جتان پئي لنگهيا تہ ماڻهن پئي حسرت ڪئي.

رستي ۾ هڪڙو ڪوري بہ پنهنجي مرضيل گهوڙي تي چڙهي، پنيان لڳي پين. اڳتي هليا تہ رستي ۾ هڪڙي واٽهڙوءَ گهوڙن ۽ سوارن جي تعريف ڪندي، ڪوريءَ ڪان پڇيو: "اهي گهوڙي سوار ڪٿان جا آهن؟"

"اسان پنج ئي سوار!" ڪوريءَ هڪدم جواب ڏنس: "دهليءَ ڪان پيا اچون!"

مطلب:

- نا اصل شخص، مشهور شخصيتن ۾ پاڻ ڳڻائي تہ ٺوڪ طور ائين چوندا اٿس.

### 138.پنهنجي منهن ميان- مٺو

طوطي کي جيڪي چئبو آهي سو ياد ڪري وٺندو آهي. جيڪڏهن چئبس: "ميان- مٺو" تہ موٽ ۾ پاڻ بہ چوندو: "ميان- مٺو" يعني پنهنجي پاڻ کي پاڻ پيو ميان- مٺو چوندو.

مطلب:

- پنهنجي زبان سان پنهنجي تعريف ڪندڙ کي، ميان- مٺو ڪوٺبو آهي.
- پنهنجي اجايي تعريف ڪندڙ لاءِ ٺوڪ طور ائين چئبو آهي: "فلاڻي جي ڳالهہ ڪي ڇڏ! اهو تہ پنهنجي منهن ميان- مٺو آهي!"

### 139.پهرئين ڏينهن ٻلي مارڻ

هڪڙن پنجن دوستن، پاڻ ۾ انجام ڪيو هو: شادي نہ ڪنداسين. ڪجهہ وقت تائين پنهنجي انجام تي پورا رهيا. آخر منجهانئن هڪڙي جي شادي، ڪنهن بدمزاج عورت سان ٿي وئي. اهڙيءَ طرح بين ٽن بہ شاديون ڪيون. اتفاق سان ڪين بہ پهرئين دوست وانگر ڏنگيون عورتون پڙ پئجي ويون. پنجين جڏهن شادي ڪئي تہ سندس زال، خوش خصال ۽ نيڪ افعال نڪتي.

هڪ دفعي، پهريان چارئي دوست، پنجين خوشنصيب وٽ اچي مهمان ٿيا. سندس زال جي، ساڻس ورتاءُ ۽ فرمانبرداري ڏسي، ڏاڍا عجب ۾ پيا. جو جوانهيءَ معاملي ۾پاڻ پنهنجي زالن کان ڏڪارا هئا!

"اسان کي اهو تہ ٻڌاءِ! توکي ههڙي فرمانبردار زال ڪيئن ملي!" خلاصئي ڏسي، زال جي پَر پُٺ پڇيائونس.

"يائو! پنهنجو معاملو پهرين رات کان ئي سڌو ٿي ويو."

"اهو وري ڪيئن؟" تجسس ۾ پوندي پڇيائونس.

"شاديءَ جي صبح جو ناشتو ڪري رهيو هوس تہ هڪڙي ٻلي ميائو ميائو ڪندي پئي مون ڏانهن آئي. مون بہ پرسان پيل لٺ کڻي ٻہ-هٽڙي ٻڙڪائيمانس. چڙي ئي نہ هنيائين. بس، اُهو ڏينهن، اُهو ڏيهاڙو! توهان جي ڀاڀيءَ تي اهڙو رعب ويهجي ويو آهي، جو مجال آ چُون چِران ڪري!"

چارئي دوست، اها ٽيوشن پڙهي، ڪانئس موڪلائي پنهنجن گهرن ۾ پهتا. ماني ڪائيندي جيئن سندن آڏو گهر جون ٻليون ميائون ميائون ڪنديون آيون، تيئن ڪين ڏنڊي سان پورو ڪندا ويا!

"مئا!" مڙني کي زالن کان، ٺوڪ ۽ ذليل ڪرڻ وارو جواب مليو: "مارڻي هيئي تہ پهرئين ڏينهن ٻلي مارين ها. تڏهن هئي تنهنجي مڙسي! باقي هاڻي ڳگدام مارڻ مان ڇا هٿ ايندءِ!"

مطلب:

- پهرئين ڏينهن رعب ڄمائڻ
- ٻر وقت رعب ويهارڻ

### 140.پهرين وتائي تائين پهچڻ، پوءِ الله تائين پهچڻ.

دنيا جو هر معاملو، ڏاکي ٻه ڏاکي سکبو آهي. ڪنهن ٻه معاملي کي هڪدم ڪو نہ سکي سگهبو آهي.

مطلب:

- پهرين جمعي فقير تائين پهچ، پوءِ پيران پير تائين پهچ.
- علم، آهستي آهستي ايندو آهي.

### 141.پئسا ئي پاٽيءَ ۾

هڪڙو ٻهراڙيءَ جو واٽيو، گهوڙي تي سيڌو وغيره وٺي ڳوٺ پئي آيو. واٽ تي ڍنڍ مان ٽپڻ وقت، گهوڙي گهُ ڪيس. هڪڙي ڌنار کي سڏي، گهوڙي کي هڪلڻ لاءِ چيائين.
پاڻ سامان سميت گهوڙي تي چڙهي وينو. ڌنار گهوڙي کي ٻہ ٽي باڻا هنيا تہ گهوڙو نرو ڏئي، ڍنڍ تہ ٽپي ويو پر دڪاندار جا پئسا ۽ سامان پاٽيءَ ۾ وڃي ڪريا. انهيءَ تي رڙ ڪري چيائين: "پئسا ئي پاٽيءَ ۾!"

مطلب:

- جنهن ماڻهوءَ جي گهڻي ملڪيت کي نقصان ٿئي سو ائين چوندو آهي.
- جنهن ڪم تي سيڙپ گهڻي ڪجي ۽ منجهانئس اڳتي هلي نفعي بدران نقصان پوي تہ ان لاءِ تمثيلاً ائين چئبو آهي: "پئسا ئي پاٽيءَ ۾ ويا!"
- رقم ئي چَٽ
- هَڙَ ئي هلاڪ

### 142.پيٽ پريو، منهن ڪارو ئي سهي

### 143.پيٽ ۾ بک، ارهہ ۾ آڪڙ

### 144.پيٽ ۾ ڪئا

ڪئن جي عادت آهي تہ ڏر ڪوٽڻ وقت، واٽ سان مٽي جلدي جلدي ٻاهر ڪيندا آهن ۽ گهڙيءَ ۾ ڏر جو پيٽ خالي ڪري ڇڏيندا آهن.

مطلب:

- جنهن کي جلدي ۽ گهڻي بک لڳي، ان لاءِ مثال ڏيندا آهن: "پيٽ ۾ ڪئا ٽا ڦرنس".
- گهڻي بک لاءِ ائين بہ چئبو آهي: "پيٽ ۾ پوليس لٿل آهي".
- آنڊا ڪلوس ڪلوس ٽا ڪرڻ.
- سخت بُک.
- چٽي بُک

### 145.پير تسماپا

الف ليليٰ جو هڪ فرضي ڪردار، جيڪو ڪنايي طور استعمال ڪري اعجاز بيان ڪيو ويندو آهي.

### 146.پير پَچڙي جي ڪڙهائي

پير پَچڙي، هڪڙي گمنام ڪدڙي فقير جو نالو، جنهن کي ڪدڙا، پنهنجو مرشد مڃيندا آهن. ڪيس پير پچڙي، مير پچڙي يا مير پوڄي به چوندا آهن.

پنهنجي پير بابت ڪدڙن جو چوڻ آهي: "اسان جو پير زنانو لباس پائيندو هيو، چرخو هلائي پيٽ پاليندو هيو، ڇهن مهينن لاءِ عورت رهندو هيو".

ان بابت وڌيڪ ٻڌائيندا آهن: "پاڻ خدا تعالي جي بارگاهه ۾ عرض ڪيائين ته انهيءَ حالت ۾ منهنجو نالو ڪيئن مشهور ٿيندو؟ ڪيس حڪم ٿيو: تنهنجو نالو هڪ نئين فرقي سان هلندو، اهو ئي تنهنجو اولاد سڏبو!"

انهيءَ ڪري ڪدڙا، پاڻ کي ان جي نسل مان سمجهندا آهن.

تبرڪ طور سندس ڪاڏو ورهائبو آهي. چون ٿا ته جيڪو ماڻهو، انهيءَ ڪڙهائيءَ جو ڪاڏو ڪائي ٿو، اهو ڪدڙن جهڙيون حرڪتون ڪرڻ لڳي ٿو.

مطلب:

- جنهن ڪاڏي ڪائڻ سان ماڻهو ڪدڙن جهڙيون حرڪتون ڪري، ان لاءِ مثال ڏيندا آهن: "فلاڻي ته ڪا پير پچڙي جي ڪڙهائي ڪاڌي آهي!"

### 147.پيروءَ وارا پنج سيپارا

پيروءَ نالي پندِ فقير، قرآن شريف ياد ڪندو هيو. جڏهن به ڪانئس پڇبو هيو: "پيرو! ڪائون سيپارو ٿو پڙهين؟" "پنجون!" سدائين ساڳيو جواب ڏيندو هيو.

مطلب:

- سدائين ساڳي ڳالهه ڪرڻ واري کي ٽوڪ طور ائين چئبو آهي: "تنهنجا ته پيروءَ وارا پنج سيپارا آهين!"
- ڪم جي رفتار ۾ اضافو نه آڻيندڙ ۽ ساڳين اِندن تي قائم رهندڙ کي ٽوڪ طور ائين چئبو آهي.

### 148.پيءُ ڪپائڻ واري قيمت

هڪڙي همراهه پنهنجي دوست کي چيو: "بابي جي ڳالهين مان ڏاڍو تنگ ٿيو آهيان. دل ٿي چوي ته ڪپائي اڇانس!"

"پيئر به ڪپائبا آهن ڇا؟ " سنگتيءَ حيران ٿيندي پڇيس.

"قيمت وڏي رکندومانس!" دوست کي دليل ڏيندي چيائين: "جيئن ڪير وٺي ئي نه سگهي!"

مطلب:

- ڪنهن شيءِ جو وڏو اگهه ٻڌڻ واري لاءِ ٽوڪ طور چئبو آهي: "پيءُ ڪپائڻ واري قيمت ٻڌي اٿائين!"

### 149.جاتيءَ جو جت

جاتيءَ جا جت، جڏهن جاتي شهر ۾ ايندا آهن ته حضرت مغليين جي روضي ۽ ڪرامت سبب احترامًا جاتيءَ پهچڻ کان اڳ، جُتي لاهي بوچڻ ۾ ٻڌندا آهن ۽ پيرين اگهاڙا شهر ۾ هلندا آهن. پنهنجي حليي، هلڻيءَ ۽ پيرن جي اگهاڙپ مان، جاتيءَ جا جت سڃاپرا هوندا آهن.

اهڙو حليو ڪري هلڻ واري کي چئبو آهي: "جاتيءَ جو جت ته ڪونه آهين؟ " ائين به مشهور آهي: "جُتي هٿ ۾، جَتُ جاتيءَ پيو وڃي."

ٻي روايت ۾ آهي ته، هڪڙو جاتيءَ جو جت، حضرت مغليين جي روضي جي زيارت لاءِ مغليين ۾ پهتو. درگاهه اندر هڪ وڏي آرسي رکيل هئي ۽ جت زندگيءَ ۾ آرسي ئي نه ڏٺي هئي. منجهس پنهنجي شڪل ڏسي پانيائين: پير سائين پاڻ ديدار پيو پسائي.

جڏهن ڳوٺ موٽي آيو ته ٻارن ٻچن کي حال احوال ڪندي ٻڌايائين: " ڪهڙي ڳالهه ڪيان مرشد جي ملڻ جي؟

مرشد سائين پاڻ اچي مون سان مليو. ٻه-ڀيرا مون جهڙو هئو. پگ به مون وانگر ٻڌل هئس ته نهاريائين به مون وانگر پئي. مون کي ڏِٺو جڻ پير سائين کي ڏِٺو."

مطلب:

- بنهه سادو ماڻهو

### 150.جاڏي پير، تاڏي خير

هر معاملي يا مهم ۾ هر ماڻهوءَ کي خير ئي گهرجي. فقير به دان وٺي، دعا ڪرڻ لاءِ اهڙا جامع ۽ دعائيه جملا ڳالهائيندا آهن، جنهن سان هر ڪنهن جي دل ٺري پوي.

مطلب:

- هر جاءِ تي ۽ هر معاملي ۾ خير هئڻ

### 151.جاڏي ويهي جهار، تاڏي ڳوڙهو نه هڻڻ

جڏهن فصل پچي تيار ٿيندو آهي ته منجهانئس چڳڻ لاءِ، پکي پکڻ پڻ لامارا ڏيندا آهن. پوک کي اهڙي موقعي تي بچائڻ لاءِ هاري ويچارا، پيها اڏي، ڪانياٽيون ڪٽي اچي جهار هڪليندا آهن. جنهن پاسي کان جهار پوک کي ڪائيندي آهي، ان پاسي ڏاڍا نڪاءَ ڪيائيندا آهن ۽ ڪانياٽيءَ جا ڳوڙها يا غليل سان گولا، اوڏانهن پيا هڻندا آهن ته جيئن جهار پچي وڃي ۽ فصل نقصان کان بچي وڃي. هڪڙو بي سمجهه ماڻهو، پيهو به اڏي، گهران ماني ٽکي کٽي اچي مٿس ويهي ۽ پوءِ نهيل ڳوڙها يا گولا يا چدا بجاءِ جهار جي ويهڻ پاسي اچلڻ جي ٻئي پاسي هڻي ته بيوقوف چئبو.

مطلب:

- وقت ۽ پئسو زيان ڪرڻ

### 152.جامِ جم

ايران جي مشهور بادشاهه جمشيد، پنهنجي پيئڻ لاءِ، هڪڙو خاص پيالو ٺهرايو هيو. انهيءَ پالي ۾ ايتري مئہ پوندي هئي، جيڪو جمشيد کان سواءِ ڪير به پي، خالي نه ڪري سگهندو هيو. انهيءَ پيالي کي جامِ جمشيد يا جامِ جم چيو وڃي ٿو.

### 153.جامِ جهان نُما

ڪيخسرو، ايران جو هڪڙو مشهور بادشاهه ٿي گذريو آهي. ان هڪ اهڙو پيالو ٺهرايو هيو، جنهن تي ڪجهه لڪيرون نڪتل هيون. انهن لڪيرن جي ذريعي، هو دنيا جي حادثن ۽ برائيءَ ڀلائيءَ جو اندازو هڻي سگهندو هيو. انهيءَ پيالي / جام کي جامِ جهان نُما يا جام ڪيخسرو چيو وڃي ٿو.

### 154.جا مڙسي مڙسن ۾، سا ماريي ۾ نه هئڻ

عورت ڪنهن به مرد سان شادي ڪري ٿي ته فقط سندس مردانگيءَ سبب. جيڪڏهن اها ان مرد ۾ ناهي ته پوءِ وٽس ترسي پنهنجي جمار چو وڃائي؟

مطلب:

- عورت کي شاديءَ لاءِ فطري طور مرد جي ضرورت آهي.

### 155.جغان جي ٻڪريءَ وارو حوال

حاجي جغان، ڳوٺ جعفر لغاريءَ جو وينل هيو. وٽس جيڪا ٻڪري هئي، تنهنکي ڦيريءَ جو مرض هيو. پانيائين ته ڪنهن طرح وڪٽي ڇڏيان. هڪڙو پيل، جيڪو بظاهر ابوجهه ٿي لڳو، سو ٻڪريون سودڻ آيو ته حاجي جغان چيس: "مون وٽ به هڪ ڀلي ٻڪري آهي."

"رئيس ڏيکار!" پيل چيس.

مئي جو مهينو هيو ۽ ٻٻرن ۾ پلڙا هئا. ٻڪري ڏڻ سان ڪانه هئي ۽ ٻٻر هينان وينی هئي. حاجي جغان اچي

ٻڪريءَ ڪي اٿاريو پر جڏهن هلي تہ پئي ڦيريون ڪائي. پيل ڏسي چيو: ”آئون ٻڪري ڪونہ وٺندس جو هن ڪي ڦيري آهي.“

”نہ نہ! چاچي ڦيري!“ حاجي جغان ڪيس ڏيرج سان جواب ڏنو: ”ڏسين ڪونہ تو تہ ٻہر مان مٿان پلڙا پيا ڪرن! ڪو پلڙو ٻڪريءَ جي هن پاسي تو ڪري تہ ڪو هن پاسي تو ڪري! ٻڪري بہ ڪنڌ هيڏهن تي ڦيرائي ۽ وري هوڏهن تي ڦيرائي ۽ پانئي تہ: هيءُ پلڙو ڪٺان يا هو پلڙو ڪٺان!“ (سمجهاڻي: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، رهاڻ هيرن ڪاڻ)

مطلب:

- هڪ برج تي نہ هئڻ

**156.جر نئيس، جيڏي نہ نئيس**

(الف) ڪنهن مائيءَ، درياهہ جي پر تان مڇيءَ جو ڏنيرو لڌو.

انهيءَ تي ٻيءَ دعويٰ ڪندي چيس: ”اِهو منهنجو آهي! چو جومٿس منهنجي نظر پهرين پئي هئي.

ڏنيري لهڻ واريءَ، ڪيس ڏيڻ ڪان، ماڳهين ڏنيرو ئي ڪٽي درياهہ ۾ اُڇليو ۽ چيائين: ”جَرُ / جَل/ پاڻي نئيس، سَرتِي نہ نئيس.“

(ب) ٻوبڪن جي پرواري مهاڻڪي ڳوٺ آريسرو جا ميربحر، منڇر تي مڇي ۽ پکي ماريندا آهن جڏهن تہ سندن زالون وري ڪڙهي ڪٽي، پر واري پَٻڻ جي ڍوري مان مَڇي ماريندیون آهن. ٻن ڏيراڻين مڇي تي ماري. ڏيرياڻيءَ جي واري ۾ ڏوريون ننڍيون ڪُرڙيون آيون ۽ جيناڻيءَ جي واري ۾ ننڍڙين ڪرڙين سان گڏ هڪڙو وڏو ڪُرڙو پڻ آيو. ڏيرياڻيءَ، دعويٰ ڪئي تہ ڪُرڙو ڪيس ملي، چاڪاڻ جو ڪڙهي سندس هئي. اَڏواَڏ تي ٻئي نہ نهيون.

”جَرُ نئيس، جيڏي نہ نئيس!“ ساڙ وچان جيناڻيءَ، ڦتڪندڙ ڪُرڙو، پاڻيءَ ۾ اُڇليندي چيو.

مطلب:

- پاڻي پلي ڪٽي، پر ڪا جيڏي، سَرتِي نہ ڪٽي
- جيڪي ٻُڏو سَهن، پر ڏِنو نہ سهائن، تن لاءِ ائين چئبو.

**157.جمن چارڻ وارو سوال**

جمن چارڻ نالي، خيرپور ميرس جي پاسي جو وينل همراهہ، اڪين ڪان وڏو، مڙسيءَ ڪان وينل ۽ مسڪين ماڻهو هئو. خدا تعالي ڪي ڏاڍو ٻاڏائيندو هيو. ڪيس تي نعمتون گهربل هيون: اڪين جو نور، مردانگي ۽ ڏن دولت.

هڪ ڏينهن خواب ۾ نياءُ ٿيس، قبوليت لاءِ هڪڙو سوال ڪر، جيڪو قبول ٿيندو.

وڏيءَ سوچ ويچار ڪان پوءِ هڪڙو ئي سوال ڪيائين: ”ماڙيءَ تي ڏُڌُ ولوڙيندي، اڪين سان پنهنجي نُنهن ڏسان!“

انهيءَ هڪڙي ئي سوال ۾ سندس سموريون مرادون سمايل هيون.

مطلب:

- گهڻن مطالبن / مرادن وارو وڏو سوال

**158.جنڊ ڪڻ جنڊ ڳؤرو، پُڙ ڪڻ پُڙ ڳؤرو**

اٽي پيهڻ واري چڪيءَ يا جنڊ جا بہ حصا هوندا آهن. هڪڙو مٿيون پٽر يا پُڙ، ٻيو هينيون پٽر جيڪو ڪير سميت تنئور مٿان رکيل هوندو آهي، ان ڪي جنڊ بہ چئبو آهي. مٿيون پٽر، ان ڪري ڳؤرو رکبو آهي تہ جيئن ان جا سخت داڻا پيسجي وڃن ۽ هينيون پٽر ان ڪري ڳؤرو رکبو آهي تہ جيئن مٿئين پڙ جي دٻ سهي سگهي. ٻئي پٽر ڪٽڻ ۾ يا وزن ۾ هڪجهڙا ڳؤرا هوندا آهن.

مطلب:

- ٻئي پاسا ڏکيا هئڻ.
- ڪيڏانهن ٻه سهنجائي نه هئڻ.

### 159.جنس جڏي، اگهه ڪرڙو

هلڪي يا ڪسي شيءِ، وڏي اگهه ملي ته ٺوڪ طور ائين چئبو آهي. نااهل ماڻهو ماٽا ڪري، تڏهن ڪيس ائين چئي ٺوڪبو آهي.

مطلب:

- بي قيمت شيءِ جو اگهه وڏو هئڻ.

### 160.جنهن کي هار پائڻ، سو ئي سڳو سورن جو ٿيڻ

هن پهاڪي جو بنياد ليلا چنيسر جي قصي تي ٻڌل آهي ۽ پائنجي ٿو ته شاه جي رسالي جي هينين تڪ مان ناهيو اٿن.

”تو جو پانيو هار، سو سورن جو سڳڙو.“

ليلا هار وٺي ڪونروءَ کي چنيسر ڏنو هو. چنيسر مرڳوئي ڪيس ڏهاڳ ڏيئي ڇڏيو. جنهنڪري جو هار، سورن جو سڳڙو ٿي لڳس. (پيرو مل: پهاڪن جي پيڙه تان ڪنيل)

مطلب:

- اسان پانيو هار، سڳو ئي سورن جو.
- ماءُ جنهن جو پٽ وري ايندو آهي سا ٻه ائين چوندي آهي جو ماءُ لاءِ پٽ گلي جو هار آهي

### 161.جَوَّ ڍيري، گڏه رکپال

جَوَ، گڏه جي مرغوب غذا آهن. گڏه ته ڇا پر جنهن ٻه جانور آڏو سندس مرغوب کاڌو ايندو، اهو منجانئس ڇَڪَ ضرور هٽندو. گڏه کي جيڪڏهن، جون جي واهت تي ويهاربو ته وڏي آزاديءَ سان ان جي لٽ ڪندو. جڏهن جهل پل وارو ئي ڪير نه هجيس ته پوءِ سندس هٽ-چراند ڪان، اها شيءِ بچي ئي نه سگهندي.

مطلب:

- آندن جا واهي گدڙ
- چور کي چوڪيدار ڪرڻ

### 162.جوسب

هڪڙي آخوند مڪتب ۾، خطابي پئي پڙهايا ته ڪيس هڪڙو ڏاڙهيءَ ۽ پٽڪي سان چڱي وضع وارو بزرگ، مڪتب ڏانهن ايندو نظر آيو. دل ۾ سوچڻ لڳو: ”اهو بزرگ ٿو اچي، ٻارن جو ڪچو ڦڪو پڙهڻ ٻڌندو ته ڏاڍي ڪچي ٿي پوندي!“

اهو سوچي، ٻارن کي هڪل ڪري چيائين: ”ٻارو ! آهستي ! دل ۾ پڙهو! بزرگ ٿو اچي، ان جو احترام ڪبو!“

ايتري ۾ بزرگ ٻه اچي پهتو، سليڪ عليڪ کان پوءِ، آخود ڪانئس پڇيو: ”سائينءَ جن جو اسم مبارڪ؟!“

”ابا! اسم ڪهڙو؟“ آيل بزرگ حيران ٿيندي پڇيس.

”سائين اوهان جو نالو چاهي؟“ آخوند وري پڇيس.

”ابا! ائين چئو نه! نالو اٿم“ بزرگ، مدعا سمجهڻ پڄاڻان وراڻيس: ”جوسب!“

آخوند دل ۾ چيو: ”مار! مان ته اجايو پئي ڊنس، هن بزرگ ويچاري کي ته پنهنجو يوسف نالو ٻه صحيح مخرج سان اچارڻ نه ٿو اچي!“

اهو خيال ايندي ئي ٻارن ڏانهن مخاطب ٿيندي چيائين: ”ٻارو! پڙهو پڙهو! هيءُ ته جوسب آهي!“

مطلب:

- اهڙو ماڻهو، جيڪو بظاهر بزرگ ۽ اندرئون اڻ پڙهيو هجي، تنهن لاءِ چئبو آهي ته: "ادو ته جوسب آهي".

### 163.جون پور جو قاضي

هڪ مدرسي جي آخوند، پنهنجي هڪ شاگرد تي ڪاوڙجندي چيو: "تون منهنجا احسان نه ٿو مڃين جو مون توکي، گڏهه مان ماڻهو ڪيو آهي!"

اتفاق سان، اتان هڪڙو ڪنڀر به اچي لانگهائو ٿيو. جنهن جي ڪن تي به ساڳيا الفاظ پيا. جنهن سبب آخوند وٽ هلي آيو ۽ چوڻ لڳس: "سرڪار! مون وٽ به هڪڙو گڏهه آهي. جيڪڏهن انهيءَ کي به ماڻهو ڪيو ته مهرباني ٿيندي".

"پنهنجو گڏهه، سال لاءِ مون وٽ ڇڏي وڃ ۽ خرچ جا سؤ روپيا به ڏئي وڃ!" آخوند ڪيس بيوقوف ڄاڻندي چيو: "سال ۾ گڏهه کي ماڻهو ڪري ڇڏيندس".

ڪنڀر اها ڳالهه مڃيندي، گڏهه ۽ سؤ روپيا ڪيس ڏئي هليو ويو. آخوند گڏهه ٻئي ڏينهن ئي کپائي ڇڏيو.

سال کان پوءِ ڪنڀر آيو. ڪيس ٻڌايائين: "تو واري گڏهه کي ماڻهو ته ڪيم پر پڙهائي عالم به ڪيومانس! هاڻي جون پور قاضي لڳو پيو اٿئي!"

ڪنڀر، اهو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سڌو جون پور جي قاضيءَ وٽ وڃي پهتو.

قاضيءَ عدالت پي هلائي ته ڪنڀر، سامهون اچي ويهي ۽ عجيب عجيب حرڪتون ڪرڻ لڳو ته جيئن قاضي ڪيس سڃاڻي وٺي.

قاضيءَ ڪيس گهرائي، حرڪتن جو سبب پڇيو. ڪنڀر ڪيس سڄي ماجرا ڪري ٻڌائي. قاضيءَ بدناميءَ کان بچڻ خاطر، ڪيس چڱي رقم ڏئي، پنهنجي پاڻ کي آجو ڪيو.

### 164.جهڙو گهر، تهڙو پَرُ

هڪڙا ماڻهو، ڳوٺ يا گهر ۾ ڪي به ڪين لهندا آهن. سندن نه اتي قدر هوندو آهي، نه ئي نصيب چڱو هوندو آهي. جڏهن ڳوٺ يا ديس ڇڏيندا آهن ته سندن قسمت جڻ کلي پوندي آهي. ان جي برعڪس ڪي وري بخت جا وير اهڙا به هوندا آهن، جيڪي گهر يا ڳوٺ ۾ ته ٽڪو نه لهن پر ٻاهر وڃڻ سان به ٽڪو مان نه وڌائين.

مطلب:

- اهڙو بختاور جو جتي به وڃي ته قسمت ۾ ڦيرو نه اچيس.

### 165.جيڪا ڏاريان ٻڪري، تنهن لمندا ڪن

لمندن ڪنن واري ٻڪري، نه ڦر چڱا ڏئي، نه ئي کير. ڪي اهڙا، بخت جا ڪٺل به هوندا آهن، جيڪي بخت وڌائڻ لاءِ، گهٽيئي حالات جي مٽ-سٽ ڪندا آهن پر ٻارهوئي سندن حساب ساڳيو هوندو آهي.

مطلب:

- هر حال ۾ نصيب ساڳيو ئي رهڻ.

### 166.جيڪي وٽڻ، سو ئي ڪٽڻ

وٽڻ: محنت ڪرڻ، ٻين سان ورتاءُ ڪرڻ. ٻين سان جهڙو هلبو، ٻيا به اهڙو ئي هلندا.

مطلب:

- جيڪي پوکبو، سو ئي لڻبو.

### 167.جيئرو ڪک جو، مئو لک جو

ماڻهوءَ جو حياتيءَ ۾ قدر نه ٿو ٿئي. سندس مرڻ پڇاڙان سندس عملن جو قدر ٿئي ٿو. تنهنڪري هر ماڻهوءَ کي الله تي توڪل ڪري چڱا ڪم ڪرڻ گهرجن.

مطلب:

- هر ڪنهن جو مرڻ پڇاڻان قدر ٿئي ٿو.
- شيءِ جو قدر، هٿن مان هلي وڃڻ بعد ٿئي ٿو.
- جيئري ڪک لهڻ، مئي لک لهڻ

### 168.جيئن ٿڌ، تيئن وڌ

جڏهن ٿڌ وڌندي آهي، تڏهن انن ۾ مستي ۽ عاشقن ۾ جذبات تمام گهڻا وڌندا آهن ۽ اڳي کان اڳرا ٿي پوندا آهن.

مطلب:

- چريءَ کان پڇيائون: ”ڪيئن؟“ چي: ”جيئن ٿڌ، تيئن وڌ!“.

### 169.چرڪي جو ڀوڙ ، ڪاٺ جي ماني

تعلقي شاهه بندر جي شهر چوهڙ جماليءَ ۾، عثمان ڪاسائيءَ نالي، هڪ ماڻهوءَ جي هوٽل هوندي هئي. جنهن جو چرڪي جو ڀوڙ ۽ ڳاڙهن چانورن جي ٿلهي سڪل ماني مشهور هوندي هئي.
جيڪڏهن ڪير، عثمان ڪاسائيءَ جي هوٽل جو ڏس پڇندو هئو ته ڪيس هرڪو جواب ۾ چوندو هيو: ”چرڪي جو ڀوڙ، ڪاٺ جي ماني!“

### 170.ڄگر ۽ ڄار، هڪڙي اگهه هئڻ

ڄگر: ڄاڳوري ٻير جو قسم آهي، منجهس ٿيندڙ ٻير ڏاڍا مٺا ٿيندا آهن. ڄار، ڪبڙ سان مشابهه جنگلي وڻ آهي ۽ منجهس پيرون ٿين جيڪي ڪائڻ ۾ سوادي ٿين پر ٻيرن جهڙا نه ٿين. گهڻو ڪري اٺ لاءِ مرغوب غذا آهن. ٻنهي کي ساڳئي اگهه سمجهڻ، بيوقوفيءَ جي نشاني آهي.

مطلب:

- بيوقوف ماڻهوءَ لاءِ هر شيءِ جو اگهه ساڳيو هوندو آهي.
- بيوقوف لاءِ: جهڙي ٻني تهڙو ٻهرام.

### 171.جهاڙ پري پرڙان

ٽر پاسي، هڪڙو ڪِراڙ / واڻيو، جهنگ مان لنگهيو. اتي هڪڙي ٻوڙي جي پرسان ٻلا جا پٽا / ليڪا ڏنائين ته ڊوڙندو سهڪندو، ڳوٺ اچي ساهه پٽيائين ۽ رڙيون ڪري ماڻهن کي ٻڌايائين: ”جهاڙ پري پرڙان!“ يعني : ”سڄو وڻ ٻلائن سان پريو پيو هيو!“
”ايتريون ٻلائون وڻ ۾ ڪٿان ايندين؟!“ ماڻهن ڪوڙو ڪندين چيس.
”پوءِ سؤ کن هونديون!“ پنهنجي ڳاڻ کي ڪوڙو به نه پئي ڪيائين ۽ ماڻهن کي به مان پئي ڏنائين.
”اها به ڊاڙ ٿو هڻين، ايتريون نه هونديون!“
”ته پوءِ پنجاهه کن هونديون!“
”ايتريون به نه هونديون!“
گهٽائيندي آخر چيائين: ”هڪ ته ڪنهن به حالت ۾ هوندي!“
”انهيءَ پاسي ته ٻلائون آهن ئي ڪونه!“ ڳوٺ وارن موراڳو ڪوڙو ڪندي چيس.
”جهاڙ پري پرڙان، نهين تو ليڪا پڪ هتا!“ پنهنجي سچائيءَ ۾ دليل طور چيائين: ”وڻ ٻلائن سان پريل نه هيو ته پوءِ پيٽو ته پڪ هيو!“

مطلب:

- سؤ سها جهنگ ۾ نه هئا ته ڪڙڪو ضرور هيو.
- ڪوڙ / ڊاڙ هڻڻ واري کي ٿوڪ طور ائين چيو ويندو آهي.

### 172.جهڙ- ڦڙي جو پوَ

هڪڙو سپاهي، روزگار جي تلاش ۾، ٽٽوءَ تي چڙهيو پئي ويو تہ رستي ۾ رات پئجي ويس. سنسان جاءِ، رات انڌاري، رڪي رڪي ڪنوڻ جا چمڪاٽ پئي پيا. پوءِ اهو هيو تہ اجهو مينهن پيو. هڪڙيءَ پوڙهيءَ جي جهوپڙيءَ ۾ وڃي پناهہ ورتائين. پوڙهيءَ جي اها جهوپڙي، وچ جهنگ ۾ هئي.

”ڪراڙي! مون گهوڙو ٻاهر ٻڌو آهي!“ پوڙهيءَ کان پڇيائين: ”هتي جهنگ ۾، شينهن جو خطرو تہ ناهي!“

”پٽ! شينهن جي مونکي خبر ناهي ۽ نہ ئي ان جو پوءُ اٿم، مان تہ جهڙ- ڦڙي کان ڊڄان ٿي، جو تہ ان کان بچڻ محال آهي!“ پوڙهيءَ کيس ٻڌايو.

مڃاڻ هڪڙو شينهن بہ گهوڙي کي تاڙيو بيٺو هيو. تنهن ڪراڙيءَ جي واتان، جهڙ- ڦڙي جو لفظ ٻڌو تہ چڪرائجي ويو. دل ۾ چوڻ لڳو: ”اها بلا تہ مون کان بہ وڌيڪ خطرناڪ آهي!“

شينهن جي ڏپ تي، گهوڙي هڻڪار ڪئي. سپاهي سئونٽو ڪٽي ٻاهر نڪتو ۽ شينهن کي جهڙ-ڦڙو، سمجهي مارڻ شروع ڪيائين. شينهن وري، سپاهيءَ کي، پوڙهيءَ وارو ٻڌايل جهڙ-ڦڙو سمجهي، ڪن ٻوساٽي صبر سان مار کائيندو رهيو.

جڏهن اڌ رات ٿي تہ سپاهي، جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪتو ۽ شينهن کي ٽٽون سمجهي، مٿس سوار ٿي پيو. ٻاک ڦٽيءَ کان اڳي وڃي هڪ شهر ۾ پهتو. ان وقت مينهن بہ وسڻ شروع ٿيو. سپاهيءَ، شينهن کي هڪ وڻ سان ٻڌو ۽ ڊڪي وڃي هڪ عمارت جي وراندي ۾ پناهہ ورتائين. اها عمارت، راجا جو محل هو.

صبح جو راجا کي سڄي ڳالهہ جي خبر پئجي وئي. ماڻهن ٻڌل شينهن بہ کيس ڏيکاريو. راجا سپاهيءَ جي بهادريءَ تي خوش ٿيو ۽ کيس انعام اڪرام سان بہ نوازيائين.

مطلب:

- اڻ ڏٺي اڻ ٻڌي مصيبت جو پوءُ.

### 173.جهمر

جهمر، انن ماترائن جو تال ٿئي، سنڌس دهل جا ٻول آهن: ”ڏنڪ تڙ_ گڏاڙا_ تنڪ تڙ_ گڏاڙا“. هيءُ تال بہ سنڌ ۾ ناچ-تال ليکيو ويندو آهي. هن ۾ ناچو اڪيلا يا بہ چار گڏجي ناچ ڪن. ناچ سان گڏ هن تال ۾، ڪافيون بہ چيون وينديون آهن. هن ناچ ۾، ادائن ۽ انداز جي، ڪا بندش نہ هوندي آهي.

جهمر اهو تال آهي، جنهن تي جمالو ڳايو ويندو آهي. جهمر ۽ جمالي جو تال يا نچڻ جو انداز، جدا جدا هوندو آهي. ناچ تال کي جهمر چون ۽ ٻولن کي جمالو.

مطلب:

- جيڪو ماڻهو، پنهنجي من جي مراد پوري ٿيڻ تي خوشي ڪري، ان لاءِ چيو ويندو آهي: ”فلاڻي جي تہ جهمر پئي ٿي پوي!“

### 174.چاچي بہ ڪوٺڻ، چهنڊڙي بہ پائڻ

چاچي، ماءُ وانگر محرم آهي، ساڻس ادب وارو ورتاءُ ڪبو آهي. جيڪڏهن هڪڙو ماڻهو ان مان بہ نہ مڙي ۽ ماڻهن جي سامهون کيس چاچي بہ چوي ۽ اندران اندران چهنڊڙيون بہ پيو پائيس تہ ان ماڻهوءَ کي بدطينت ئي سمجهبو.

مطلب:

- دل ۾ ڪدڙ هئڻ.
- اندر ۾ هڪڙي ۽ ٻاهر ۾ ٻي هئڻ.

### 175.چاڙهہ جا ڪڳا

جڏهن نئون پاڻي وهي ايندو آهي تہ پاڻ سان گهڻو ڪجهہ کنيون ايندو آهي. مڇين جا ٻيجارا، لڙهندڙ جانور ۽

ٻيو گهڻو ڪجھ سامان پاڻ سان کنيو ايندو آهي. ٿوري پاڻيءَ ۾ مڇيون گهڻ هونديون آهن، پر جڏهن منجهس چاڙهه ايندو آهي تہ پاڻ سان گهڻيئي مڇيون ۽ ڪِڳا وغيرهہ کنيو ايندو آهي.

مطلب:

- جنهن جاءِ تي ڪي ماڻهو ڪو موقعو ڏسي پوءِ ڪنا ٿين تن لاءِ ائين چئبو آهي تہ: "فلاڻا تہ چاڙهہ جا ڪِڳا آهن."
- پيٽيو: برساتي ڏيڏر.

### 176.چاڪريءَ چور، نِوالي حاضر

چاڪري: خدمت ڪرڻ، نوڪري ڏيڻ

نوالي: نوالو، گرھ، ماني کائڻ وقت.

جيڪو نوڪر، ڪم وقت لڪي وڃي ۽ پگهار يا خرچيءَ جي ٽائيم تي ڪن ڪڍيو بيٺو هجي، تنهن ڪي هر نندي ٿو.

مطلب:

- کائڻ مهل گڏ، سمهڻ مهل مسيت ۾.

### 177.چانڊيا مگسي جهيڙو

چانڊيا ۽ مگسي، بلوچ قومون آهن. جغدالي علائقي ۾، سندن وچ ۾، تمام وڏيون ۽ ڊگهيون جنگيون ٿيون آهن. هڪ ٻئي سان دنگئي پلئي هئڻ سبب، سندن جهيڙو ضرب المثل ٿي ويو.

مطلب:

- جيڪڏهن ڪي ماڻهو، پاڻ ۾ گهڻو وير رکندا آهن يا جنگيون ڪندا آهن تہ انهن لاءِ چيو ويندو آهي: "هنن جي وچ ۾، چانڊين مگسين وارو جهيڙو آهي."
- "فلاڻا پاڻ ۾ چانڊيا مگسي آهن".
- هڏ ڪپ جا ويري يا دشمن

### 178.چاهِ نخشب

چاهِ نخشب يا نخشب وارو کوهہ. چاهہ فارسيءَ ۾ کوهہ کي سڏبو آهي. نخشب جي کوهہ لاءِ مشهور آهي تہ انهيءَ مان، حڪيم عطا بن منفع، جادوءَ جي ذريعي، چنڊ ڪڍيو هيو.

چون ٿا تہ اهو چنڊ، اڌ رات جو انهيءَ کوهہ مان نڪري، هوا ۾ بيهندو هيو ۽ سٽن ڪوهن تائين، سندس روشني پهچندي هئي.

### 179.چَرَ- پيلي

پراڻي زماني ۾ جنهن تي الزام هوندو هيو تہ ڪانئس، سچي هئڻ لاءِ چَرَ پيل ڪرائيندا هيا. جيڪڏهن ڪو سچو هوندو هيو تہ صحيح سلامت پار پوندو هيو ۽ جي ڪوڙو هوندو هيو تہ سڙي ويندو هو. اهو رواج، اڄ بہ ڪيترن ئي پوئتي پيل علاعقن ۾ مروج آهي.

### 180.چمڙيءَ جون دمڙيون

نظام سقي ڪي، همايون بادشاھ جي دورِ حڪومت ۾، اڍائي ڏينهن جي حڪومت ملي هئي. اها ڪيس ان ڪري ملي هئي جو، همايونءَ جي ان وقت جان بچائي هئائين، جڏهن همايون، شير شاھ سوريءَ کان جنگ هارائي ڀڳو هئو ۽ جمنا ندي پار ڪندي ٻڏو پئي. انهيءَ تي همايونءَ هڪ خواهش پوري ڪرڻ جو ساڻس واعدو ڪيو هيو.

انهن اڍائي ڏينهن جي حڪومت دوران، نظام سقي چمڙيءَ جا سڪا جاري ڪيا، جن تي سون جو ڪوڪو جڙيل هيو.

مطلب:

- موچڙي / ڏنڊي سان حڪومت ڪرڻ

### 181.چنڊ ڪي ڏُهي نہ ڏيڻ، پوءِ سڄي پڳ ڏيڻ

گهڻا ماڻهو چنڊ جي ڏينهن، جڏهن چنڊ ڏسن تڏهين پڳ مان ڏهي (تند، ڌاڳو) ڇني چنڊ ڏي اڇلائين، جو سمجهندا آهن تہ ائين ڪرڻ ڪري سڄو مهينو سک جو لنگهندو ۽ پاڪ ورندو. پر اها ڏهي ڏبي آهي چنڊ جي ڏينهن. پهرين يا ٻي تاريخ تي ويئي پوءِ جي ڏهيءَ بدران سڄي پڳ ڪٽي ڏجي تہ ان جو ثواب نہ ملي.

مطلب:

- چنڊ ڪي ڏهي، پوءِ سڄي پاڳ.
- جو ڪم جنهن وقت ٺيڪ هجي سو تنهن وقت ڪجي

### 182.چوٿڙو ئي چٽ ٿيڻ

چوٿڙو: چوٿو حصو، تمام ٿورو حصو.

هڪ تہ ورثي ۾ تمام گهٽ ملڪيت ملي، ٻيو ٻچڙن افعالن سبب، اها بہ هٿان وڃائي ڇڏجي تہ ان ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي بدبختي چئبي.

مطلب:

- ٿوري شيءِ بہ زيان ڪري ڇڏڻ.

### 183.چوراسيءَ جو چڪر

هندن جي عقيدي مطابق: هر آتما ڪي چوراسي هزار جوٽين يا جنمن جي چڪر مان لنگهڻو پوي ٿو. گذريل سمورن جنمن جي ڪرمن جو ڦل، انسان ڪي هن جنم ۾ ڀوڳڻو آهي. سندن عقيدو اهو آهي تہ هاڻي انسان، ڀلي ڪيڏي بہ سر توڙ ڪوشش ڪري پر جيڪو پاڳ يا تقدير ۾ لکجي چڪو آهي، تنهن ڪي مٽائي نہ ٿو سگهي. اهو هاڻي، هر شرط تي ڪيس ڀوڳڻو پوندو. (ٽيڪچنداڻي، روي پرڪاش، ڊاڪٽر: سنڌي ڀاڪا: لسانياتي ۽ سماجي- ثقافتي اڀياس، سنڌي لئنگويج اٿارٽي، حيدرآباد، ڇاپو ٢٠١٠ع ص ٣٥٨)

مطلب:

- ڪرم ۾ لکيا ڪنڪر، پوءِ ڇا ڪري شو شنڪر؟.
- ڪرمن جو ڦل، سڀ ڪي ڀوڳڻو آهي.
- پاوي وڏي ٻلوان، ڪنهن تان بہ ڪين ٽري.

### 184.چورن مٿان مور

الف) هڪڙن چورن، چوريءَ جو سامان ورهائڻ خاطر، جهنگ ۾ اچي لاٿو. مال ۾ سونو هار هئو، جيڪو پڻ ميدان تي رکيائون. وڻ تي وينل مور، چنهنب ۾ اهو هار کڻي اڏامي ويو.

ب) هڪڙو نانگ، لکي لکي ڪنهن پکيءَ جا ٻچا کائڻ پئي ويو تہ ڪنهن مور جي مٿس نظر پئجي وئي، مور مٿس حملو ڪيو. چنهنب سان، پڇ ۾ چڪ وجهي، مٿي کڻي ويس. اتان هيٺ ستيائينس تہ مري ويو. انهيءَ تان مشهور ٿيو: "چورن مٿان مور."

مطلب:

- جڏهن ناجائز طريقي سان آيل مال، ٻيو ڌاڙو ڦٻائي وڃي تہ مثال طور ائين چئبو آهي.
- چوران مٿي مور
- ڌاڙي مٿان ڌاڙو

- ماريءَ مٿان ماري
- طاقتور مٿان طاقتور

### 185.چيلاٽو ڪن چور

هڪڙي حلوائيءَ کي منجهند ڏاران هٽ تي ويني، ننڊ جو ڍڪر آيو تہ ننڊي پٽ کي منائين جي ٿالهن جي نگهداشت لاءِ ويهاري، پاڻ اندرئين پاسي ڏانهن جڙيل ڪوٺيءَ ۾ وڃي آرامي ٿيو.
هڪڙو شاهينگ پڻ ڪيس تاڙيون بيٺو هيو. جيئن ئي حلوائي، اندر وڃي ڪونگهرا هڻڻ لڳو تہ پويان، شاهينگ بہ هٽ تي چڙهي اچي چوڪري جي پر سان ويهي، اڳيان رکيل ٿالهہ مان منائي کائڻ لڳو. چوڪر ڪانئس پهرين پڇيو: "ڀائي تون ڪير آهين؟ تنهنجو نالو ڇا آهي؟"
"يار تو کي خبر ناهي؟ تون مون کي نہ ٿو سڃاڻين؟" نڳ ڪيس ورندي ڏني: "منهنجو نالو چيلاٽو آهي."
"پوءِ هيءُ ڇا پيو ڪرين؟" چوڪر حيران ٿيندي پڇيس: "حلوو مفت ڇو پيو کائين؟"
چور ڪڇي جهڙي پيٽ. باقي حلوي جا ڇڪي مٿان ڇڪا ويو پئي پيٽ ۾ گڙڪائيندو. انهيءَ تي چوڪري واڪو واڪاڻ لائي ڏني: "ابا! چيلاٽو حلوو کايو ٿو وڃي!"
پٽس جي ننڊ پئي ڦٽي، تنهن چيو: "چيلاٽو ڇا کائيندو؟" پر وري بہ ڏاڍيان رڙ ڪري چوڪري کي چيائين: "اڙي حلوو ٿو کائي، تو کي تہ ڪونہ ٿو کائي! ماٺ ڪري ويهہ، ننڊ ڪٽي ڦٽائي اٿئي! ڇڏيس تہ وينو کائي."
چوڪري سمجهيو تہ شايد ابي جو دوست آهي. تنهنڪري چوڻ لڳس: "هاڻي ڀلي کاءُ! ابي بہ اجازت ڏني آهي."
هيءُ لُچ بہ ٿالهہ حلوي جو چٽ ڪيون، چپٽيون وجائيندو هليو ويو. هوڏانهن حلوائي ننڊ مان جڏهن هٽ تي آيو تہ ٿالهہ خالي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ مشڪي پٽ کي چيائين: "اڄ تہ حلوي جو ڏاڍو تڪڙو وڪرو ڪيو اٿئي؟ شاباس! پر مرادي ڪٿي آهي؟"
"ابا! مون وڪرو ڪاٿي ڪيو آهي!" چوڪري وسامندي چيس: "اهو تہ اوهان جو دوست چيلاٽو کائي ويو آهي!"
انهيءَ تي حلوائيءَ جون اکيون کليون: "مار! ڪو ڏينهن ڏني جو انوڙي قسم جو ماٺهو اکين ۾ سرمو وجهي ويو!" ( دلبهار -٤ تان ورتل)

### 186.چيلي واٽيي جو اٺ

چيلي نالي هڪ هندو هئو، جنهن چڙهڻ لاءِ اٺ ڌاريو هيو پر مٿس چڙهندو هرگز نہ هيو. اٺ کي چاريندو بہ جام هيو ۽ هر وقت سندس تعرف بہ ڏاڍي ڪندو هيو.
مطلب:

- جيڪو پنهنجي ڌاريل شيءِ جي سنڀال ۽ تعريف گهڻي ڪري ۽ منجهائس فائدو ٿڪي جو نہ وٺي تہ انهيءَ شيءِ لاءِ چئبو آهي: "فلاڻي شيءِ تہ چيلي واٽيي جي اُٺ وانگر آهي!"

### 187.چاڙ

فاتحہ يا عذر خواهيءَ واري رسم. جتي بہ خود ڪفيل، باشعور ۽ لکيل پڙهيل سماج سڌارڪ سوچ جا ماڻهو رهن ٿا، اتي اهي وڏڙن جون روايتون ۽ ريتون رسمون ڪنهن نہ ڪنهن طرح سان موجود آهن.
پاڙي پتيءَ مان، چندي جي صورت ۾ چاڙ جي رقم گڏ ٿيندي آهي. جنهن مان فوت ٿيل جي تڏي تي عذرخواهيءَ لاءِ ايندڙ ماڻهن لاءِ لنگر پاڻي ۽ چانهہ وغيره جو جوڳو بندوبست ڪيو ويندو آهي. بقايا بچيل چاڙ جي رقم مان فوتيءَ جي روح کي ايثال ثواب پهچائڻ لاءِ قرآن خواني ڪرائي، چوويهون پهر (ٽيجهو) ڪيو ويندو آهي. وارث اگر سرنديءَ وارا آهن تہ نيڪ، نہ تہ ڪفن دفن لاءِ ڳوٺ جو ڪو بہ نيڪ مرد اها ذميواري پاڻ تي کڻندو آهي. ايستائين جو قبرستان تائين ميت پهچائڻ ۽ دفنائڻ لاءِ ڳاڏيءَ، ٽتريءَ ۽ نِهارن جو پڻ بندوبست ڪيو ويندو آهي.

چاڙ، پنهنجي مدد پاڻ تحت، هڪ ٻئي جي ڪم اچڻ واري رسم آهي. ان رسم تحت، ڏکيءَ ويل غريب، مسڪين ۽ تنگدست ماڻهن جي مالي سهائتا ڪري ڪين طعنن تنڪن ۽ ڳڻتيءَ کان چوٽڪارو ڏياريو ويندو آهي. سماج ۾ سندن ڳاٽ اوچو ٿي پوندو آهي. وڏڙن ۽ بزرگن جي شاهڪار تهذيب ۽ مثبت ريتن ۽ رسمن منجهان اها هڪ قيمتي سرمايو آهي.

مطلب:

### 188.چتي ڪوريءَ واري ديگهه

ساهتي پرڳڻي جي وينل چتي ڪوريءَ کي گهٽي ڳالهائڻ جي عادت هئي. هر ڳالهه ۾ اينگهه ڏاڍي ڪندو هيو. هڪڙي ڏينهن سندس استاد، رامڻ ڪوري پٽڪو لاهي، ڪپڙو اُٽي رهيو هيو. بيخياليءَ سبب حقي ۾ پلو لڳو ۽ پٽڪي کي باهه لڳي وئي. چتي ڪوريءَ، اها لڳل باهه ڏسي، استاد کي خبردار ڪرڻ لاءِ چيو:

"جناب استاد! رامڻ جي!

حقي مان، هڪڙي چڻنگ اُڏامي!

وڃي دستار مبارڪ تي پئي آهي!"

تيستائين پٽڪو سڙي، رک ٿي چڪو هيو.

مطلب:

- اجائي ديگهه
- ڳالهه کي اجايو اينگهائڻ

### 189.چيني ڏڪار

سنبت جي سال 1956ع ڌاري، ٿر ۾ وڏو ڏڪار پيو. بک وگهي مال متاع ته مري ويو پر ماڻهو به مري ويا. چاونجاهه / چپن / چپني وارو اهو ڏڪار، سخت ۽ خطرناڪ هيو. ماڻهو بک ۾ ايترو بي حال ٿيا جو پنهنجا کيهون ڪندڙ نڊيڙا ٻارڙا به، واٽن ۾ ڦٽي ڪري ڀڳا هئا. ڪن ته نه ڪائڻ جهڙيون شيون کائي به جان بچائي هئي. ٿر جو اهو ڏڪار، چپني ڏڪار جي نالي سان، ضرب المثل ٿي ويو.

مطلب:

- وڏو قحط،
- سخت ڏڪار.

### 190.ڇُپيل رستم

رستم، جمڻ وقت، عام ٻارن کان وڏو ۽ ڳوِرو هيو. وڏين مشڪلن ۽ تڪليفن بعد ماڻس کيس ڄڻيو. ماڻس کي سخت سور ٿيا، جڏهن ٻار پيٽ مان نڪتو ته ماءُ سک جو ساهه کڻندي چيو: "رستم." معنيٰ "مون کي چوٽڪارو مليو".

رستم، ايران جو مشهور بهادر ۽ سهراب پهلوان جو پٽ هئو. پنهنجي بهادريءَ ۾ ضرب المثل ٿي ويو.

مطلب:

- ڇپيل رستم، ٻن معنائن ۾ ڪتب ايندو آهي.
  - اهو شرارتي شخص، جيڪو شڪل مان ڀالو ڀولو لڳي.
  - اهو ماهر فنڪار، جيڪو وقت تي پنهنجو خاص هنر ڏيکاري.

### 191.چوڪر ڪلهي تي ويهارڻ، ڪيس ميلي تي ڳولهڻ

هڪڙو ڀهراڙيءَ جو همراهه، پُٽُ ساڻ ڪري، زندگيءَ ۾ پهريون ۽ آخري ڀيرو ميلو گهمڻ ويو.

ميلي ۾ گهڻا ماڻهو، ڀانت ڀانت جا سامان ۽ ناٽڪ ڏسي، دماغ ئي چرخ ٿي ويس. دل ۾ چيائين: "متان چوڪرو

چيٽڙ ۾ اچي وڃي.” تنهن ڪري ڪيس ڪلهي تي کڻي ويهاريائين.
پاڻ ماڻهن جي پيڙ مان، دوڪان ڏسندو پئي ويو ۽ چوڪري کي ڪلهي تي نند اچي وئي. پاڻ ميلي ۾ گم ته چوڪرو ننڊ ۾ گم.
رانديڪن جي دڪان تي ڍير سارا رانديڪا ڏسي، همراه کي دل ۾ خيال آيو ته پٽ کي جيڪر رانديڪا وٺي ڏيان، پر سندس مرضي الائي ڪهڙن رانديڪن لاءِ آهي. اهو ته ڪانئس پڇجي.
اهو پور پچائيندي، پٽ کي پاسي اوسي ۾ ڳولڻ لڳو.
“ڳونان نڪتم ته ساڻ هيو!” دليل ڊوڙائيندي، پنهنجي منهن چوڻ لڳو: “لاشڪ ميلي جي ڳڙدي ۾ گم ٿي يو آهي!”
هاڻي هر لنگهندڙ کان پٽ بابت پڇڻ لڳو. هر ڪو ڪيس پينو فقير يا چريو سمجهي پاسو ڏيو پئي ويو.
“ڪهڙي پٽ کي ٿو ڳولهين!” هڪڙي ڳوٺائيءَ سڃاڻندي ڪانئس پڇيو.
“اڙي هڪڙو ئي ته پٽ اٿم!”
“اهو ته ڪلهي تي وينو اٿئي!” ڳوٺائيءَ چٽر ڪندي چيس: “چوڪر ڪلهي تي ويهاري، ڳولهين ٿو ميلي تي!”
مطلب:

- ڪڪو ڪڇ ۾ ويهارڻ، ڍنڍورو شهر ۾ ڏيڻ.
- بغل ۾ چورا، شهر ۾ ڍنڍورا.
- عينڪ پائي، عينڪ ڳولهڻ.

### 192.حاضر- جواب

هڪڙي امير وٽ هڪڙو نوڪر هيو، جيڪو مسخري قسم جو ۽ حاضر-جواب ماڻهو هيو.
هڪڙي ڏينهن امير وٽ، ديوان خاني تان ماني پهرجي آئي، جنهن ۾ پُڳل پڪي ۽ ماکيءَ جو پيالو به هيو. اجا کائڻ لاءِ هٿ وڌايائين ڪين جو چوبدار اچي ٻڌايس: “بادشاه سلامت اوهان کي ياد ڪيو آهي!”
بي وقتو سڏ ٻڌي، امير کي ماني نرهه ٿي وئي. ماني ورائي ڍڪيائين ۽ يڪدم اٿي ڪڙو ٿيو. مسخري کي پويان جو تاڪيد ڪندو ويو: “ڏس! ماني پئي اٿئي! منجهس پکي به آهي پر زهر جو پيالو به آهي! متان هٿ لاتو اٿسي!”
“نه سائين! منهنجي توبهه جو هٿ لايانس!”
اجا امير دروازي کان ٻاهر پير مس پاتو ته نوڪر مانيءَ سان اچي هٿ صفا ڪيا. پکي به چٽ ته ماکيءَ جو پيالو به چٽ. ڪائي پي ڏنڊم ٿي، لتَ لتَ تي چاڙهي ويهي رهيو.
ٿوري دير ڪانپوءِ، امير مانيءَ لاءِ موٽيو ته ميدان صاف ڏسي عجب ۾ پئجي ويو ۽ نوڪر کي سٽ پٽيندي چيائين: “بدمعاش! هي ڇا ڪيئي؟ مون ته توکي هٿ نه لائڻ لاءِ چيو هيو.”
“سائين! منهنجي به ته وارتا ٻڌو!” نوڪر هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪيس.
“ها ٻڌاءِ!” امير ڪڙڪي سان پڇيس: “ڇا ٿو ٻڌائڻ چاهين؟”
“سائين! اوهانجي وڃڻ ڪانپوءِ مون ته ڪمري کي ٻهاري پئي ڏني.” نوڪر دليل ۾ پير کوڙي کوڙ هڻندي چيس: “منهنجو پير اوچتو ميز کي لڳو، جنهن سان ٿاهه ۾ متان رکيل دسترخوان منجهان پکي پڙڪو ڏئي اڏامي ويو. ڳهٽيئي پڪڙڻ لاءِ در دريون بند ڪيم پر روشندان مان نڪري ويو. نيٺ اوهان جي مار جي ڀَوَ کان، ميز تي رکيل زهر جو پيالو پي ملڪ الموت جو انتظار ڪرڻ لڳس ته متان اچي اوهان سهڙيا آهيو.”
امير جواب ٻڌي، نوڪر جي حاضر-جوابيءَ تي کلڻ لڳو.
مطلب:

- اهو ڏاهو يا سياڻو ماڻهو، جنهن وٽ زماني داريءَ جو عقل ۽ علم گهڻو هجي ۽ هر ڳالهه جو تڙي ڪڙي

جواب ڏئي، تنهنکي حاضر جواب سڏبو آهي.

### 193.حنود ڪاسائيءَ واري ڪڏ

سيوهڻ ۾، حنود ڪاسائيءَ جي نالي پنيان ڪڏ هئي، جيڪا تمام اونهي هئي. منجهس حنود ڪاسائي، ڪنل ماڻهن جا هڏا، رت ۽ چمڙو اڇليندو هيو.

مطلب:

- ظلم ۽ بربريت جي جاءِ.
- اها خوفناڪ اُونهي ڪڏ، جا پرجي ئي نہ.
- ظالمانہ ڪم ڪندڙ جو جڏهن پيٽ نہ پربو آهي، تڏهن ائين چئبو آهي.

### 194.خاتِمِ سليماني

حضرت سليمان عليہ السلام وٽ هڪ ڪرامتي منڊي هئي، جنهن جي زور تي، جِنَّ ۽ پريون سندس مطيع هوندا هئا.

هڪ دفعي، جنن جو سردار ديو، سندس منڊي چورائي ويو. جنهن ڪري جنن جي بادشاهي ڪانئس هلي وئي. اها منڊي، انهيءَ ديو/ عفريت ڪان بہ سمنڊ ۾ ڪري پئي. هڪ مڇي، ان منڊيءَ کي ڳهي وئي. اها مڇي هڪڙي ميربحر جي جار ۾ ڦاٿي. ان جو پيٽ چيرڻ وقت منڊي نڪري آئي.

انهن ڏينهن ۾، حضرت سليمان عليہ السلام، انهيءَ ميربحر وٽ نوڪر بيٺل هيو. قيمت ڏيئي، ڪانئس منڊي خريد ڪيائين. جنهن بعد کيس جنن جي بادشاهي وري موٽي ملي.

### 195.خيالُ- مَٺُ

علو ۽ چتو، بہ بيروزگار ۽ بي هنر پائر هيا. ڪين ڪمائڻ لاءِ نہ ڪم هيو نہ ٻني ٻارو هيو. نڏٽڪا ۽ ٺوهيا، وتندا هيا ڇڙاڇاندِ ٿيو، بکون ڪاٽيندا ۽ ويلا ويهندا. ٻنهي کي آخر شادي ڪرڻ ۽ گهر جوڙڻ جي اون ٿي، تنهنڪري مختلف ڌنڌا ۽ مزوريون سوچڻ لڳا.

هڪ دفعي حجامڪي پاڻي هٿ ڪيائون ۽ اوس پاس جي ڳوٺن ۾ وڃي حجامڪي ڪرت ڪرڻ لڳا. حجامڪو هنر تہ ڪين ڏانءُ هيو ڪو نہ، پر پيٽ بکئي خاطر پيا ماڻهن جا مٿا ڪوڙيندا ۽ ٺُڪا ڏيندا هيا. ٻهراڙين جي غريب ماڻهن لاءِ، هنن ڪان سواءِ ٻيو ڪو چارو بہ ڪونہ هيو. ٿوري معاوضي تي اهڙا سيکڙاٽ ئي سيرپ لاهي پئي سگهين.

جڏهن ڪنهن ٻار وغيره جي ٽِڪڻ تي ٺُڪو اچي ويندو هيو ۽ سمجهندا هيا تہ متان آيل جهير تي جهيڙو ڪري تہ علو، چتي کي چوندو هيو: "گراهڪ سان ڳالهيون ڪري خيال-مٺ ڪراءِ! متي ڏانهن ڌيان ٿيندس تہ اجا وڌيڪ ٺڪا ايندس."

ائين گراهڪ جو، ٺُڪي تان ڌيان هٽرائي ٻين ڳالهين ۾ آتاريندا هيا.

مطلب:

- نقصان کان ڌيان هٽرائي ٻئي پاسي ڪرڻ.
- سيکڙاٽ يا اڻ ڄاڻ کي هڪڙي هنر جي پوري ڄاڻ نہ هجي تہ عقل کان ڪم وٺندي، خيال-مٺ ڪرائڻ اڳلي جو ڌيان مٽرائي سگهي ٿو.

### 196.خير شاهہ جي چِني.

خير شاهہ نوابشاهہ شهر جي سيدن جو جد امجد هيو. وڏي هلندي پچنديءَ وارو هيو. سندس لکيل سفارشي چِني ڪير نہ موٽائيندو هيو. جنهن کي لکي ڏيندو هيو، ان جو ڪم ضرور ٿيندو هيو.

مطلب:

- ڪم ڪڍڻ لاءِ، زوردار سفارش، هٿ ۾ هئڻ.
- ڪم ٿيڻ جي دلجاءِ هئڻ.

### 197.دال گيهه تيرا، آگ ڦوڪ ميرا

ٻه ڄڻا چانڊ پاڻ ۾ سنگتي ٻه هيا ۽ هاسٽل ۾ رهڻ جا ڪمرا ٻه لڳو لڳ هين. مائٽن کان مليل پئسا پيٽ ۾ ئي پورا نه پوندا هئن ته ٻيو گذارو ڪيئن ٿئين.

هڪ ڏينهن هڪڙي سنگتيءَ ٻئي کي چيو: "يار! ڪئنٽين ۽ هوٽل تي مانيءَ جو وڏو بل ٿو اچي. چونه پاڻ گڏجي ماني پچائڻ جو بندوبست ڪيون!"

"بلڪل! اها صلاح ته ڏاڍي ڀلي آهي!" ٻئي دوست راضي ٿيندي چيس: "پاڻ مانيءَ پچائڻ ۾ هٿئون بچت ٿيندي!"

"پڄنديءَ آهر، هرڪو حصو ڪٽي ڳنڍي!" پهرئين دوست چيو.

"پوءِ!" ٻئي دوست صلاح ونندي چيس: "اڌواڌ جي بنياد تي، هر هڪ کي حصو ڳنڍڻ گهرجي!"

"اها ڳالهه سئو سيڪڙو سوني آهي. خرچ اڌواڌ پرڻ سان، ڪنهن کي به ڪس ڪا نه لڳندي." پهرئين چالاڪ دوست چيو.

"پوءِ اوهان ڪهڙو ۽ ڪيترو خرچ پريندئو ۽ مونکي ڪيترو پرڻو پوندو!"

"دال گيهه تيرا، آگ ڦوڪ ميرا!" پهرئين دوست فيصلو ڏيندي چيس.

مطلب:

- چالاڪ ماڻهو لوڻ وجهي، پت پائيوار ٿيڻ ٿو چاهيندو آهي.

### 198.داڙهي تي خوش ٿيڻ، چاقوءَ تي چين چين ڪرڻ

هڪڙي ڪانگ-تڙيي، جهار پئي هڪلي. هڪڙيءَ جهرڪيءَ ڏاڍو بيزار ڪيس. گهڻيئي ڪانپاڻيون گهمايائين، ڏاڍا نڪاءَ ڪييائين، مجال آهي جو جهرڪيءَ جو پيٽ پرجي ۽ ٻنيءَ مان نڪري.

ڪانگ-تڙيي آخر تنگ ٿي دبهڙو ناهي، جهرڪيءَ کي ڊبيءَ هيٺ ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪئي. ٻه ٽي ڏينهن ته اتان ٻه داڻو چڳيو وجيس پر وَٽُ نه ڏئيس. مڙس به اچي بت مان بيزار ٿيو.

ٽئين ڏينهن مس مس وڃي جهرڪي ڊبيءَ ۾ ڦاٿي. ڪانگ تڙيي ٻه ڊڪي اچي منڊيءَ کان جهليس. جهٽ ۾ وَرَ مان چاقو ڪڍي منڊيءَ تي رکيائينس. ساهه سڀ کي پيارو آهي، جهرڪي ٻه ساهه وڃڻ جي ڀو کان ڏاڍا پَرَ هنيا ۽ چين چين ڪرڻ لڳي. جهرڪيءَ جي ڦرڙاٽن تي ويتر مڙس ڪٽ ٿي ويو ۽ چاقوءَ سان گهرڙڪو ڪيندي منڊي آرون پار ڪپيندي چوڻ لڳس: "داڙهي تي خوش! چاقوءَ تي چين چين!!"

### 199.ڏُٻي جو ڏيڏر

گپ ۾ مينهن جي ڪُر سان نهيل گُهبيت ۾ پاڻي پرجڻ بعد، منجهس ڏيڏر گهڙي ويو ۽ پنهنجي چوڌاري توڙي هيٺ مٿي پاڻي ڏسي رڙيون ڪري چوڻ لڳو: "اپ سمنڊ! اڙي اپ سمنڊ!"

مطلب:

- دٻو وڏي ڊنڊ جي پيٽ ۾ تمام ننڍي جاءِ آهي. منجهس رهندڙ جي دنيا به ٻين جي پيٽ ۾ ننڍي هوندي آهي.
- جنهنکي گهٽ علم هجي ان لاءِ تشبيهه ائين ڏٻي آهي.
- پيٽيو: کوهه جو ڏيڏر

### 200.ڊبي ۾ ٽڪريون

هڪڙي انگريز علمدار کي، بروهڪي ٻولي سکڻ لاءِ حڪم ٿيو. انگريزي ڄاڻندڙ، بروهيءَ کي استاد ڪيائين.

ڪيس انگريزيءَ ۾ چيائين: "Sun rises & Sun sets" جي بروهڪي ڪر.
"دي دڙنگا تي ٽڪتنا ٽئي!" بروهيءَ، "سج اڀرڻ ۽ سج لهڻ" جي انگريزي ٻڌايس. وڏيءَ ڪاوش جي باوجود، انگريز عملدار، اهي لفظ اچاري / ياد ڪري نہ سگهيو. خار ۾ بروهڪي ٻولي سکڻ ئي ڇڏي ڏنائين.
"تو بروهڪي ٻولي ڇو نہ سکي؟" انگريز عملدار کان، جنرل وزٽ دوران، مٿان آيل وڏي عملدار پڇيو.
"ڏکي آهي!" عملدار وراڻيو.
"ڪيئن ڏکي آهي؟" کانئس پڇيو ويو.
"هينئن ڏکي آهي!" انگريز عملدار، دٻي ۾ ٺڪريون کڙڪائيندي چيو: "دي دڙنگ، دي دڙنگ، دي دڙنگ..........."
مطلب:

- نہ سمجھ ۾ ايندڙ ڳالھ

### 201.دريءَ جو سلام

مير، سنڌ جا حڪمران رهيا آهن. هر ڪم لاءِ وقت مقرر هوندو هئن. صبح جو سوير، خاص بروچن لاءِ ڪچهري لڳندي هئي. ادبي گلشن، ڀاڱي ٻئي ۾، اڌارام چاندومل ٿڏاڻيءَ، ميرن جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ ۾ ملڪي ڪاروبار بابت لکيو آهي: "هر روز سج ابرئي کان اڳي، قلعي جي دروازي واري دري پٽبي هئي، جنهنڪري ڪچهريءَ کي دريءَ جو سلام بہ ڪري چوندا هيا!"
مطلب:

- ميرن جي ڪچهري

### 202.دلوراءِ جي نگري

آڳاٽي دور ۾، سنڌ ملڪ تي امر نالي حاڪم جي حڪومت  هئي. ڪيس ٽي پٽ: دلوراءِ، ڇنيوراءِ ۽ ڇٽو امراني هئا.
الور جي خاتمي بعد، دلوراءِ برهمڻ آباد اچي وسايو. جنهنڪري برهمڻ آباد کي دلوراءِ جي نگري بہ سڏيو ويندو هو.
دلوراءِ، دستور ناهيو هو تہ نيون شادي شده عورتون، پهرينءَ رات وٽس آنديون وڃن.
ڀاڻس ڇُٽو امراني، جڏهن عربياڻي زال پڻجي، برهمڻ آباد پهتو تہ هڪ ڏينهن ڇُٽي جي غير موجودگيءَ ۾ دلوراءِ اوچتو سندس گهر ۾ ويو. ڇٽي جي عربياڻي زال، منهن ڍڪي ڪمري ۾ هلي وئي.
جڏهن ڇٽو امراني گهر آيو. تڏهن زال ڳالھ ڪيس. ٻئي زال مڙس قرآن جا حافظ ۽ قرآت جا ماهر هئا. ٻنهي ٽي راتيون جاڳي خدا جي دربار ۾ ٻاڏايو ۽ زاريون ڪندا رهيا. نتيجي ۾ چپ پيئي، واري اُني، زمين ڏڏي ۽ شهر غرق ٿي ويو.
انهن ٽن ڏينهن دوران، خدا جا برگزيده ماڻهو، برهمڻ آباد مان، ڇٽي امراني جي آڪهہ سميت لڏي ويا هيا. ڇُٽو امراني، سيوهڻ ۾ اچي رهيو، جتي سندس مقبرو آهي.
مطلب:

- ظلم/ انياءَ جي جاءِ

### 203.دمِ عيسيٰ

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي انهيءَ ڦوڪ کي دمِ عيسيٰ سڏبو آهي جنهن سان پاڻ مردي کي قم باذن الله چئي، جياريندو هيو.
مطلب:

- ساھ وجهندڙ شيءِ، جنهن سان سک ملي.

### 204.دودي واري ڳالهه

دودو سومرو، سنڌ جو حاڪم ٿي گذريو آهي. پاڻس چنيسر جي بزدليءَ سبب ماڻهن ڪيس تخت تي ويهايو. نتيجي ۾ چنيسر، علاؤالدين خلجيءَ جي معرفت، سنڌ تي باهران حملو ڪرايو. وڏي گهمسان جي لڙائي لڳي. تمام ڏکهو قصو آهي، پٽ / پان ڪٽندا آهن. ڏينهن جا ڏينهن هلندو آهي.

انهيءَ قصي جي ڊيگهه / اينگهه ، ضرب المثل ٿي وئي.

مطلب:

- ڳالهه اينگهائيندڙ ماڻهوءَ کي چئبو آهي: "اچ ته دودي واري ڳالهه ڪٽي وينو آهين!"

### 205.دهليءَ جو ٺڳُ

گڏيل هندستان ۾ ريلوي جو نظام تمام بهترين هيو. ريلون پوري وقت تي هلنديون هيون. مسافر، وقت سر منزل تي پهچندو هيو. جنهن سبب سيڪو، ريل جي سفر کي ترجيح ڏيندو هيو.

ريلن ۾ گهڻي گڙدڙيءَ سبب، ٺڳي/ لليچائپ ۽ کيسا-ڪتر جام ٿيندي هئي. ٺڳن/ لليچن جون حدون پاڻ ۾ ورهايل هونديون هيون. هڪڙا ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين ڳنديپوڙيءَ جو ڪم ڪندا هيا ته ٻيا، ڪوٽڙيءَ کان روهڙيءَ تائين هٿ جي صفائي ڏيکاريندا هيا. ائين دهليءَ/ ممبيءَ تائين سلسلو هلندو هيو.

جڏهن لليچو، ڪراچيءَ کان واپاريءَ/ پئسن واري جي ڪڍ لڳندو هيو ته سندس پهرين ڪوشش هوندي هئي ته پنهنجي ئي حد ۾ ڪم پار ڪري وجي. جيڪڏهن ڪامياب نه ٿيو ته اڳين حد واري لليچي سان سودو ڪندو هيو. چوندو هيس: "لک روپئي جي آسامي آهي، مٿان ڇا ڏيندين؟"

پنجين ڏهين هزارين ۾ سودو ڪري، پاڻ پوئتي موٽندو هيو. يا سودي تي سودو ڪندو هيو. آسامي ڏئي آسامي وٺندو هو.

اڳلو به ڪوشش ڪندو هيو ته پنهنجي حد ۾ هٿ جي صفائي ڏيکاري، ٻيءَ صورت ۾ اڳين حد واري سان سودو ڪرڻو پوندو هيس.

ائين مسافر لاهور تائين وڪامندو ويندو هيو. ٺڳن مٿان ٺڳ، سندس کيسي جي ماليت، طبعي بيهڪ، منزل جي حساب سان، مٿانئس ٻولي ڏيندا، سودو ڪندا ويندا هيا.

لاهور ۽ دهليءَ جي وچ وارا ٺڳ ڏاڍا هوشيار هوندا هئا. ايندي يا ويندي مسافر ڪانئن بچي نه سگهندو هيو. جيڪڏهن گاڏيءَ ۾ ڦُري نه سگهيس ته لهڻ کان پوءِ ٽيڪسي ڪري به ڪڍ پوندا هيس. چو جو آساميءَ/ شڪار تي سندن گهڻي لاڳت ٿيل هوندي هئي. تنهنڪري مرڻ/ مارائڻ واري حد تائي وجي به وارادات ڪندا هيا.

مطلب:

- وڏو ٺڳ.
- مها ٺڳ.

### 206.ديوان جو نوڪر هئڻ، واڱڻن جو نوڪر نه هئڻ

هڪڙي ديوان وٽ مهمان آيو ته بورچيءَ کان واڱڻ رڌرائي ڪارايائينس. دسترخوان تي ديوان واڱڻن جي تعريف ڪرڻ لڳو. بورچيءَ به ها ۾ ها ملائيندي چيو: "سائين واڱڻن جي ته ڇا ڳالهه ڪجي؟! تندرستيءَ لاءِ ڏاڍا ڀلا آهن. نظر لاءِ ته هڪ ٽِپُ آهن".

ٻئي دفعي ساڳيو مهمان آيو. بورچيءَ ان ڏينهن به واڱڻ رڌيا. واڱڻ ڏسي، ميزبان کي دل ۾ آيو: "هر دفعي واڱڻ ڏسي، مٿان مهمان ڪُرڪي". تنهن کان اڳي بورچيءَ کي چوڻ لڳو.

"توکي بازار ۾ رڳو لين ئي واڱڻ ٿا ڇا؟ ٻيون به ڀاڄيون آهن. واڱڻ ڪا چڱي شيءِ آهن جو روز رڌيو ٻيٺو آهين؟!"

"بيشڪ سائين! واڱڻ چڱي شيءِ ناهي!" بورچيءَ دليل ڏيندي چيو: "صحت لاءِ نقصانڪار به آهن، ڏندن لاءِ ته

پويون ڏينهن آهن. سمجهو ته اڄ کان پوءِ گهر ۾ واڱڻ نه هوندا!"
"اڳي تو چيو هو ته: واڱڻ اڪسير آهن!" مهمان بورچيءَ کي ٽوڪ هڻندي چيو: "اڄ تو چوين ته بيماري آهن! اهو وري ڪيئن؟!"
"سائين واڱڻ چڱا آهن يا خراب! منهنجو انهيءَ سان واسطو ناهي. منهنجو مالڪ جنهن ڳالهه ۾ راضي، مان ان ۾ راضي!" بورچيءَ وضاحت ڪندي ٻڌايس: "مان ديوان جو نوڪر آهيان، واڱڻن جو نوڪر نه آهيان!"
مطلب:

- مالڪ جي ها ۾ ها ملائڻ واري کي ٽوڪ طور ائين چيو ويندو آهي.
- مالڪ جي ها ۾ ها ملائڻ لاءِ دليل طور چيو ويندو آهي.
- وڏن ماڻهن سان ها ۾ ها ملائيندڙ خوشامدڙين لاءِ ائين چئبو آهي.

### 207.ڏاند چڙهيي، ڏک ڏسڻ

هڪڙا لاڏائو لڏ پٽي سفر تي اسهيا. منجهن هڪڙا زال مڙس اهڙا به هيا، جن وٽ ڪمائيءَ لاءِ هڪڙو جنڊ ۽ چڙهڻ لاءِهڪڙو ڏاند هيا. مڙس جنڊ پنهنجي مٿي تي کنيو ۽ ڏاند تي زال کي چاڙهي ويهاريائين.
سفر دوران، لڏ منجهان ڳالهين ڪندي، هڪڙيءَ عورت زالس کان حال احوال وٺندي پڇيو: "ڏي خبر! مڙس تو کي گهري پائنئين؟"
ڏاند تي ويٺي چيائينس: "ادي کهڙيون تي سورن جون خبرون پڇين! ڏسين نه ٿي ته مئو پاڻ جنڊ مٿي تي کنيو جشن ڪندو تو هلي ۽ مون ڏکيءَ کي ڏاند تي چاڙهيون ڏک ڏيندو هلي!"
"ادي تون به ته شڪر ڪر!" حال پڇندڙ عورت چيس: "ڏاند چڙهئي تي ڏک ڏسين!"
مطلب:

- چڱي حال ۾ به پاڻ کي ڏک ۾ پائڻ.
- نا شڪر ٿيڻ.

### 208.ڏائي هٿ جو کيل

ڏائو هٿ: کاٻي هٿ کي چئبو آهي. ڏائي هٿ ۾، ساڄي هٿ کان طاقت گهٽ هوندي آهي. انڍي ۾ لوڻ برابر، کي ڪٻڙ يل ٿيندا آهن. ورنه اڪثريت سڄڙيل ٿيندي آهي.
هر چڱي ڪم لاءِ ساڄو هٿ استعمال ٿيندو آهي. آسان ڪم به ساڄي هٿ سان ڪبو آهي. کاٻي سان ڪري ڪين سگهبو. ڪي ڪم، ڪن ماڻهن لاءِ انتهائي آسان هوندا آهن. اهي مثال طور ائين چوندا آهن: "اهو ڪم مون لاءِ ڏائي هٿ جو کيل آهي."
مطلب:

- تمام آسان ڪم.
- ايڏو آسان، جيئن اڪ مان ماکي لاهڻ.

### 209.ڏنيجي ڳڏهه، سور سانٽيءَ کي ٿيڻ

سانٽي: مهاڻو يا مير بحر، جيڪو مياڻيءَ مان ڳڏهه تي مڇيون ڪٽي اڳي شهر ۾ کپائي.
سانٽيءَ جو گذر سفر، مڇين جي ڪاپاري تي آهي. اهي تڏهن کپائيندو، جڏهن مياڻيءَ مان ڪٽي، وسنديءَ تي آڻيندو. ائين ڪرڻ لاءِ کيس ڳڏهه جي مدد درڪار آهي. جيڪڏهن ڳڏهه، ڪنهن بيماريءَ يا ٻئي سبب ڪري ڏنيجي پوي يا ڏنياڻو پويس ته اهو به چار ڏيهاڙا ڪم تي نه هلي سگهندس. نتيجي ۾ سندس روزگار به، به چار ڏيهاڙا رڪجي پوندو. ان حالت ۾ کيس ڳڏهه جي ڏنيجڻ جو سور ته ٿيندو.
مطلب:

- جنهنجو جنهن سان واسطو آهي، سو تنهن لاءِ همدردي ضرور رکندو.

### 210.ڏيتا نهين، چي: "پورا تول!"

دڪاندار، ٻي پَتيئي ماڻهوءَ کي اوڌر تہ ڇا پئسن تي بہ سودو ڏيڻ لاءِ تيار نہ هوندو آهي. اهڙي صورتحال ۾ هڪڙو ٻي پَتيو گراهڪ اچي هج ڪري چويس: "سودو ڏي! پر جيڪو بہ اٿيئي، سو سمورو توري ڏي!"

مطلب:

- هو ساڻ نہ نيندا، هيءَ وچ ۾ سمهندي.
- اڳلو سودو نہ سلي، هيءُ اُٿل گهري.

### 211.ڏيک مولهي دا توڏا

هڪڙي جت کي واھ جي ٻيءَ پَر کان چراگاھ مان نياپو آيو: "ڏاچي/ مولهي ويائي آهي. توڏو ڏنو اٿائين. ڏسي وڃ!"

جَتُ ڏاچيءَ کي ڏسڻ لاءِ تيار ٿيو تہ سندس دادلو پٽ بہ کيٽو ڪري چوڻ لڳو: "مان بہ مولهيءَ جو توڏو ڏسان". نہ نہ ڪري پٽ کي ساڻ ڪنيائين. واھ جي ڪناري تي پهچي پُٽ کي چيائين: "تون منهنجي ڪُلهي تي چڙهي ويهہ تہ پار هلون." جڏهن واھ جي وچ تي پهتو تہ پاڻيءَ جي زور ڪان، ٿري ٿري ٿڪو ۽ چڙ وچان پٽ مان هٿ ڪيندي چيائين: "ڏيک مولهي دا توڏا!" وري ڏوڏا ڏيندي ۽ پڪڙيندي چيائينس: "توکي جهليم بہ تہ نہ هل! مُڙئين ڪو نہ، هاڻي تہ ٻنهي جو سِرُ ٿو وڃي".

نيٺ ٿڙي ڦٿڙي ڪناري تي پهتا.

مطلب:

- جڏهن ڪو ضد ڪندو آهي ۽ باز نہ ايندو، تڏهن ان کي ائين چئبو آهي

### 212.ڏينهان پگهارو، راتيان پارو

چِٽ جا ڏينهن پوسٽ ۽ گهٽ وارا ٿيندا آهن. جڏهن تہ رات جو اهڙي ٿڌ جو ڄڻ پارو پيو پوي. هڪڙي وقت ٿڌ ۽ يڪدم وري گرمي ٿيڻ، ماڻهوءَ کي نهوڙي رکندا آهن.

مطلب:

- جلدي بدلجندڙ حالتون، موسمي يا سياسي، ماڻهوءَ کي بي حال ڪري ڇڏينديون آهن.

### 213.ڏينهن جا تارا

1716ع ڌاري ويرا واھ تي سوڍو ستوجي حاڪم هو. ايڏو تہ ڪنورو ظالم هئو، جو ماڻهن کي بيگناھ ماريندو/ ڪُٽيندو هيو.

ڪڏهن ڪڏهن شهر جي ماڻهن کي گڏ ڪري چوندو هيو: "ويهو تہ اوهان کي ڏينهن جا تارا ڏيکاريان!" پوءِ ڪن غريبن کي ڳچين ۾ ڪپڙا وجهائي، اهڙا گهٽا ڏياريندو هئو جو انهن جون اکيون ڦاٽي وينديون هيون ۽ تارا ٻاهر نڪري ايندا هين.

ٻاهر نڪتل تارن ڏانهن اشارو ڪري ستوجي ماڻهن کي چوندو هيو: "ڏسو ڏينهن جا تارا!"

مطلب :

- گهٽو ظلم

### 214.ڍنڍيءَ جو شيخ

ڍنڍي : ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهہ جو نالو، جتي هڪ ڍنڍ پڻ هئي. قدرتي آفتن، ماڪوڙن ۽ مُنگهڻ جي تمام گهڻائيءَ سبب، ماڻهو منجهانئس لڏي ويا. هاڻي ٿوري قدر آباد آهي. جڏهن اوج هيس تڏهن اتان جا ماڻهو سکيا ستابا هيا ۽ وڏي ڌن دولت وارا هيا. سندن اٿڻي ويهڻيءَ مان سندن دولتمند هجڻ جي خبر پئي پوندي هئي.

مطلب :

- گھڻو شاھوڪار

**215.رات ٿوري، ساٺَ گھڻا**

ساٺ: شادين مرادن جون رسمون آهن، جيڪي شاديءَ رات گھوٽ سان ڪيا ويندا آهن. جيئن تہ گھوٽ جو مقصد ونيءَ ماڻڻ ھوندو آھي. سا بہ رات پيٽ ۾ ونيءَ گھر پھچڻ جي حد تائين. ان جي بر عڪس، ساري رات ئي جيڪڏھن سانن سوٽن ۾ وڃائبي تہ مراد پوري نہ ٿيندي. جيڏي رات آھي، اوڏا ساٺ نہ ڪبا، بلڪ ٿورا يا معمولي ڪبا، جيئن اصل مقصد بہ فوت نہ ٿئي.

مطلب :

- جنھن ڪم لاءِ وقت ٿورو ملي، ان ڪي اڪلائڻ ۾ گيسر نہ ڪجي.

**216.راجہ اِندر**

ھندن جو عقيدو آھي تہ راجہ اِندر سرڳ جو مالڪ آھي. سندس سامھون حسين عورتون راڳ/ رقص ڪنديون رھن ٿيون. پاڻ منجھن ويھي، دل وندرائي ٿي.

مطلب :

- وڏي عياش ماڻھوءَ لاءِ ائين چئبو آھي.

**217.راجہ اندر جو آکاڙو**

راجہ اندر جي انھيءَ جاءِ ڪي جتي حسين عورتون راڳ/ رقص ۾ مشغول آھن، راجہ اندر جو آکاڙو سڏبو آھي.

مطلب :

- عياش ماڻھوءَ جي اڏي لاءِ پڻ ائين مثال ڏبو آھي.

**218.رام ڪھاڻي**

راجا دسرٿ کي ٽي زالون ھيون: ڪوشيلا، سمترا ۽ ڪيڪئي. ڪوشيلا مان اِندر ھيو، جيڪو مڙني پٽن کان وڏو ھيو. سمترا مان لڇمڻ ۽ شتروگھن، ڪيڪئي مان پرت ھيو، جيڪو مڙني کان ننڍو ھيو.

نانگ جي ڏنگ لڳڻ تي، راجا دسرٿ جو زھر، ڪيڪئي چوسي ڪڍيو ھيو. راجا متس راضي ٿي چيو: "جيڪي گھرڻو اٿئي، سو گھُر!"

جنھن تي ڪيڪئي پنھنجي پٽ پرت لاءِ حڪمراني ۽ رام چندر لاءِ بنواس جي گھر ڪئي. رام، پنھنجي سيتا ۽ ڀاءُ سميت بنواس ورتو. جتي سندس سھڻي زال سيتا کي، راوڻ ڪٽي ويو. گھمسان جي لڙائيءَ کان پوءِ ۽ ھنومان جي مدد سان، رام پنھنجي زال سيتا موٽائي.

بنواس پورو ڪرڻ بعد، موٽي پنھنجي ماڳ آيو. سندس ننڍي ڀاءُ پرت کيس تخت تي ويھاريو.

مطلب:

- جڏھن ٿورن لفظن ۾ احوال ڏيڻ بجاءِ، لنبو چوڙو جواب ملندو آھي تہ ٺوڪ طور چئبو آھي: "اِھا رام ڪھاڻي ڇڏ!"
- رام ڪھاڻي ڇڏ يعني ڊيگھ ڇڏ ۽ ٿورن لفظن ۾ پنھنجو مقصد ظاھر ڪر.
- رام چندر جي ڊگھي قصي کي، ڏک ڀري ڪھاڻيءَ سان ڀيٽ ڏني ويندي آھي.
- ڳالھ کي اجائي ڊيگھ ونائڻ يا اِنگھائڻ.
- ٿوري جواب جي بجاءِ گھڻي بَڪ ڪرڻ.

**219.رڍِ اڳيان رباب، وڃائيندي ورھيہ ٽيڻ**

**220.رڙيءَ جو شاھوڪار**

**الف)** رڙيءَ جو شهر، پنهنجي شاهوڪاريءَ جي ڪري ڏاڍو مشهور هيو، اڄ بہ جيڪڏهن ڪنهن ڪي اجايو سجايو خرچ ڪندي ڏسبو آهي تہ ٽوڪ طور چئبو اٿس: "رڙيءَ جو شاهوڪار تہ ناهين".

**ب)** هڪ دفعي اڪبر بادشاهہ کي پرچون يا ريزي جو ڪُپُ پيو. اوترا روپيا، انن تي پرائي رڙيءَ شهر ڏانهن مٺائڻ لاءِ موڪليائين. سندس موڪليل سمورن روپين جو ريزو، هڪ ئي شاهوڪار وٽان ڪيس مليو ويو. رڙيءَ جا سينيون ايڏا شاهوڪار ۽ ڏنيوان هئا.

**مطلب:**

- وڏو شاهوڪار

اڻنگا خرچ ڪرڻ واري کي ٽوڪ طور چئبو آهي: "رڙيءَ جو شاهوڪار تہ نہ آهين!"

### 221.رن ڪراڙي، ملي مساڳ

ڪراڙي عورت ڏانهن مرد جو خيال گهٽ ويندو آهي. ڪيس بہ ڪراڙپ جي ضعف سبب مرد جي ضرورت گهٽ پوندي آهي. جيڪڏهن ڪا عورت، پيريءَ ۾ پهچڻ ڪانپوءِ جوانيءَ وارا سينگار ڪري تہ بجاءِ سندس چهري کي رونق بخشڻ جي اجا بہ بي رونق ڪندا. ائين ڪرڻ سان پاڻ کي ڏنو ونو ڪندي.

**مطلب:**

- ٻڍي گهوڙي، لال لغام

### 222.روهڙيءَ جو

هڪ دفعي روهڙيءَ وارن هڪڙي ذاڪر کي مجلس ڪرڻ لاءِ گهرايو. ذاڪر کي ڏاڙهيءَ جي ريهہ اجا نہ آئي هئي. لسڙاٽ هئڻ سبب، رات جو سندس خوب خدمت ڪيائون.

ڏينهن جو مجلس دوران، جڏهن ساڳيا همراهہ ڏاڙ ڏاڙ ڪري روئڻ لڳا، تڏهن ذاڪر وچ ۾ ئي ڪين چيو:"روهڙيءَ جا! توهان روئڻ جا بہ تڪا تہ روئارڻ جا بہ تڪا آهيو!"

**مطلب:**

- مانگر مڇ وارا ڳوڙها وهائيندڙ کي ٽوڪ طور ائين چئو آهي.

### 223.روهين رلاءِ، متي ڪلا

ڪوهستاني ڏنار، مال جي سانگي، ڪڏهن ڪٿ تہ ڪڏهن ڪٿ هوندا آهن. لڏ پلاڻ سبب، سندن ٽيڙ سدائين پنيءَ پاڏائون / متي تي / پاڏي تي هوندا آهن.

**مطلب:**

- غريب ۽ سيلاني ماڻهن لاءِ ائين چئبو آهي.
- لَڏو ئي لَٽ تي

### 224.رهو حلال، ٻوٽيون حرام

هڪ آخوند جي گهر-وارن، ڪڪڙ جو ٻوڙ رڌيو هيو. آخوند جڏهن گهر آيو ۽ رڌل ٻوڙ بابت پڇيائين تہ ڪيس جواب مليو: "گهر ۾ ٻوڙ رڌڻ لاءِ ڪونہ هيو. پاڙيوارن جو ڪڪڙ پٽ ٽپي آيو. لٽ ڏيئي ڪنوسين. ان جو ٻوڙ رڌيو آهي".

"پرائي ڪڪڙ جو ٻوڙ حرام آهي!" آخوند ناراض ٿيندي چيو: "مان نہ کائيندم!"

"ناراض ڇو ٿا ٿيو؟!" گهر-وارن ٻڌايس: "لوڻ ۽ مرچ، گيهہ ۽ بصر، باهہ ۽ پاڻي وغيره تہ پنهنجا استعمال ٿيا آهن."

"ها تہ پوءِ!" آخوند پلٽو کائيندي چيو: "مون کي فقط رهو ڏيو. ٻوٽيون نہ ڏيو".

"ساڳئي ٻوڙ جو .." گهر-وارن چيس: "رهو حلال، ٻوٽيون حرام!"

**مطلب:**

- حرام شيءِ جا حصا به، حرام ٿيندا آهن.

**225.رهي، نہ سهي**

هڪڙو ماڻهو، هڪ جاءِ تي، اڻ ٺر سببن جي ڪري، پاڻ رهي نہ سگهي ۽ مٽ مائٽ يا سنگت وغيره ڪي اتي رهائڻ جي مهرباني بہ نہ ڪري تہ ان لاءِ ائين چئبو آهي.

مطلب:

- نہ پاڻ ڪائي، نہ سنگت ڪي سهي.

**226.ساري سنگهار جون چوٽيون**

سارو سنگهار، ذات جو چنو سمون هيو ۽ ڪڇ طرف جو وڏو مالدار ماڻهو هيو. چوپائي مال جا وڏا ڌڻ هيس. سندس چوٽيون/ گفتا، نصيحت آموز هئڻ ڪري، ڏاڍا مشهور آهن. جهڙوڪ: ڇيها چار، گوها مار، وڃي نويا ڏار.

مطلب:

- جنهن بہ ماڻهوءَ جي گفتي ۾ معنيٰ / مقصد / رمز رڪيل هوندي آهي، ان لاءِ ائين چيو ويندو آهي.

**227.سبع معلقات**

دور جاهليت ۾، عرب جي مشهور ستن شاعرن، ست قصيدا لکي ڪعبة الله جي دروازي تي لڙڪائي ڇڏيا هئا تہ جيئن ماڻهن تي سندن ڪمال جو اثر ويهي وڃي ۽ ماڻهو سندن تعريف ڪن.

مطلب:

- ست ٽنگيل

**228.سچو اگهاڙو ٺيڻ، مٿو اگهاڙو نہ ڪرڻ**

هڪڙي ڳوناٽي ڪان راهہ ويندي ڦورن، پئسا ڦري، پٽڪو ۽ قميص بہ لهرائي ورتا. نلهيءَ ڪانئچ ۾ ڇڏي هليا ويس.

پاڻ ڦرائي جڏهن ڳوٺ وٽ پهتو تہ ڪانئچ مٿي تي پٽڪي طور ٻڌي ڳوٺ ۾ داخل ٿيو. پهريون همراهہ، جيڪو منهن پيس، تنهن پڇيس: "اگهاڙو ٿو اچين! ڪپڙا ڪاڏي ڪيئي؟!"

"ڦورو ڦري ويا!"

"ڪانئچ تہ ڇڏي ويا هوندئي!؟"

"اها تہ مٿي سان ٻڌي، مٿو ڍڪي، عزت بچائي هت پهتو آهيان!"

"اوگهڙ تہ هيٺ آهي، مٿي ۾ تہ ناهي!" ڪلندي ۽ حيرت مان سمجهائيندي چيائينس: "سچو اگهاڙو ٺيڻ پسند ڪري، مٿو اگهاڙو نہ سهي!"

مطلب:

- پائيءَ تي پڪائي، نوٽن تي ناداني.
- جيڪو عيب صواب ۾ تميز نہ ڪري سگهي، ان کي ٺوڪ طور ائين چيو ويندو آهي.

**229.سُستن جو ڏاڏو. (ورجيس)**

هڪ بادشاهہ جي دربار جا سڀ ماڻهو سُستَ هئا. هڪ ڏينهن بادشاهہ مڙني کي گهرايو ۽ چيو تہ جيڪو بہ سست ۽ ڪاهل آهي اهو هٿ مٿي ڪري. هڪ همراهہ ڪانسواءِ سيني هٿ مٿي ڪيو. بادشاهہ کي خوشي ٿي تہ چڱو ٿيو هڪ تہ چُست بہ آهي، پوءِ ان کان پڇيائين: "تو هٿ ڇو نہ ڪنيو؟"

ان همراهہ چيو: "بادشاهہ سلامت ڪير هٿ مٿي ڪٽي ۽ وري ڪير هيٺ ڪري!!"

بادشاهہ اهو ٻڌي چيو: "هيءُ تہ مڙني سُستن جو ڏاڏو آهي."

مطلب :

- سست ماڻهو، پيٽ تي ہير بہ ڪٽي نہ ڪائيندو آهي.

### 230.سفيد هاٿي

اڇي رنگ جا هاٿي، شان شوڪت ۽ وڏ-ماڻهپي جي نشاني سمجهيا ويندا هيا. ڪين فقط گهر ۾ سٺيا طعام ڪارائي ٿلهو متارو ڪيو ويندو هيو. باقي نہ ڪهڻ جا هوندا هيا ۽ نہ ڏهڻ جا هوندا هيا. منجهانئن ڪوبہ فائدو نہ هوندو هيو.

سفيد هاٿي، فقط حاڪم يا امير پالي سگهندا هيا. غريب غربي جي پالڻ جي جاءِ ئي نہ هوندي هئي. سفيد هاٿيءَ کي، دولت / مال غنيمت سان بہ تعبير ڪيو ويندو هيو.

مطلب :

- ڪنهن غريب کي، مهانگي شيءِ ڏئي پينگيو ڪرڻ معنيٰ ڪيس تحفي ۾ سفيد هاٿي ڏيڻ.

### 231.سگهن لاءِ وڃڻ، ڪن بہ وڃائي اچڻ

هڪڙو گڏهہ جهنگ ۾ چرندو هيو، جنهن ڏٺو تہ ٻيا جانور سگهن جي زور تي ٻين سان وڙهيو سڙهيو، مال تڳايو ٿا وڃن، جڏهن تہ ڪيس ٿور ڪجهہ نصيب ٿئي ٿو. دل ۾ چيائين: "جيڪڏهن مون کي بہ سگ هجن تہ مان بہ ائين وڙهان ۽ ٻين جومال ڦبايان!"

اها سڌ رکي اڳتي هليو تہ اڳيان ڏاند مليس. ان کان سگهن بابت پڇيائين. ڏاند ٻڌايس: "اسان ابن ڏاڏن کان هر ڪاهيندا آهيون، سايون پوکون چرندا آهيون، جنهنڪري طاقت بہ وڏي آهي ۽ سگ بہ ڦٽا آهن".

اهڙوئي جواب، رڍ، ٻڪريءَ ۽ مينهن بہ ڏنس. اهي سموريون ڳالهيون دل ۾ تلي، اڳتي وڌيو. ڏٺائين تہ هڪڙي ٻنيَ آهي، جنهن ۾ ڏاڍا ساوا گاهہ بيٺا آهن. سگهن جو خيال ايندي، ٻنيءَ ۾ لهي پيو.

هاريءَ ڪيس پيل ڪندي ڏٺو تہ اچي سوٽا چاڙهيائينس . هيءُ سگهن جي لالچ سبب نہ مڙيو. هاريءَ اچا پني نہ ڏني تہ وري پوک ۾ اچي گهڙيو. هاريءَ کي تڏي تي سٽس پئجي وئي. اهو بہ کهاڙي ڪلهي ۾ وجهيون آيو. ايندي ست، گڏهہ جا ڪن اچي وڍيائين. گڏهہ تڪليف کان ونئي جهنگ منهن ڪري ڀڳو.

مطلب:

- هڪڙي سک لاءِ وڃي ۽ ٻيو ڏک پرايون اچي، تنهن لاءِ ائين چئبو آهي.
- سود لاءِ وڃڻ ، بود بہ وڃائڻ.

### 232.سنجر مشڪري واري هرويرو. (ورجيس)

هڪڙو سنجر مشڪرو پَتن پوتن ۾ مشڪريون وجهندو هو، جڏهن لڙيءَ رات جو هر ڪو چني ۾ آرامي ٿي سمهي پوندو هو، تہ سنجر وڏي رڙ ڪندو هو، "گهوڙا ڙي... ابا ڙي... "

تڏهن هر ڪو اٿي پڇندو هو: "سنجر! خير تہ آهي، چو رڙ ڪيئي؟"

هن جو جواب هوندو هو: "بس هرو پرو...!" .....

مطلب:

- هڪڙن ماڻهن کي اجايو سجايو ڪروڙ جي عادت هوندي آهي.

### 233.سنگت ساڪري ۾، همراهہ آسري ۾

جيڪڏهن ڪير واعدو ڪري ڦري وڃي ۽ ٻئي طرف وڃي نڪري تہ ڪيس ٽوڪ طور چئبو آهي: "سنگت ساڪري ۾، همراهہ آسري ۾!"

مطلب:

- "آءُ تنهنجي لاءِ هتي انتظار ۾ آهيان ۽ تون وجي ٻئي طرف نڪتو آهين."

### 234.سَو تي ڪاٽتو

گاڏين جي ايجاد سان اها ورجيس وجود ۾ آئي آهي. سؤ ميل في ڪلاڪ يا تيز هلڻ لاءِ چئبو آهي: "سو تي ڪاٽتو رکي ڇڏ!"

مطلب:

- اکيون پوري، بي ڪتڪو تيز هليو هل.
- اڳيان ڪا رڪاوٽ ناهي، بنا بريڪ هليو هل.

### 235.سوئيمبر

آڳاٽي دور ۾، هندو مذهب وارن جي رسم هئي. چوڪري بالغ ٿيڻ وقت، چوڪري جي چونڊ ڪندي هئي. مقرر وقت تي، مڙني اميدوار نوجوانن کي متن مائٽن جي موجودگيءَ ۾ گهرايو ويندو هيو. چوڪري، سمورن منجهان، جنهن هڪ کي پسند ڪندي هئي، ان جي ڳچيءَ ۾ هار وجهندي هئي. ان چوڪري سان سندس شادي ٿيندي هئي.

مطلب:

- مڙس / مجازي خدا / رفيق حيات جو انتخاب ڪرڻ

### 236.سهي ٽنگون ٽي، چوٿون پڇ

هڪڙا چار سنگتي، نوڪر ساڻ ڪري، جنهگ ۾ شڪار لاءِ ويا. سڄي ڏينهن ۾ ڪين هڪڙو سهو/سهڙ هٿ آيو. بک به ڏاڍي لڳي هين. پاڻ ۾ صلاح ڪري نوڪر کي چيائون: "بک ڏاڍي لڳي آهي. سهو ذبح ڪري، پچائي تيار ڪر ته پيٽ ڪتي کي پادر هٽون!"

نوڪر کي به سڄي ڏينهن جي بک هئي. ماني تيار ڪندي، سهي جي ٽنگ ته ڳڙڪائي ويو. باقي پڪل سهو آڻي اڳيان رکيائين.

"سهي جي چوٿين ٽنگ!" جنهن همراهه کي ٽنگ هٿ نه آئي، تنهن رڙ ڪئي.

"سائين!" نوڪر دليل ڏيندي چين:" سهي ٽنگون ٽي، چوٿون پڇ!"

مطلب:

- ضدي ماڻهوءَ سان بحث ۾ پورو نه پئجي سگهبو.
- ڪِجِ بحث ۽ هٺ ڪان هيٺ نه لهندڙ ماڻهوءَ لاءِ، ائين چئبو آهي.
- سِهَڙ کي ٽنگون ٽي ئي ٽي.

### 237.سي اڍائي، سي ساڍا ٻه

اڍائي يا ساڍا ٻه، ساڳي ڳالهه آهن. ٻنهي جي انگن يا تعداد ۾ ڪو فرق يا ڦير نه آهي.

مطلب:

- جهڙي سٺ، تهڙيون ٽي ويهون.

### 238.شب چراغ

هيءُ هڪ گوهر آهي. جنهن بابت ڏند ڪٿا آهي ته: درياهي ڳئون، رات جي چرڻ مهل درياه مان نڪري اچي، وات مان اهو گوهر ٻاهر ڪڍي هڪ طرف رکندي آهي. ان جي روشنيءَ ۾ چرندي آهي. بعد ۾ وات ۾ ڪنيو درياه ۾ هلي ويندي آهي.

مطلب:

- رات جو چمڪڻ وارو تارو.

### 239.شجر ممنوع

حضرت آدم عليہ السلام کي، پيدا ڪرڻ کان پوءِ خدا تعالي سمورن ملائڪن کي حڪم ڪيو تہ آدم کي سجدو ڪن. سواءِ عزازيل جي، سمورن سجدو ڪيو. انهيءَ تان عزازيل، تڙجي خوار ٿيو ۽ آدم جو ازلي دشمن بڻيو. خدا تعالي حضرت آدم عليہ السلام کي، سندس گھرواريءَ بيبي حوا سميت، جنت ۾ ترسايو ۽ هڪ وڻ ڏانهن وڃڻ کان منع فرمايائينس.

شيطان، پهرين بيبي حوا کي، بعد ۾ آدم عليہ السلام کي ريهي ريبي، منع ٿيل وڻ جي ميوي کائڻ لاءِ آماده ڪيو. جنهن بعد، آدم عليہ السلام کي، جنت مان ڪڍي دنيا ۾ آندو ويو.

مطلب:

- منع ڪيل شيءِ / فعل

### 240.شيخ چليءَ جا منصوبا

شيخ چلي، هڪ فرضي احمق هيو. ڪيس هڪڙي دڪاندار، شيشي جي ٿانون جو ٽوڪرو، مزدوريءَ تي کڻڻ لاءِ چيو. ٽوڪرو روڊ جي پاسي ۾ رکي شيخ چلي سوچڻ لڳو: "مزدوري ملندي تہ ڪڪڙ خريد ڪندس. آنا وغيره وڪڻي ٻڪري وٺندس. ٻڪريءَ جا ڦر ڦروٽا وڪڻي، ڳئون مينهون ڏاريندس. مينهن جو کير وغيره وڪڻي آسودو ٿيندس. سهڻي زال بہ پرڻبس. زال کي پهرين ڏينهن کان ئي ڪنٽرول ۾ ڪندس. قابوءَ ۾ نہ آئي تہ اهڙي لت هڻندوسانس جو!"

اها سندس لت شيشي جي ٿانون سان ڀريل ٽوڪري کي لڳي. شيشا چيهون چيهون ٿي ويا. مزوري مزوريءَ جي ماڳ، هٿائين دڪاندار بہ ناهوڪي مار ڏنس.

مطلب:

- اهڙو شخص، جيڪو هوائي قلعا ناهي ۽ ڏکيا منصوبا جوڙي تنهن لاءِ ائين چئبو آهي.

### 241.شيطان واري ڳڙ جي آڱر

هڪڙي طالب العلم کي ڪارڻ لاءِ، شيطان اچي پاسو ڏنو. شاگرد شيطان سان سنگت رکڻ کان ڏاڍو لهرايو پئي.
"مون سان سنگت رکڻ ۾ ڪيهائين چو ٿو؟" شيطان ڪانئس پڇيو.
"ٻڌو اٿم تہ جنهن سان ياري رکين ٿو، تنهن کي دنگي فساد، شراب شباب ۽ ٻين ڪيترن ئي غلط ڪمن تي لاهيو وجهين ٿو." شاگرد چيس.
"اهي ڪم تہ ماڻهو، پنهنجي خواهش مطابق ڪندو آهي." شيطان عادتًا دليل بازي ڪندي چيس: "الزم مون تي مڙهيو ويندو آهي."
"مون ٻڌو آهي تہ آدم جو ازلي دشمن آهين." شاگرد چيس: "تون ئي ٿو ڪيس ورغلائين!"
"مان ڪنهن کي بہ ڪين ٿو ورغلايان/ ويڙهايان. سيئي پنهنجي خاش خوسيءَ سان وڙهندا آهن!" شيطان جرح ڪندي چيس. "مان تہ فقط ڳڙ واري آڱر هڻندو آهيان."
"اهو وري ڪيئن؟" شاگرد پڇيس.
"مون سان هل! مان ٿو توکي هلي لقاءُ ڏيکاريان!" شيطان پنهنجي ٽوپي شاگرد جي مٿي تي ۽ شاگرد جي ٽوپي پنهنجي مٿي تي رکندي چيو.
"ٽوپيون چو بدلايئي؟" شاگرد حيران ٿيندي پڇيس.
"ائين ڪرڻ سان تون ماڻهن کي نظر نہ ايندين!" شيطان ٻڌايس: "پر ٻين کي ڏسي ضرور سگھندين!"

بازار ۾ پهچڻ بعد، شيطان ڳڙ جي ٿئيءَ مان آڱر پري، هڪ پٽ تي هڻئي. مناڻ تي مکيون مڙيون، مٿن ڪُئي حملو ڪيو. ڪئي تي ٻليءَ جهپٽو ڪاڌو. ٻليءَ تي ڪتي نرو ڏنو . تاهه ۾ ٻلي مري پئي. ٻليءَ جو مالڪ برداشت نہ ڪري سگهيو. سوٽو ڪتي کي وهائي ڪڍيائين! ڪتي ڪونڪاڻ ئي بہ ڪيا. ڪتي جومالڪ لقاءُ ڏسي بيهي نہ سگهيو. ٻہ-هٿڙيو ڏندو هنيائين ٻليءَ جي مالڪ کي تہ رت ڪتا ئي نہ ڇٽينس.
ٻنهي ڌرين ۾ گهمسان جي ويڙه شروع ٿي وئي.
"مون فقط ڳڙ جي آڱر هڻئي!" شاگرد کي پاسي تي وٺي ويندي، شيطان چيو: "باقي وڙهيا تہ سڀ پنهنجي مرضيءَ سان. ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهہ آهي؟"
مطلب:

- چرچ ڪري ٻن ڄڻن کي ويڙهائيندڙ لاءِ ائين چئبو آهي.

### 242.طفيلي

ڪوفي شهر ۾ طفيل نالي هڪ شخص رهندو هيو. سندس هڪ عادت ڏاڍي خراب هئي . بي دعوتيو، هر ڪنهن جي گهر ۾، ماني کائڻ لاءِ هليو ويندو هيو. ريءَ سڏيو/ اڻ ڪونيو دعوت تي ايندڙ کي، طفيل جي نالي پويان طفيلي سڏيو ويندو آهي.
مطلب:

- ريءَ سڏيو/ اڻ ڪونيو دعوت تي ايندڙ

### 243.ظاهر ۾ درويش، اندر ۾ ابليس.

هڪڙا ماڻهو ڏسڻ جا من موهڻا هوندا آهن پر اندر جا من-ڪُهڻا هوندا آهن. تن لاءِ الله بخش ٽالپر پنهنجي ڪتاب پهاڪن جي پيڙهہ ۾ هيٺين وارتا ڏني آهي.
هڪڙو ڳيرو، هڪڙي وڻ تي ويٺو هيو جو مٿائنس هڪڙي باز لامارا ڏيندي پئي لُوهون ڏنيون. وڻ هيٺان وري هڪڙو شڪاري بہ ڳز ڪمان ڪنيو شڪار لاءِ پئي ڦريو جو باز جي لوهن تي ان جو ڌيان بہ ڳيري ڏانهن ڪجي ويو.
ڳيري بہ خطرا، هڪ ئي وقت ڏٺا تہ وچ ڏئي اڏاڻو. ڳاڙهيي ڪان تہ پاڻ ڳساياٺين پر بازڙو پويان لڳو آيس. پڄي پڄي ساٿو ٿيو تہ ٻي واهہ نہ ڏسي هڪ جهنگ ۾ ويراڳ پڇائيندڙ فقير جي جهوليءَ ۾ وڃي ڪريو. فقير کي الفي ڍڪيل هئي ۽ جهنگ ۾ دونهين دکايو، پوڄا پاٺ/ پرارٿنا ڪري رهيو هيو. شڪل مان بہ بزرگ لڳي رهيو هيو.
جيئن ڳيرو سندس هنج ۾ ڪريو، تيئن ئي ڪيس مولىٰ طرفان موڪليل روزي سمجهي، چاقو ڪڍي کهي ڇڏيائين. 'ڪنڌ تي ڪاتي اچڻ' کان اڳ، ڳيري سسندي ڪرڪيو: "مون ڀانيو درويش، پر هئين بازن کان بڇڙو."
آهي.
مطلب:

- مون ڀانيو درويش، پر هئين بازن کان بڇڙو.

### 244.عرب جي اٺ واري هلت

هڪڙو عرب رڻ پٽ ۾ تنبو هڻيو، ترسيو پيو هيو. سياري جي موسم هئي. رات جو وڳڙو هيو. سيءُ بہ سخت پئي پيو. تنبو ننڍڙو هيو، جنهن ۾ عرب اڪيلي سر ئي سوڙهو سنگهوڙو ٿيو ستو پيو هيو. سندن اٺ ٻاهر

ٻڌل هيو. اتر جي يوٽ هوا لڳي تہ اٺ ڪي بہ اچي ڏڪٽيءَ ورتو. سيءَ کان ڏڪندي، مالڪ بدوءَ کي چيائين:
”سڳورا! هاڻ مونکي اڳيون ٽنگون تنبوءَ اندر وجهڻ ڏي!“
”وڏيڪ جاءِ تہ تنبوءَ ۾ ڪانهي!“ بدوءَ وراڻيس.
”بس رڳو اڳيون ڄنگهون، تنبوءَ ۾ ٽپائڻ ڏي. وڌيڪ ٻيو ڪجھ نہ ٿو گهرانءِ!“ اٺ وراڻيس: ڪجھ تون بہ سور پور ڪرا رات جا چار پهر آهن، سي بہ گذري ويندا“ عرب ڪيس، اڳيون ٽنگون ٽپائڻ لاءِ اجازت ڏني.
اٺ اڳيون اندر ٽپائڻ کان پوءِ، سرڪي بدوءَ کي اهڙو سوڙهو ڪيو، جو بدو تنبوءَ کان ٻاهر ئي هلبو ويو.[1]
مطلب:

- مون پانيو درويش، پر هئين ٻازن کان بچڙو.

### 245.عنقا

هڪڙو فرضي پکي، جنهن لاءِ چون ٿا تہ ٻڇي ڊگهي هئس، وڏن وڏن جانورن ۽ ٻچڪرن کي ڳهي ويندو هيو. گمان آهي تہ ان دور جي ماڻهن، پنهنجي پيغمبر کان دعا گهرائي، جيڪا قبول ٿي ۽ پکي ناپيد ٿي ويو. اڄ تائين سندن جان آزاد ٿي وئي.
مطلب:

- اها شيءِ، جيڪا ناپيد ٿي وئي هجي، ان لاءِ عنقا جو لفظ استعمال ٿيندو آهي.

### 246.ڦٽ ٻجو ڪرڻ، گيھ ذرو ڏيڻ

ڦٽ ٻجو ڪرڻ: بي عزتي ڪرڻ
گيھ ذرو ڏيڻ: ٿوري شيءِ ڪرڻ
شيءِ يا سامان ان کي ڏبو آهي، جنهن جي عزت ڪبي آهي. جنهن جي عزت نہ ڪجي تنهن کي ڪا شيءِ ڏيڻ سندس اجا بي عزتي ڪرڻ جي مترادف آهي.
مطلب:

- بي عزتو ماڻهو عزت بدران، شين وٺڻ کي ترجيح ڏيندو آهي. چوندو آهي: ڦٽ ٻجو ڪج، گيھ ذرو ڏج!

### 247.قارون جو خزانو

قارون، تمام وڏو امير ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام جو سئوٽ هيو.
سندس خزانن جون ڪنجيون، چاليھ خچر کڻندا هيا. وڏن خزانن جو مالڪ هوندي حد درجي جو ڪنجوس هيو.
خدا تعاليٰ جي نالي تي، حضرت موسيٰ عليہ السلام جي ترغيب جي باوجود، دمڙي نہ ڏنائين.
آخر ڪيس، سندس دولت سميت، زمين ڳهي وئي.
مطلب:

- ڪنجوس دولتمند جي دولت کي، قارون جي خزاني سان ڀيٽ ڏني ويندي آهي. جنهن مان ٻيا تہ نهيو، پر پاڻ بہ فائدو نہ وٺندو آهي.

### 248.قانون جو احترم

ورهاڱي کان اڳ، شڪارپور جي ڪن هندن هٿيار ورتا ۽ هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا: ”هلو تہ سنڌ واهہ سان هلي، دل پڪي ڪري اچون“.
هٿيار پهنوار ڪٽي سنڌ واهہ سان بہ چار ميل اوپارا ويا. اتي، سنڌ واهہ جي پرينءَ پر ڪان، ٻن مسلمانن ڪين هٿيار

[1]پراڻو سوشلسٽ: سوشلزم جو سومناٿ، محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي سنڌ، ڪمرو نمبر ٣٨ مهراڻ سينٽر سکر ص ٢٤.

ڪٽي ايندي ڏنو تہ متن الرون ڪرڻ لڳا.
لتا لاهي، پاٽيءَ مان ٽپڻ وارا هيا تہ هندن ڪڙين تي زور ڏنو ۽ ساهي اچي لڪي در تي پٽيائون.
"سهڪو چو ٿا؟" ڪين سهڪندو ڏسي، ماڻهن پڇيو.
ماڻهن کي سچي وارتا ڪري ٻڌايائون.
"توهان وٽ هٿيار هئا!" هڪڙي همراهہ پڇين: "پوءِ وڙهڻ بدران، ڪانئن پڇي آيا آهيو!"
"يائي! توکي ڪهڙي خبر!" هٿ ٻڌندي نياز نوڙت سان چوڻ لڳا: "قانون جو احترم بہ ڪا شيءِ ٿيندي آهي."
مطلب:

- بي وس ماڻهو، قانون جي احترام جو سهارو ڳوليندو آهي.

### 249.قزلباش

قزل: ڳاڙهو،
باش: مٿو.
شاهہ اسماعيل صوفيءَ، پنهنجي سمورن فوجين کي ڳاڙهيءَ ٽوپيءَ واري وردي پارائي هئي. انهن سپاهين کي، قزلباش / ڳاڙهي مٿي وارو سڏيو ويندو هيو.
مطلب:

- ڳاڙهي مٿي واري کي قزلباش سڏيو ويندو آهي.

### 250.قلفيون چوڙي چڏڻ، ٽيليون ٻڌي چڏڻ

هڪڙو ڪراڙو شهر وڃڻ لاءِ تيار ٿيو تہ ڏيئرن قلفين آڻڻ لاءِ انگل ڪيس.
"ها بابا! ڪوڙ قلفيون وٺي ايندس!" ڏيئن کي تسلي ڏيندي چيائين.
ڪراڙي شهر ۾، چار پنج قلفيون ورتيون ۽ پوتڙي جي پلو ۾ ٻڌيون. ٻيو سودو سلوڪ وٺي، ڳاڏيءَ ۾ چڙهي، اچي ڳوٺ پهتو.
"بابا! اسان لاءِ قلفيون آندئي؟!" ڏيئن پڇيس.
"ها بابا! پوتڙي جي پلو ۾ ٻڌل آهن!"
گرميءَ سبب، قلفيون ڳري ويون هيون. پوتڙي ۾ باقي ٽيليون ٻڌيون پيون هين.
"بابا ! هي تہ رڳو ٽيليون ٻڌل آهن!" پوتڙي جا پلو جا چيندي، ڏيئن ٻڌايس.
"ابول ! ظلم تہ ڏسو! ملڪ ۾ ڪهڙو تہ انڌير لڳو پيو آهي. ماڻهو پوتڙو ئي خالي ڪري ويا آهن!" سٽرن تي هٿ هٽندي، پوڙهي چيو: "قلفيون چوڙي ويا، ٽيليون ٻڌي ويا".
مطلب:

- ڪتا چوڙي چڏڻ، پٽر ٻڌي چڏڻ
- جيڪو پاڻ نہ سنڀالي، ٻين تي الزام ڌري، ان لاءِ ائين مثال ڏبو آهي.

### 251.ڪاري گان ڙي

هڪ دفعي ٿر ۾ هڪڙي ڳوٺ جو تڙ/ کوهہ ڊهي پيو. پاڻي بند ٿي ويو. اها خبر ڳوٺ جي پير مرد کي پهتي تہ يڪدم چيائين: "ڪاري گان ڙي." جنهن جو مطلب هيو: "ڳوٺ وارن جو ڪاريءَ تي پير آهي!"

### 252.ڪاريهر وارو وير

ڪاريهر يا واسنيگ نانگ لاءِ مشهور آهي تہ مرڻ وقت، جيڪو منظر سندس اکين سامهون هوندو آهي، سو سندس اکين ۾ چپجي ويندو آهي. چپيل عڪس سندس ساٿي، ڏسي/ پڙهي/ سمجهي سگهندو آهي.
مارڻ واري جي صورت، ڪاريهر جي ماٽڪيءَ تي چپجي ويندي آهي. اها تصوير پڙهڻ ڪان پوءِ سندس ساٿيءَ کي وير پاڙڻ ۾ سولائي ٿيندي آهي.

اهوئي سبب آهي جو ڪاريهر ڪي مارڻ ڪان پوءِ، سندس منڍي ڇتي ڇڏبي آهي. يا ٻاهر ۾ ساڙي ڇڏبو اٿس. يا ڪنهن مٽانهين لوڙهي تي اڇلي ڇڏبو اٿس.
جيڪو ماڻهو، هر حال/ صورت ۾ وير پاڙي، ان لاءِ چئبو آهي: "فلاڻي جو وير: ڪاريهر وارو وير آهي" يا "فلاڻو ڪاريهر آهي! ڪاريهر وارو وير نه ڇڏيندو !"
مطلب:

- اهڙو وير جيڪو مئي مارائي ڪانسواءِ نه ڇڏيو وڃي.

### 253.ڪاريءَ تي پير

ڪاريهر يا ڪاري نانگ جي هڏي ۾ به زهر هوندو آهي. مرڻ پڄاڻان سندس هڏائين پڃري تي، جيڪڏهن اگهاڙو پير، پُل ۾ رکجي ويو ته ماڻهو مري ويندو. پوءِ پل هڏائين پڃري جو ڪنڊو، پير ۾ چڀي يا نه. ڪن صورتن ۾ ته هڏي ڪي ڇهڻ سان به ماڻهوءَ جو موت واقع ٿي ويندو آهي.
مطلب:

- واسطو پوڻ ڪان پوءِ، جنهن مان يقينًا نقصان پوي، ان لاءِ چئبو آهي: "فلاڻي سان تعلق رکڻ آهي، ڪاريءَ تي پير رکڻ" يا "هيروئن پيئڻ آهي : ڪاريءَ تي پير رکڻ!"

### 254.ڪاريءَ وارا ڪک

ڪاري: نانگ/ بلا جو قسم.
ڪک: نانگ ڪي سڏبو آهي.
هڪڙا چور، وڏيءَ تڪليف بعد ڪاٽ هڻي، هڪڙي گهر ۾ گهڙيا. اندر ڪا به شيءِ هٿ نه آين. خارمنجهان چيائون: "هتي ته ڪاريءَ وارا ڪک آهن!"
مطلب:

- نانگ بلائون.
- تڪليفون.

### 255.ڪاڪو آچار

ڪاڪو آچار، ماجر جي مهاڻن منجهان هيو. ڪن جو چوڻ آهي ته ڪڪرالي ۾ جاتيءَ طرف جو هيو. بهرڪيف، همراهه ٿورو موٽي دماغ وارو هيو.
شيخ چليءَ وانگر، پنهنجي بيوقوفين سبب، ڏاڍو مشهور هيو. ڪيس مونجٽيءَ نالي هڪ پيٽ به هئي. ٻنهي پيٽ پاءُ جا پورڙائپ وارا مثال ڏاڍا مشهور آهن.
مطلب:

- جيڪڏهن ڪير، ڦريل دماغ واريون ڳالهيون/ حرڪتون ڪندو آهي ته ڪيس ٺوڪ طور چئبو آهي: "تون ته عقل جو ڪاڪو آچار آهين!"

### 256.ڪاڪي جو ڪاڪو، ٽيوڻ جو ٽيوڻ

هڪڙي پائيبند جي ننڍڙي ڇوڪري، پيءُ سان هٽ تي ويني هئي. هڪڙو ڳوناڻو مسلمان، هٽ تان سودو وٺڻ آيو. ننڍڙيءَ ڪانئس مذاق ۾ پڇيو: "ڪاڪا! تنهنجو نالو ڇاهي؟!"
"بابا! منهنجو نالو آهي، ڇيڙ!"
ڇيڙ، ڇوڪريءَ ڪي سمجهه ۾ نه آيو. وائڙي ٿي وئي.
"ڇو پٽ! وائڙي ڇو ٿي وئي آهين؟!" پيءُ، ڌيءُ ڪان پڇيو.
"بابا! ڇيڙ ڇاهي؟"
"پُٽَ! ڇيڙ نه ڏنا اٿئي!" پيءُ سمجهائيندي چيس: "انهن جي ته پاڄي به ٿيندي آهي".

“چيڙن جو تيوڻ بہ ٿيندو آهي نہ!” ڇوڪريءَ پيءُ کان تصديق ڪرڻ لاءِ پڇيو.
“ها پٽ! ڇيڙ تہ تيوڻ جو قسم آهن!”
“واه پائي واه! واه جو نالو رکايو اٿئي!” ڇوڪريءَ حيرت مان مسلمان ڳوناٽي ڏانهن ڏسندي چيو:”ڪاڪي جو ڪاڪو، تيوڻ جو تيوڻ!”
مطلب:

- ٻائي جو ٻائو، تيوڻ جو تيوڻ
- دوائي ڪي دوائي، منائي ڪي منائي.

### 257.ڪانگڙي پهلوان

راجا رنجيت سنگھ جي دور ۾، هندستان جو هڪڙو سنهڙو سيپڪڙو مسلمان نوجوان، لاهور جي هڪڙي آڪاڙي پرسان اچي لنگهيو. هڪڙي سک پهلوان ڪي، ڏاڍا پوجن ڪائيندي ڏٺائين. سندس روح بہ سٽ ڪاڙي. پڇائڻ تي خبر پيس تہ پهلوانيءَ جو مظاهرو ڪرڻ سبب، ڪيس ڪاڏا مليا آهن. تيل جا مالشي، تنهن کان علاوه پڻ رکيا اٿس.
اها ڳالھ ٻڌڻ سٽ، ڪانگڙي پهوان سک سان مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. جنهن تي ڪيس راجا رنجيت سنگھ جي دربار ۾ شاهي مهمان ڪيو ويو. هاڻي هيءُ بہ ڏاڍا پوجن ڪائڻ لڳو.
مقابلي جي تاريخ ۾ مهينو سوا هيو. انهيءَ دوران سک پهلوان ڪي سهٽي نموني نفسياتي مار پڻ ڏنائين. ماڻهن جي هٿارائون نياپا ڪرايائينس.
جيڪي سک پهوان ڪي ٻڌائيندا هيا: “اچ ڪانگڙي پهلوان فلاڻي جي چنبي ۾ هٿ وڌو تہ چنبو ڪرائيءَ کان ڪڍي وڌائينس!” يا چوندا هيس: “اچ ڪانگڙي پهلوان ، فلاڻي ڪي جانو هٽي، ڌُڌِ وٽان جنگھ ڪڍي ڇڏي!”
سک پهلوان، احوال ٻڌي، پوجن ڪائڻ جي باوجود، اڌ ٿي ويو.
آڪاڙي ۾، مقابلي واري ڏينهن آمهون سامهون ٿيا تہ ڪانگڙي پهلوان، پهرين ڪعبي ڏي مهڙ ڪري نِوڙيو. پوءِ چيائين: “اي حضرت ابوبڪر صديق رضہ اوهان هليا وجو! هن لاءِ مان هڪڙو ئي ڪافي آهيان!”
ان بعد، اتر ڏي مهڙ ڪري، حضرت عمر رضہ جو نالو وٺي، ڪيس بہ ساڳيو عرض ڪيائين. اوير ڏي مهڙ ڪري، حضرت عثمان رضہ سان بہ ائين مخاطب ٿيو. جڏهن ڏکڻ ڏي منهن ڪري، ساڳيا لفظ شيرِخدا حضرت علي رضہ جن سان چوڻ لڳو تہ سک پهلوان آکاڙو ڇڏي ڀڄي ويو.
ڪانگڙي پهلوان بنا مقابلي انعام کٽي ويو.
مطلب:

- ڪمزور ماڻهو، بنا محنت جي ڪامياب ٿئي تہ چئبو آهي: “فلاڻو ڪانگڙي پهلوان آهي!”

### 258.ڪتا چوڙي ڇڏڻ، پٿر ٻڌي ڇڏڻ

ايران ۾ هڪڙو شاعر هو، جنهن جو آواز تمام بي سرو هيو. هڪ دفعي، هڪ محفل ۾ ڪيس دعوت هئي. اتي اچي شعر پڙهيائين. سندس مڪروه آواز تي ماڻهن ڪي ڏاڍا جڪ آيا. تنهن هوندي بہ هن جان نہ پئي ڇڏي. ڪڪ ٿي، نيٺ ماڻهو هڪ هڪ تي اٿڻ لڳا ۽ ٻاهران ٻيهي ڪيس ڦوڙھ هٽڻ لڳا.
جڏهن جنبن تي جان نہ ڇڏيايائين تہ اچي ڏنبا نوڪيائونس ۽ ٿيلها ڏئي ڪڍيائونس. ٻاهر نڪتو تہ ڪتا چوڙي ڇڏيائونس.
ڪتن جي حملي کان بچڻ لاءِ، نئڙي پٿر کنيائين تہ ڪٽي نہ سهگيو، ڇو جو پٿر زمين ۾ گتل هيو.
“ماڻهو ڏاڍا ظالم آهن؟” روئندي رڙندي چيائين: “ڪتا چوڙي ڇڏيا اٿئون، پٿر ٻڌي ڇڏيا اٿئون!”
مطلب:

- پيٽيو: قلفيون چوڙي ڇڏڻ، تيليون ٻڌي ڇڏڻ

- جنين مٿان جنيون کندڙ لاءِ ائين چيو ويندو آهي.

**259.ڪتو به ڪائڻ، ڪک به نه پرجڻ**

ڪتو ڪائڻ حرام آهي. وڏي بک ڪانپوءِ جڏهن ماڻهو، نڪ چپ ٻوڙي، ڪائڻ چاهي ۽ ايترو به نه ڪائي جو سندس ڪک پرجي سگهي ته پوءِ ڪائڻ مان ڇا فائدو؟

الله بخش ٽالپر پنهنجي ڪتاب، پهاڪن جي پيڙهه ۾ هينئين ڳالهه لکي آهي.

هڪڙي بادشاهه کي اولاد نه ٿيندو هيو، جنهن ڪري پيو پيرن فقيرن جي مزارن تي پڙ چاڙهيندو ۽ باسون باسيندو هيو. هڪڙي درويش فقير کيس پٽ ڄمڻ لاءِ دعا ڪئي ۽ ان سان گڏ ملڪ مان آرسي/ آئينو ڪڍائي ڇڏڻ جو پڻ شرط وڌائين. چيئ: ”آرسي ڪڍائي ڇڏيندين ته توکي جلد پٽ ڄمندو.“

حڪم جي دير هئي. ملڪ ۾ پڙهو گهمي ويو. آرسيءَ کي ڏيهه نيڪالي اچي وئي. سال جي اندر ئي بادشاهه کي پٽ ڄمي پيو. خوشيءَ ۾ خير خيراتون ڪيائين ۽ ڏاڍا فقير فقراءَ ڪارايائين. ساڳئي ڏينهن تي اتفاق سان وزير کي به پٽ ڄائو. ٻنهي جي لاڏ ڪوڏ سان پرورش ٿي. اچ ننڍا، سيان وڏا. نيٺ اچي جوان ٿيا. ٻنهي جي پاڻ ۾ گهري سنگت ٿي وئي.

هڪ ڏينهن ٻئي شهزادا شيل شڪار تي نڪري پيا. جهنگ ۾ ڀٽڪي ويا ۽ اوجهڙ ۾ وڃي پيا. اچ بک ڏاڍو ستايو هين. رلندي رلندي هڪڙي جهوپڙي نظر آين، جنهن ۾ هڪ عورت گوڏن جي وچ ۾ ڪا شيءِ لڪايو ڏسي رهي هئي. ڪانئس پاڻي گهريائون. جيڪو هُن ڪٽي پيارين. پاڻي پيئڻ پڄاڻان، گوڏن ۾ لڪايل شيءِ بابت دريافت ڪيائونس ته مائيءَ ٻڌاين: ”آرسي هئي، جنهن ۾ منهن ڏسي سينڌ پئي ڪڍيم. لڪايو انهيءَ لاءِ ويٺي هيس جو بادشاهه جو حڪم آهي ته جنهن وٽ آرسي هوندي، تنهن کي ڦاسيءَ تي لٽڪايو ويندو.“

ڪانئس آرسي ورتي ڏٺائون. اڳي پنهنجو چهرو پنهنجي اکين سان نه ڏٺو هئائون. شهزادي پنهنجو چهرو ڏٺو ته پاڻ تي ئي موهت ٿي پيو. دل ۾ دليل ٻوڙايائين ته شادي به ڪنهن اهڙيءَ عورت سان ڪندس، جيڪا مون وانگر سهڻي هوندي. مائيءَ کان واپسيءَ جا دڳ پنڌ پڇي، موڪلائي پنهنجي ملڪ اچي پهتا. ڪجهه وقت اندر، بادشاهه شهزادي کي شاديءَ لاءِ زور ڀريو ته هن به مٿيون شرط رکيس. شهزادي جي هڪڙي سنگتراش کان تصوير ڪڍائي، وزير کي سندس جوڙ جس ڳولهڻ لاءِ سوارين ۽ دولت سان آراسته ڪري ملڪ ملڪ موڪليو ويو.

هڪڙي بادشاهه، پنهنجي ڌيءَ جي حسين هجڻ ۽ سندس شادي ڪرائڻ لاءِ حامي ڀري. وزير موٽي اچي بادشاهه کي مبارڪ ڏني. بادشاهه خوشيءَ مان پٽ کي سڏائي خوشخبري سُڻائي. شهزادي تنهن هوندي به پڪ ڪرڻ ٿي چاهي. ٻڌل ۽ ڏٺل ۾ فرق جي خبر هيس، جنهنڪري پنهنجي اکين سان مشاهدو ڪرڻ پئي چاهيائين. وزير کان پار پتا ۽ ملڪ جو ڏس پنڌ پڇي، وزيرزادي سان سفر تي راهي ٿيو.

لڪ چپ ۾ آرسي خريد ڪيائون. مٿس به قيمتي لعل جڙايائون. چمڙا پوش ڪري، دلبر جي ديدار واسطي، فقير بڻجي سندس ملڪ ۾ وڃي وارد ٿيا. محبوب جي محل سامهون، پونگي اڏي، دونهين دکائي ويهي رهيا. رات جو اونداهيءَ ۾، باهه جي ترورن سان محلات ڏانهن، آئيني ۽ لعل جي معرفت اولڙا ۽ شعاع اچڻ لڳا. مٿي وينل شهزاديءَ ٻانهيءَ کي گهرائي، تجلن جو سبب پڇيو. جنهن ٻڌايس: ”ڪي فقير، هيٺ پونگي اڏي ويٺا آهن. اهو شعاع وٽانئن اچي ٿو.“

تجلن کي نور جون اپرندڙ لاٽون سمجهي، شهزاديءَ کين جادوگر يا پهتل بزرگ ڄاتو پئي. پڪ ڪرڻ لاءِ ٻانهيءَ هٿانئون ڪانئن چلڪا ڏيندڙ شيءِ گهرائڻ چاهيائين. هنن چيو، ”فقير محلات ۾ نه ايندا ۽ نه لاٽ جو سبب ٻڌائيندا. باقي پونگيءَ ۾ ايندڙ کي ان جو درشن ڪرائبو.“

شهزادي، گهڻن نياپن جي اچ وڃ کان پوءِ، محل جي در تي ٻيهڻ لاءِ راضي ٿي ۽ هيءُ به اوستائين اچڻ لاءِ آماده ٿيا.

آمهون سامهون ٿيڻ کان پوءِ هنن درسني، شهزاديءَ کي ڏني. هوءَ منجهس پنهنجو چهرو ۽ لعل ڏسندي ئي محو ٿي وئي. هنن پرپور نموني سان سندس ديدار ڪيو ۽ آئينو سندس هٿن ۾ ڇڏي، پنهنجا پير دانا.
شهزادي جڏهن درشن مان پوريءَ طرح سير ٿي، منهن مٿي ڪيو ته فقيرن جو نه اتو نه پتو. پانهيءَ کي پونگيءَ ڏانهن پچايائين ته امانت حقدارن کي ڏئي اچ. اتي به فقيرن جو نه اير نه پير. پريشان ٿي ويون. ڪير هيا، جيڪي ديدار ڪري ويا ۽ پار پتو به نه ڏنائون. آرسي ۽ لعل اٿلائيندي، پويان شهزادي جو نالو ۽ سرنامو لکيل ڏنائون ته آٿت ٿين. هاٽي پتو ڪرو ڪٽڻ سولو هيو. جيڪو اتڪل سان ديدار ڪري ويو آهي، تنهن سان ساڳي راند ڪبي.
شهزادي وجڻ سان پيءُ کي شادي ڪرڻ لاءِ آمادگي ڏيکاري. شهزاديءَ وارن ڏانهن پيغام پهچي ويا. پڇڻ تي شهزاديءَ پيءُ کان ڪجهه ڏينهن جي مهلت گهري: "شڪار تي وڃڻ جو ارادو آهي، اتان موٽان ته شاديءَ جي تاريخ ڏجو."
پيغام آڻيندڙ کي، سنبت ڪرڻ جي مهلت وارو پيغام ڏئي، واپس ڪيو ويو ۽ وڌيڪ به چيو ويس: "تاريخ بابت هاٽي اسان اوهان کي پاڻمرادو نياپو ڪنداسون."
شهزادي، شڪار جا ساز سامان تيار ڪرائي، شهزادي سان راند ڪرڻ لاءِ نڪري پئي. سندس محلات اڳيان واندي لڳي وئي. خيما کوڙجي ويا. اعلان ۽ پڙها گهمي ويا: "ولايت ملڪ مان حسين ۽ سريلي آواز سان مغنيہ پهتل آهي، جيڪا فقط شهزادن کي وندرائڻ لاءِ راڳ رنگ ۽ ساز سرود جي محفل ڪندي آهي. ٻين لاءِ نه. فقط شهزادا ۽ اميرزادا، رئيس ۽ وزيرزادا اچڻ لاءِ زحمت ڪن."
شهزادو به وزيرزادي سان صلاح ڪري، راڳ ٻڌڻ لاءِ اڏيل محفل ۾ آيو. پاڻ به حسين هيو ته شهزادي به وڏي حسين ۽ مرگهه-نيڻ هئي. شهزادو راڳ ٻڌڻ آيو، پاڻ راڳ ٿي ويو. پهرئين ديدار ۾ ئي دل ڦرائي وينو. شهزاديءَ راڳ ٻڌڻ لاءِ شرط رکيس: "راڳ ان کي ٻڌائيندس، جيڪو مون سان گڏجي ماني کائيندو."
"مان ماني کائڻ ۽ دعوت ڪرڻ لاءِ تيار آهيان." شهزادي حامي پري.
"مان غير مذهب آهيان. گوشت ۾ فقط ڪتي جو گوشت پسند ڪندي آهيان." هڪڙو سگهو ڪتو واندي اندر بينل ڏيکاريندي شهزاديءَ چيس: "صبحاڻي ڪهنداسين. ان جا ڪباب، قورما ۽ قيما تيار ڪرائينداسون. اوهان به دعوت ۾ اچجو. پهرين طعام ڪائبو، پوءِ ڪلام ٻڌبو."
ٻئي ڏينهن شهزاديءَ چيلو ڪهرائي، ٻوڙ پلاءَ تيار ڪرايا ۽ ٻيا به سمورا بندوبست ڪرائي ڇڏيا. سمورا هم سفر ساٿي، سامان ٻڌي لڏڻ جي اشاري جا منتظر ڪرايائين. تنبوءَ ٻاهران پنهنجو گهوڙو به سنبرائي ۽ سنجائي بيهاريائين.
رات جو شهزادو اڪيلو اچي نڪتو. مانيءَ لاءِ اندر آيو ته پويان ٻيو سڄو قافلو روانو ٿي ويو. ماني تمام ٺوري آئي، جيڪا هوڙ کي به نه لڳي. ٻنهي ڪاڏي پئي جو ٻوڙ ڪٺو. نوڪر ٻوڙ ڪڻڻ لاءِ ويو ته گم ٿي ويو. دير ٿي ته شهزادي پاڻ ٻوڙ ٻوڙ جو آواز ڏئي اٿي. جڏهن چگي دير ٿي وئي ۽ اها به نه موٽي ته شهزادو پاڻ ٻاهر نڪتو. نڪرندي ئي حيران ٿي ويو. خيمي جي ٻاهران، سواءِ سندس گهوڙي جي، باقي پنيءِ بيراني لڳي پئي هئي. شهزادي ڪيس ميل ماريون، اڪين ڪان اوجهل ٿي چڪي هئي.
"ڪتي جو ٻوڙ ڪاڏم، سو به اڌ گيدو، ڪُڪِ به نه پري." شهزادي کي انهيءَ خيال ايندي اٻڙڪ اچڻ لڳا ۽ چرين وانگر وڦلندي واتان نڪتس: "ڪتو به ڪاڏم، ڪُڪِ به نه پري."
وايون بتال ٿي ويس. گهر پهتو، ڏاڍا علاج معالجا ٿيا پر ڦڪين فرق نه ڪيو. هوڏانهن شهزاديءَ کي به اُڻ تڻ ٿي. نيٺ شاديءَ لاءِ نيپا نڙا پهتا. شهزاديءَ جي پيءُ کي اها به خبر پئي ته شهزادو دماغي توازن وڃائي وينو آهي، جنهنڪري رشتي ڏيڻ کان لنوائڻ لڳو. شهزاديءَ کي خبر پئي ته پيءُ کي چوائي موڪليائين: "آئون هڪ

جي زال تي چڪي آهيان. هاڻي جڏهن پيو مڙس ڪنديس ئي نه ته پوءِ انهيءَ ڪي جواب نه ڏيو. مان ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. توهان تاريخ پڪي ڏيوس.“

قصو ڪوتاهه. شادي ٿي وئي، گهوٽ ڪنوار سيج تي ستا ته به شهزادي جي اها ئي وائي: ”ڪتو به ڪاڻو، ڪک به نه پري.“

”ڪتو به نه ڪاڻئي، ڪک به پريئي.“ شهزاديءَ جلوو پسائيندي چيس: ”پهرين تو راند ڪئي، مونکي لڪ ۾ تاڙيئي، پوءِ مون به توسان ساڳي راند ڪئي. هاڻي برابر ٿياسين. اها شهزادي مان هيس. اهو ڪتي جو نه بلڪ ڇيلي جو گوشت هيو. مان غير مذهب يا غير مهذب نه ناهيان.“

شهزادي ڪيس سڄاتو ۽ پڪ ڏيارڻ تي دل جاءِ ٿيس ۽ خوش ٿي چيائين: ”ڪتو به نه ڪاڻم، ڪک به پرجي وئي.“

مطلب:

- ڏوڙ پائجي نه، پائجي ته وڏي ڍير مان پائجي.
- ڏوهه جو ڪم به ڪيو، مليو به ڪجهه نه.

### 260.ڪُتيءَ ڪائڻ وارو مجنون

ليلا کي خبر پئي ته مجنونءَ سندس گهٽيءَ ۾ اچي ديرو دمايو آهي. روزانو ڪتيءَ جو وٽو پري، ڏانهنس موڪلڻ شروع ڪيائين.

هڪڙي گهڻ-ڪائڪ همراهه ڪتيءَ جا وٽا، گهٽيءَ مان ايندي ويندي ڏٺا ته پاڻ به مجنون ٿي ويهي رهيو. اصلي ۽ نقلي مجنونءَ جو فرق ئي مٽجي ويو.

ڪُتي ڪٽي اچڻ واري نئين نوڪرياڻي پلجي وئي. ڪانئس نئون هٽو ڪٽو مجنون ڪُتي ڦري کائيندو هيو. ليلا کي خبر پئي ته چري ۽ وٽو نوڪرياڻيءَ کي ڏئي چيائين: ”مجنونءَ کي چؤ ته اڄ ليلا کي رت جو وٽو ٿو گهرجي!“

نوڪرياڻي ڪُتي-ڪائڪ وٽ پهتي. تنهن رت ڏيڻ کان نابري واريندي چيس: ”مان ڪتي کائڻ وارو مجنون آهيان. رت ڏيڻ وارو ايڏانهن پيو اٿئي!“

نوڪرياڻي سڪل سڙيل مجنونءَ وٽ آئي، تنهن چري هٽي ڪيس رت جو وٽو پري ڏنو.

ليلا کي رت جو وٽو ڏيندي، نوڪرياڻيءَ سڄي حقيقت کان آگاهه ڪيو.

”اصلي مجنون رت ڏيڻ وارو آهي.“ ليلا، نوڪرياڻيءَ کي آئنده لاءِ آگاهه ڪندي چيو: ”ڪتي ڪائڻ وارو نقلي مجنون آهي!“

مطلب:

- جيڪو فقط بين مان مال کيڏي ڪائي، تنهن کي ڪتي ڪائڻ وارو مجنون سڏبو آهي.

### 261.ڪڏهن پريءَ ۾، ڪڏهن پاڪر ۾

پريءَ ۾ هجڻ ۽ پاڪر ۾ هجڻ: اصطلاح آهن. جن جون معنائون گهڻي تعداد ۾ هجڻ ۽ ٿوري تعداد ۾ هجڻ آهن. ماڻهوءَ جي من جي ڪيفيت کي واضح ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندا آهن.

جيئن چئبو آهي، انسان ڪڏهن پريءَ ۾ آ ته ڪڏهن پاڪر ۾. جڏهن ماڻهو محتاج/ مئل/ بيمار آهي، تڏهن جڻ پريءَ ۾ آهي. جڏهن صحتمند/ جيئرو/ بهادر آهي، تڏهن جڻ هر معاملي کي پاڪرين پيل آهي.

مطلب:

- ڪڏهن خوش ته ڪڏهن تڪليف ۾ هئڻ.

### 262.ڪيي ڪاڙارا، وڻي اڏارا

ڪاڙارا ڪيڻ: الله جي نالي ڏيڻ

اڌارا ونڻ: ٻين جو محتاج ٿيڻ
الله جي نالي تي هميشه حلال ڪمائيءَ مان خير ڏجي. اڌارو وني يا ڀني نه ڏجي.
مطلب:

- پاڻ پني، گهوڙا ڳنهي.
- ڪاڍارا ڪيڻ، اڌارا ونڻ

### 263.ڪڙو پچڙو هٿڻ، ٻيو دڦ ۾ ٽٽون ڏيڻ (جتڪي)

ڪڙو: هڪڙو، پچڙو: ٻچڙو. دڦ ۾: بستري ۾
هڪڙو شڪل جو ٻچڙو، ٻيو ڪم ڪار نه ڪري هٿئون بستري تي ستو پيو هجي ۽ وينو سستيءَ ڪان ٽٽ ڏئي.
مطلب:

- تمام بيڪار ماڻهو

### 264.ڪڙي پولڙي، ٻي پٽوئين ڪتي

ڪڙي : هڪڙي . پٽوئن ڪتي: ڏنگي حرڪتڻ
هڪڙي پولڙي ٻيو حرڪت ڪان نه مڙي.
مطلب:

- حرڪتي ماڻهوءَ لاءِ ڪنايتًا ائين چئبو آهي.

### 265.ڪڪڙ ڪورين جو، ناڻءُ وڏيري جو

### 266.ڪل پيران دا خير

هڪڙي ڳوناٽي، پنهنجي پٽ ڪي زال جي زور پرڻ تي، دين جي تعليم ونڻ لاءِ ٻئي ڳوٺ جي مدرسي ۾ ويهاريو. چهن مهينن پڄاٽان، پٽس موڪل تي آيو ته متس مذهب جو چڱو خاصو اثر وينل هو.
هڪ ڏينهن پيءُ ڪي اوپر ڏانهن مهڙ ڪري پيشاب ڪندي ڏنائين ته يڪدم روڪيندي چيائينس: "ايڏانهن مهڙ ڪرڻ سان ڪعبي ڪي پني ٿيندي!"
پٽس ويني ويني، اتر طرف منهن ڪيو ته ڪيس اتي ٻه منع ڪيائين: "اوهو! ايڏانهن ته پيران پير آهي!"
جڏهن پٽس جو رخ اولهه طرف ڦريو ته ڪيس اتي ٻه ٽوڪيائين : "ايڏانهن ته ڪعبو آهي!"
پٽس جو رخ ڏکڻ طرف ٿيو ته ٽوڪيندي چيائينس: "ايڏانهن ته وارياسو پير آهي!"
پٽس ڪي پيشاب تڪڙو لڳو هيو. يڪدم اٿي ڪڙو ٿيو ۽ چوڦير گهمندي پيشاب ڪرڻ لڳو.
گهر جي اڱڻ تي مڙس ڪي چوڦير پيشاب ڪندو ڏسي، جوءِ پڇيو: "اهو ڇا ٿو ڪرين!"
"پٽ ته پڙهايئه پر مٽڻ جون واهون بند ٻه بند ڪرايئه!" مڙس زال ڪي ٽوڪيندي چيو: "هاٽي ڪل پيران دا خير هووي!"
مطلب:

- جڏهن ماڻهو چئوڪنيو ڦاسندو آهي ته پوءِ ڪنهن ڪي ٻه سڄڻ نه سمجهندو آهي يا سيني ڪان مدد گهرندو آهي.
- چئوڪنيو ڦاٽل ماڻهوءَ لاءِ ائين چئبو آهي.

### 267.ڪنڌيئون پار، ڦنڌارئون پار

### 268.ڪنگر ۾ ڪڪڙا، چي: "پڙي جي مبارڪ!"

### 269.ڪنو سهڻ، ڏنو نہ سهڻ

### 270.ڪٽڪ ڪيي، بھ ڪي باھ ڏيڻ

### 271.ڪوڏي حرام، بجڪو حلال

هڪڙي همراھ، راھ ويندي هڪڙي ڪوڏي ۽ هڪڙو پئسن سان پريل بجڪو لڌو. دل ۾ چوڻ لڳو: "شرع شريعت ۾، لڌل شيءِ لاءِ ٽي دفعا سڏ ڪري ٻڌائڻ واجب آهي. جڏهن ٽئين ڀيري ڪان پوءِ مالڪ نہ ٺئي تہ پاڻ وٽ رکي ڇڏڻ جائز آهي".

وچ گهٽيءَ ۾ بيهي، ٽي دفعا سڏ ڪيائين.

"ڪنهن جي آهي ڪوڏي!" زور سان ۽ آهستي چيائين: "هيءُ بجڪو!"

جڏهن، ٽنهي سڏن پوِيان ڪتان بہ موٽ نہ مليس تہ مڙني مالن جو مالڪ ٿي ويهي رهيو.

مطلب:

- ٿوري ڪم ۾ ايمانداري ۽ وڏي ۾ بي ايماني ڪرڻ.
- پيٽيو: رهو حلال، ٻوٽيون حرام.

### 272.ڪورين واري زڪواة (ورجيس)

هڪڙن ڪورين پاڻ ۾ صلاح ڪئي: "هر سال زڪواة جا تمام گهڻا پئسا ڀريون ٿا. اهي هن سال جيڪر بچايون تہ ڀلو!"

"بچندا ڪيئن؟" هڪڙي سادڙي ڪوريءَ چيو: "زڪواة ڪيڻ آهي، فرض آهي خدا جو. ان کان ڪيترو ڀڄبو. نہ ڏبي تہ ڏهوٽو نقصان ٿيندو!"

"ان لاءِ مون ڪي اٽڪل سُجهي ٿي!" هڪڙي سٽوپري، ڪُڏي وچ ڪچهريءَ ۾ چيو: "سمورا، زڪواة جا پئسا، هڪ هنڌ جمع ڪن. اها هڪ دلي ۾ وجهي، ڪنهن غريب کي ڏجي ۽ چئجيس تہ هيءَ زڪواة تو ڪي ڏنوسين."

"پوءِ!" ساڳئي سادڙي همراھ پڇيو: "زڪواة جا پئسا تہ ڏناسين، هٿائين دلي جا پئسا بہ ڇٽي."

"اڙي تون ٻڌ تہ سهي." ساڳئي سٽوپري بس ڪرائيندي چيس: "جنهن مائيءَ کي زڪواة جو دلو ڏبو. ان ڪان اڳ وني ڏهين ٻارهين رپئين ۾ وري خريد ڪبو. دلي جي قيمت ۽ مائيءَ کي ڏنل پئسا، زڪواة جي پئسن مان ڪٽي، هر ڪو پنهنجا پئسا ورهائي ڪٽندو."

"ها ائين چئو!" سادي همراھ چيو: "اها ڳالھ هاڻي سمجھ ۾ آئي."

زڪواة هڪڙي دلي ۾ جمع ڪري، هڪڙي غريب مائيءَ کي ڏنائون. پوءِ ڪانئس دلو خريد ڪري، پئسا ورهائي ڇڏيائون. دوست محمد مگسي (پنجوديرو)

مطلب:

- چالاڪيءَ سان مال بہ ڦٻائڻ، نيڪي بہ ڪمائڻ.

### 273.ڪوريءَ واري عيد

ڪوري ويچارو، ٻين کي تہ عيد لاءِ ڪپڙا اُٽي ڏيندو آهي پر پنهنجي سر ۽ ٻچن لاءِ ڪپڙن اٽڻ واسطي، وقت ڪين ڪيي سگهندو آهي. هونئن بہ ڪاسبي ماڻهن وٽ، پنهنجي سهوليت لاءِ وقت نہ هوندو آهي. ڪنير جي گهر ٿانءُ سجو نہ هوندو. لوهر جي گهر ٺڦٽي نہ هوندي. ڊکڻ جي گهر، ڏوئي نہ هوندي. اهڙيءَ طرح ڪوريءَ

جي عيد بہ انهن ئي پراڻن ڪپڙن ۾ ٿيندي آهي.

مطلب:

- ڪنهن کي بچڙي حال ۾ رهائڻ لاءِ ڌمڪيءَ طور چئبو آهي: "سڌري وڃ! نہ تہ ٿيئي نہ ڪوريءَ واري عيد!"

### 274.ڪوريءَ واري ڪار

ڪوري ڪپڙو بہ اڻندو آهي ۽ ڳالهائيندو بہ رهندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ سندس ڌيان فقط ڳالهائڻ ڏانهن هليو ويندو آهي ۽ سُٽُ وغيره منجهي ويندو اٿس. جنهن بعد ڏاڍو پريشان ٿيندو آهي.

مطلب:

- گهڻي ۽ اجايو ڳالهائيندڙ کي باز رکڻ لاءِ ائين چئبو آهي: "سڌر نہ تہ ٿئي نہ ڪوريءَ واري ڪار!"
- گهڻي ڳالهائڻ سان گهڻا ڪم ڪري پوندا آهن.

### 275.ڪوڙن گهپٽي

هڪڙو گهر-ڌڻي، گهر آيو ۽ اچي پڇيائين: "مينهن نہ ڏُڌَوَ چا؟"

"نہ!" جوڻس سبب ٻڌائيندي چيس: "ڏاپي وئي!"

"ايي ڳئون، ٿر ڳابا!" گهر ڌڻيءَ ٺوڪيندي چيس: "وري ٿي چوين تہ ڏاياڙي ڏايا!"

"ها چاچا!" چلهہ تي ماني پچائيندڙ ننهن، سندن گفتگو ٻڌي مانيءَ تان ٽپ ڏئي اٿي ۽ چوڻ لڳي: "چشڪو مون بہ ٻڌو!"

"هين چا ٿي چوي! سهري." ننهن ڏانهن منهن ڪندي چيو: "ڪوڙن گهپٽي!"

مطلب:

- سڪيءَ ۾ ڪوڙ هڻندڙ کي ڪنايتًا، ڪوڙن گهپٽي چيو ويندو آهي.

### 276.ڪي حقائي، ڪي ڏڪائي، ڪن ڳانڍ ڳسائي، ڪي ناسائي، ڪي ڳاسائي، ڪي چتو چپٽائي.

حقائي: حقو چڪيندڙ،

ڏڪائي: ڏڪا يا ڪوڙ هڻندڙ. اندازي جو ڳالهائيندڙ.

ڳاندو: ڳانڍ ڳسڪائڻ وارو.

ناسائي: ناسان هڻندڙ. نوس نوس ڪندڙ.

چتو چپٽائي: ناس چپٽيءَ تي ڳانڍ مارائيندڙ .

دنيا ۾ هر قسم جا عيبدار ماڻهو رهن ٿا. منجهن ڪيئي عيب ٿي سگهن ٿا. جن مان ڪجهہ هتي ڄاڻايا ويا آهن.

مطلب:

- دنيا ۾ اڪثريت اهڙن ماڻهن جي آهي، جيڪي پنهنجي پاڻ کي تہ ڪم نہ اچن پر ٻين کي بہ ڪم نہ اچن.

### 277.ڪي راشا، ڪي خاشا

راشا: غرب، ويچارا، ڪوڙا.

خاشا: چڱا، سنا. سچا.

دنيا ۾ ڪي ماڻهو غريب آهن تہ ڪي امير آهن . ڪي ڪُوڙا آهن تہ ڪي سچا آهن.

مطلب:

- دنيا ۾ هر قسم جا ماڻهو رهن ٿا.

### 278."ڪيئن؟" چي: "نہ هالا، نہ پيڻ!"

جيڪڏهن ڪنهن معاملي ۾ هڪڙو نه مڃيندو آهي ته ڪيس مجرائڻ لاءِ ماڻهو موڪلبا آهن ته جيئن ڳالهه مڃي وڃي. جن ماڻهن کي صلح لاءِ موڪلبو آهي تن کان موٽڻ مهل پڇبو آهي: "ڪيئن؟" جنهن جو مطلب آهي: "مڃيائين يا نه؟"
اڳلي جيڪڏهن ڳالهه نه مڃي هوندي ته صلح ڪرائڻ وارو چوندو: "نه هالا نه پيڻءَ."
مطلب:

- اڳلي کي نه هالا وارا پير پهچي سگهن ۽ نه جاتيءَ جو بزرگ مغليين.
- اڳلي کي مجرائڻ واري ڳالهه ڳري ٿي نظر اچي.

### 279.ڪاٽڻ لاءِ ڪرو، ڪم لاءِ ٻرو

پمونءَ نالي، هڪڙ نڪمو ڇوڪرو هيو، جنهن کي هڪ ڏينهن، ماءُ سڏ ڪري ڪم لاءِ چيو: "پٽ ! پمان!"
"جي امان!" پٽ ورندي ڏني.
"پٽ! پاٽيءَ دلو ته کوه تان ڀري اچ!"
"امان! ڀرين دلو ڪٽان! پوءِ کوه تي وڃان! نار ڪاهيان! وري دلو ڀريان! ڪٽندي پوي ڪري! پڄندي لڳي پير ۾ نڪري! رت پوي نڪري! پوءِ اهڙو جوکي جو ڪم ڇو ڪيان؟!"
شاعراڻو جواب ٻڌي، ماڻس کي چڙ ته ڏاڍي آئي پر اندر جو سور اندر ۾ پيئندي، وري پڇيائينس: "يلا پما! ڪچڙي رڌي پئي آهي. اها کائيندين!؟"
"امان!چو نه کائيندس!"
"ماريا!" ماڻس ٺوڪيندي چيس: "ڪاٽڻ لاءِ ڪرو، ڪم لاءِ ٻرو!"
مطلب:

- چاڪريءَ چور، نوالي حاضر.
- کائڻ وير مڙس، هاج وير چوڪر.
- نڪمي/ٽوٽي/سست ۽ گهڻ-کائڪ ماڻهوءَ کي ٽوڪ طور ائين چيو ويندو آهي.

### 280.کائڻ وير مڙس، هاج وير چوڪر

"نام کيا هي؟" هڪڙي پنجابيءَ، کلهن تي کڏائيندي، پنهنجي پٽ کان پڇيو.
"شکر پارا!" پٽس کيج مان کلي چيو.
"روٽي کتني کائيگا؟!"
"دس باره!"
"پاني کتنا پيئيگا؟"
"متکا سارا"
"کام کريگا؟"
"مين لڙکا بيچارا"
هڪڙو سنڌي، پنهنجي پٽ سان، اتان اچي لانگهائو ٿيو. هنن جو گفتگو ٻڌي، پنهنجي پٽ کي چيائين: "انهيءَ کي چئبو اٿئي: کائڻ وير مڙس، هاج وير چوڪر!"
مطلب:

- کائڻ مهل گڏ، سمهڻ مهل مسيت ۾.
- کائڻ مهل ڪرو، ڪم مهل ٻرو.
- کائڻ جو ڏرو، ڪم کان ٻرو.

### 281.کائي پيئي مت، گهر سهي ٿارو. ٽري

هڪڙي چوڪري پرانهين هنڌ تان پرڻجي آئي. سهري دل وٺندي چيس: "ڌيءُ! سارو گهر تنهنجو آهي، پر اهو خيال ڪجانءِ ته ڪا شيءِ ڪٽي نه."

سهرس روزانو سنڀال تي ايندو هو ۽ گهر جي هر شيءِ چڪاسي ويندو هو. ننهن به گهر جي سنڀال ۾ قابو ٿي وئي. ڪٽڻ ڪپائڻ جو ڪوبه امر نه هئس.

ڪجھ وقت کان پوءِ چوڪريءَ جو پيءُ ڪيس ڏسڻ لاءِ آيو. پهرين پنهنجي سيڻ سان مليو. جنهن ٻڌايس: "ننهن ي پريل تريل گهر ڏيئي ڇڏيو اٿم. ويني تي موجان ڪري!"

جڏهن ڌيءُ سان ملڻ آيو ته واقعي پريل تريل گهر ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڌيءُ کي چوڻ لڳو: "ڌيءُ! تون ته وڏي ڀاڳ واري آهين. توکي ههڙو گهر ۽ پلو سهرو مليا آهن!"

ڌيٽس اهي لفظ ٻڌي ، صفا سڙي وئي.

"ڪائي ڀيئي مت، گهر سهي ٿارو" پيءُ سان ٻڙڪ ڪيندي چيائين؛ "ڪائين پين متان! گهر سڄو تنهنجو آهي".

مطلب:

- مالڪ ته تون آهين، پر شيءِ ڪا به استعمال نه ڪجانءِ.
- سڪٽو سر، پائن تان قربان.

### 282.ڪتراڳ

ڪتراڳ: راڳ جو قسم آهي، جنهن ۾ سڀ سر لڳن ٿا. جهڙوڪ "شد"، "ڪومل" ۽ "تيور". اهو راڳ بذات خود سکي ڳائڻ، هڪ وڏو جنجهٽ آهي. ان ڪري ڪتراڳ جي معنيٰ ٿي جنجهٽ ۾ پوڻ.

مطلب:

- جڏهن ڪو ماڻهو. مشڪل ڪم ۾ هٿ وجهندو آهي يا وقت وڃائيندو آهي. تڏهن ڪيس چئبو آهي: "ڪهڙي اڇي ڪتراڳ ۾ پيو آهين".

### 283.ڪٽيو مڙس جو ڪائڻ، ڦورو ابي جو ڳائڻ

- ڪٽيو ڪائي مڙس جو، چي؛ "جيئي ابو!"

### 284.ڪٽيو ڪٽيي جي ماڳ، مُوراڳو مُور وڃائڻ

- ڪٽيو توتان گهوريو، وڃائج ۾ مور

### 285.ڪٽيي جو اڌ

هڪڙي زميندار ڪي پٽ ڄائي جي مجلس ڪرٽي هئي، تنهڪري ڪاڏي پيتي جو سمورو سامان گهرايائين پر پلو ڪين مليس.

پلي جي ويچار ۾ هيو ته هڪڙو مهاڻو، ڪاريءَ ۾ وڏو پلو ڪٽي سندس اوطاق تي پهتو. زميندار پلو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. پلو وني ڪانئس ڊورٽي ڏيڻ جي ارادي سان پڇيائين: "تون اسان ڪي وقت تي ڪم آيو آهين، ٻڌاءِ ته توکي ڪهڙو انعام ڏجي!"

"سائين هن پلي جي قيمت آهي سؤ چهبڪ!" مهاڻي وراڻيو: "سئو چهبڪ به اگهاڙيءَ پنيءَ وارا!"

زميندار سبب پڇيس ته مهاڻي بنا سبب ٻڌائڻ جي قيمت وصول ڪرڻ لاءِ زور ڀريو. لاچار ٿي زميندار سندس اگهاڙيءَ پنيءَ تي، آهستي آهستي چهبڪ هڻڻ شروع ڪيا. جڏهن پنجاهه چهبڪ لڳا ته مهاڻي، زميندار کي روڪي چيو: "جهل سائين! پلي جي سودي ۾ مون سان ٻيو به ڀائيوار آهي. تنهنڪري اڌ انعام ڪيس ڏيو!"

زميندار کان ڪل نڪري ويئي ۽ پڇيائينس: "پلي ۾ اڌ ڀائيوار ڪهڙو اٿئي؟"

"سائين! اوهان جو دربان اڌ ڀائيوار آهي!" مهاڻي هٿ ٻڌي ٻڌايس: "پلو ڪٽي پئي آيس ته اندر نه پئي ڇڏيائين.

ساٽس پلي جي اڌ بها رشوت طور باسي اندر گهڙيو آهيان“.
اهو حال ٻڌي زميندار دربان کي گهرائي ساٽس ڏاڍي جٺ ڪئي ۽ باقي رهيل چهبڪ خوب هٽايائينس ۽ نوڪريءَ مان بہ جواب ڏئي ڇڏيائينس. بعد ۾ مهاٽي کي ججهو انعام ڏيئي روانو ڪيائين.

### 286.ڪڏ ٽپڻ، اڏ نہ ٽپڻ

### 287.ڪڳي.

واديءَ سنڌ جي قديم ترين ناچن مان ڪڳي بہ هڪ ناچ آهي. جڏهن ڪنهن غريب کي، وڏي مدت کان پوءِ ضرورتن جو سامان ميسر ٿيندو هيو تہ مٿس وجداني ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي ۽ خوشيءَ ۾ نچڻ لڳندو هيو. انهيءَ انداز کي لئہ ۾ هيئن آندو ويو، جو تال جي لاءِ ڪي لفظ گهڙيا ويا. پوءِ ڪڳي هٽڻ وارو انهن لفظن جي لئہ تي ڪڳي هٽندو هيو.
مثال طور: ڪڳيءَ جي لئہ قائم رکڻ جا ٻول آهن: ”هہ - اخ - دل - اخ“. ڪڳي هٽڻ وارو، اهي لفظ بہ چوندو ويندو هيو ۽ ٻانهن ڪڇن سان بہ وڄائيندو ويندو هيو.
هاٽي ڪڳي، فقط پنڻ وقت هنئي ويندي آهي.
مطلب:

- جيڪو ننڍي وڏي ڳالهہ تي ٽپ ڏيئي وينو خوش ٿيندو آهي. تنهن لاءِ چيو ويندو آهي: ”فلاڻي جي ڪڳي پئي تي لڳي!“

### 288.ڪورڙو تو ڪورڙو، مڙهي ڪالهو

ناري جي هڪ پوڙهي وڏيري، ٽر مان سڱ ورتو. پرڻي واري ڏينهن ساهر گهر پهتو ہ زالون ڏسڻ لاءِ مٿس مري ويون.
”ٻوٻو! لاڏو ڪورڙو!“ ڪيس ڏسي چوڻ لڳيون: ”آئي! گهوٽ تہ پوڙهو آهي!“ اهي لفظ پوڙهي وڏيري کي نہ وڻيا. يڪدم پاڻ کي نوجوان ثابت ڪرڻ لاءِ اتي نينگ ٽپا ڏيڻ شروع ڪيائين.
”ڪورڙو تہ ڪورڙو، مڙهي ڪالهو!“ سندس بيوقوفيءَ وارين ڳالهين تي ساڳيون مايون چوڻ لڳيون: ”پوڙهو تہ پوڙهو، موراڳي چريو!“
مطلب:

- عيبن مٿان عيب اٿس.

### 289.ڪوڙيءَ کي گهمري

هڪڙي غريب هاريءَ، پنهنجي ٻج لاءِ، گنديءَ ۾ ان لنبي رکيو هيو. انهيءَ سال برسات پئي، گندي ڪين سنڀاليائين. منجهس پاڻيءَ جا ڇٽاڪا پئجي ويا. پسيل سجو ان خراب ٿي ويو. مالڪ گهرج وقت، گنديءَ جو ليڙو کوليو تہ منجانئس سڙيل ان نڪتو. يڪدم ٻهلڻ پٽيائين تہ من مٿيون ان، صحيح هجي پر اتان بہ خراب ان نڪتو تہ چوڻ لڳو: ”ڪوڙيءَ کي گهمري اچي وئي آهي!“
مطلب:

- جڏهن هڪ آڪهہ جا سمورا ڀاتي عادتًا خراب هجن تہ انهن لاءِ چئبو آهي: ”فلاڻن جي ڪوڙيءَ کي ئي گهمري آهي!“
- ”فلاڻن جي دن ۾ول ئي ڪريل آهي.“
- ”فلاڻن جي ڪوڙيءَ کي ئي ڪمهري آيل آهي.“

### 290.ڪوهہ جو ڏيڏر

هڪڙو ڏيڏر، کوه ۾ رهندڙ هيو. هڪ ڏينهن ٻاهر جي دنيا جو ڏيڏر، کوهہ ۾ ڪري پيو. کوه جي ڏيڏر سان کوه جي ننيڙي هئڻ بابت شڪايت ڪرڻ لڳو. کوه جي ڏيڏر اڌ کوه ڦيرو ڏيڻ بعد پڇيس: "جنهن دنيا جي جدائيءَ ۾ تون روئين ٿو، سا منهنجي ڦيري جيتري هئي؟"
"نہ!" کوه ۾ ڪريل ڏيڏر چيس: "ان کان تمام گهڻي وڏي هئي!"
کوه جي ڏيڏر، سڄي کوه جو پورو ڦيرو ڏئي پڇيس: "تو واري دنيا ايتري وڏي هئي؟"
"نہ!!ان کان تمام گهڻي وڏي هئي!"
"تون ڪوڙ ٿو هڻين! کوه جي ڏيڏر، ضد ۾ اچي چيس: "ان کان وڏي دنيا ٿي ئي نہ ٿي سگهي!"
مطلب:

- جنهن ماڻهوءَ جو عقل محدود هجي، ان لاءِ ڪنايتًا چئبو آهي: "کوه جو ڏيڏر آهي".
- کوهہ جي ڏيڏر لاءِ سڄي دنيا کوه ۾ آهي!
- پيٽيو: دٻي جو ڏيڏر

### 291.کير ۾ مُوري وجهندڙ

### 292.گابي واري چٽ چٽيان

ڳابن جي فطري عادت آهي تہ هڪڙو ٻئي کي چٽيندو آهي تہ ٻيو ٻهرئين کي چٽيندو آهي.
مطلب:

- هڪڙو هڪڙي سان مهرباني ڪندو تہ ٻيو اڳلي سان مهرباني ڪندو.
- جڏهن هڪڙا ٻہ ڄڻا، هڪٻئي لاءِ گهڻي وٽ وراڻ ڪن تہ انهن لاءِ چئبو آهي: "فلاڻن جي تہ هڪٻئي سان گابن واري چٽ چٽيان آهي!"
- ائين چٽڻ، جيئن گابو گابي کي.
- گابي وانگي چٽ تہ چٽيانءِ ڪرڻ

### 293.گاپوچيءَ وارو اصول (ورجيس)

هڪ اميدوار انٽرويو دوارن مڙني سوالن جا جواب، صحيح ڏئي، سمورن انٽرويو ڏيندڙن کي لاجواب ڪري ڇڏيو. نتيجي طور، سمورا انٽرويو وٺندڙ سمجهي رهيا هئا: " اميدوار، نوڪريءَ جو حقدار آهي."
اميدوار کين وٽ نہ ڏني تہ انٽرويو وٺندڙن مان هڪ ڪانئس پڇيو: "آخري سوال آهي. اگر ان جو جواب ڏئي وئين تہ نوڪري تنهنجي آهي."
اميدوار دل ۾ سوچيو: "جتي هيترن سارن سوالن جا صحيح جواب ڏنا اٿم، اتي اهو هڪ بہ پلي پچن."
انٽرويو وٺندڙن مان هڪڙي ڪانئس سوال پڇيو: "'گاپوچيءَ' جي معنيٰ ڇا آهي؟"
اميدوار وڏي سوچ ۾ پئجي ويو. آخر ۾ اهو چيائين: "سائين! ان جي معنيٰ آهي: تہ مونکي نوڪري نہ ملندي."[2]

مطلب:

- سڌو سنئون انڪار ڪرڻ کان، وڪڙ ڏئي منجهائي ڇڏائڻ جو طريقو اختيار ڪجي.

### 294.گامون سچار

[2] حزب الله آءِ سومرو/ خيرپور

گامون سچار يارهين صديءَ هجريءَ جو مشهور عوامي ڪردار هيو. سندس نالو گامڻ خان پٽ بابل ڪورائي هيو. ديره غازي خان جي باني نواب غازي خان وٽ، سچائيءَ سببان، سندس وڏي عزت هئي.
گامون سچار جون ڳالهيون دير غازي خان، بهالپور، سري توڙي سنڌ ۾ لاڙ تائين مشهور آهن. اٽڪل ۽ حرفت وارا نقل، جيڪي گامون سچار جي نالي سان مشهور آهن، سي معتبر ڪونہ آهن. ڇو تہ گامونءَ جو ڳڻ: سچائي هيو، نہ ڪي حرفت ۽ اٽڪل بازي.
مطلب:

- جيڪو مصلحت نہ سمجهي ۽ فقط سچ ڳالهائي، تنهن کي ڪنايتًا گامون سچارو سڏبو آهي.

### 295.گاهي ولي، گاهي يوت

گاهي ولي هجڻ ۽ گاهي يوت هجڻ، اصطلاح آهن. سندن اصطلاحي معنيٰ: ڪڏهن رحمدل ٿيڻ ۽ ڪڏهن ظالم ٿي بيهڻ آهن. بئي، ماڻهوءَ جي من جي ڪيفيت کي ظاهر ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندا آهن.
مطلب:

- جيڪو ماڻهو هڪ گهڙيءَ ۾ سڄڻاپ ڪري ۽ ٻي گهڙيءَ ۾ ٻيهي اکيون ڏيکاري، تنهن لاءِ ڪنايتً چئبو آهي: "فلاڻو گاهي ولي، گاهي يوت آهي."
- پيٽيو: گهڙيءَ ۾ تولو هئڻ، گهڙيءَ ۾ ماسو هئڻ.

### 296.گجٽيءَ واري دانهن

عربن جي دور حڪومت ۾ نئون ڪوٽ لڳ. "سامير پني يا ٿانور پني نالي هڪ ظالم حاڪم رهندو هو. جنهن پنهنجي شهر جي گجٽي، نالي مسلمان عورت جو پٽ، وڏوهو يا "وڏهر" نالي، بيگناهہ مارائي ڇڏيو هو."
ان وقت محمود غزنوي ويجهي پٽ ۾ لٿل هيو ۽ سومنات ڏي ڪاهيو پئي ويو. گجٽيءَ محمود غزنويءَ وٽ دانهيو. نتيجي ۾ محمود غزنويءَ لشڪر ساڻ ڪري، سامير شهر تي حملو ڪيو. سامير مارجي ويو ۽ شهر فتح ٿي ويو.
بعد ۾ اهو شهر ۽ آس پاس جو علائقو گجٽيءَ جي حوالي ڪيائين. جنهن تي گجٽيءَ پنهنجي پٽ جي نالي پنيان وڏهر نالو رکيو، جيڪو اڄ بہ موجود آهي. دڙي تي گجٽيءَ جي قبر پڻ موجود آهي.
مطلب:

- جنهن جي دانهن جلد قبول پوي، تنهن لاءِ چئبو آهي: "فلاڻي جو فرياد آهي: گجٽيءَ واري دانهن!"
- غزنيءَ واري دانهن

### 297.گڏهہ ساڳيو هئڻ آٽر پيا هئڻ.

خسيس ۽ ڪين جهڙي ماڻهوءَ کي پلي چڱا وڳا ويس پهرائجن تہ بہ منجهانئس معتبر هئڻ جي اميد نہ رکڻ گهرجي. پلا وڳا ويس پائڻ سان نہ سندس عادت مٽجي ٿي، نہ علم ۽ عقل ۾ واڌارو اچيس ٿو. هٿائين چڱي عهدي ۽ لٽي ڪپڙي کي پنهنجي بد سلوڪيءَ سان لڄائي ٿو.

مطلب:

- گڏهہ اهو ئي، آٽر پيا.
- گڏهہ ساڳيو، آٽر نوان

### 298.گلر جو توبچي

### 299.گلوءَ وارا ڪوڙا

گلوءَ نالي همراهه ، کوڙن ڳٽڻ ۾ ڪچو هيو ۽ ڏڪا هڻندو هيو.

مطلب:

- ڪو ماڻهو بي بنياد ۽ ڪوڙي ڳالهه ڪري ته سندس لاءِ چيو ويندو آهي: “فلاڻو ته گلوءَ وارا ڪوڙا پيو پڙهي!”
- يا چئبو آهي: “فلاڻي جو حساب آهي: عارو وارا انگ!”

### 300.گنج گائوميش

ايران جي بادشاهه جمشيد جي انين خزاني جو نالو، گائوميش هيو. جيڪو هڪ وڏي عمارت هينان دفن ٿيل هيو. اهو خزانو، بهرام گور جي زماني ۾ ظاهر ٿيو. منجهس سونا جواهر ۽ ڪوڙ سونيون شيون پريل هيون. بهرام گور، خزانو ملڻ شرط، فقيرن ۽ محتاجن ۾ ورهائي ڇڏيو.

مطلب:

- جنهن کي اوچتو گهڻ دولت هٿ ايندي آهي. ان لاءِ چئبو آهي: “فلاڻي کي ته گنج گائو ميش هٿ آيو آهي. پيو ٿو لٽائي!”

### 301.گوسيي ٿوگهڙو ماريو، جڪي ۾ ڏڪري ري ٻاپ رو ڪي جائي!

ٿر جي هڪڙي ٽڙ/ڪوهه تي پاڻيءَ جو وارو پئي هليو. هڪڙو اجيارو ڳابو آيو ۽ اڇي پاڻي پيئڻ لاءِ آواڙي/هودي ۾ ٻوٿ وڌائين. گوسيي /ٻوڪي ڪيندڙ، ڳابي کي هڪل ڏئي ڀڄايو. ڳابي، بيحد اجيارو هئڻ سبب، ٻيهر موٽي اچي آواڙي ۾ ٻوٿ وڌو. گوسيي ڪيس ٻيهر تڙيو. ائين ڳابو ڪوڙ گهمرا آواڙي ڏانهن آيو ۽ گوسيي هر دفعي لنيون هٽي ڪيس پئي ڀڄايو. اڄ ۽ گهٽين لنين، ڳابي کي ساٽو ڪري سٽي وڌو، جنهن تي ڳابو مري پيو.
اهو رنگ هڪڙي پوڙهي به ڏٺو پئي. ڳابي جا مالڪ، ڀڄا ڪندا پوڙهي وٽ پهتا ۽ ڳابي جي موت بابت پڇيائونس.
“گوسيي ٿوگهڙو ماريو، جيڪي ۾ ڏڪري ري ٻاپ رو ڪي جائي!” پوڙهي اهو سمجهي ته ڪيس قصوروار ٿا نهرائين، پنهنجي بچاءَ ۾ چيو: “ٻوڪي ڪيندڙ ڳابو ماريو، تنهن ۾ چوڪري جي پيءُ جو ڇا وڃي؟”

مطلب:

- ڏوهه ، ڏوهي ڀريندو.
- گناهه ڪرڻ وارو، ڪيتا ڏيندو / سزا ڀوڳيندو.

### 302.گولون گذرانو

قديم دؤر ۾ ناري طرف جو هڪڙو ماڻهو، ٿر ۾ ويو. ان وقت سڄو ٿر پڙپانگ لڳو پيو هيو. تنهن هوندي به ماڻهو خوش لڳا وينا هيا. اهو لقاءُ ڏسڻ بعد هڪ دوست کان پڇيائين: “اوهين هتي ڇا ٿا کائو؟”
“گولو گذرانو!” ٿريي دوست ٻڌايس: “گاهه تي گذر آهي!”

مطلب:

- جيڪو ماڻهو، غربت ۾ گذاري، تنهن لاءِ چئبو آهي: “فلاڻي جو گولون گذرانو آهي!”

### 303.گهاٽي سرنهن

هڪڙي نوجوان جي هڪڙي جوانڙيءَ سان اک جي پچڙي اٽڪيل هئي. گهٽي وقت ڪانپوءِ ڪيس ملڻ جو نياپو مليو. مقرر هنڌ ۽ وقت تي وڃي محبوبه سان مليو ئي مس ته ڪاري ڊگي جا مالڪ مٿان اچي ڪڙڪيس. رکوالا جيسين ڪڙهه لاهي پهچن، تيسين ڪين پسڻ پئجي ويو.
“هاڻي جان ڪيئن بچندي؟” همراهه حيران ٿيندي چيو.
“گهر جي پويان اسان جي تمام گهاٽي سرنهن آهي. اتي وڃ لڪ!” پوئين دروازي کان ڏس ۽ دلداري ڏئي، ڀڄڻ وقت چيائينس: “اهڙي گهاٽي آهي جو مڙس ماري اڇل ته مهينن تائين لاش ئي نه لڀي!”

عاشق، ٻڌايل رستي تي، اکيون پوري نڪري پيو.
سرنهن ڪيڏي به گهاٽي هجي پر جريبن ۾ منجهانئس نظر پار پوندي آهي. ان ڪان علاوه قد ۾ به ننڍيءَ جيتري مس ٿيندي آهي. ستل ماڻهو به منجهانئس نظر پيو ايندو آهي. عاشق به پٺيان پٺيان ساڻو ٿي پيو. لڪڻ لاءِ جاءِ نه مليس ۽ جهلجي پيو.
ڳوٺ جي اوطاق ۾ وني آيس. فيصلو ٿيو ته ڪيس پوليس جي حوالي ڪيو وڃي. پوليس آئي. ڪيس ٿاڻي تي وني وڃڻ لڳي. جڏهن گهٽيءَ مان ورتيو پئي ويس، تڏهن ڪُڏ تي بيٺل ماين منجهان محبوبه کي سڃاڻندي، عاشق چيو: "تنهنجي **گهاٽي سرنهن** به ڏسي ڇڏيم!"

مطلب:

- جيڪو دوستيءَ ۾ دوکو ڪري، ان کي ٽوڪ طور چئبو آهي: "**تنهنجي گهاٽي سرنهن ڏسي ڇڏيم**!"

### 304. گهر ترُ وارو

ٿر ۾ اهو خوشحال آهي، جنهن وٽ ڳوٺ ۾ گهر ۽ ترُ /کوهه پنهنجو آهي. اتفاق سان ڳوٺ گڏيل هجي ته به ترُ هئڻ لازمي آهي. جيئن سنڌ ۾ گهر گهر ۾ پنهنجو نلڪو لڳل هوندو آهي. اهڙيءَ طرح ٿر ۾ ترُ/کوهه کي وڏي اهميت آهي. ماڻهن ۽ مال جو پاڻيءَ کان سواءِ جياپو ئي ناهي.

مطلب:

- سڪيي ستابي ماڻهوءَ لاءِ چئبو اهي: "**فلاڻو گهر ترُ وارو آهي**!"

### 305. گهر تي گهوڙا

هڪ دفعي تعليم کاتي جو آفيسر، ٿر جي ڪنهن اسڪول جو امتحان وٺڻ آيو. چوڪرن کان سوال پڇندي، هڪڙي ٻاتي کان به سوال پڇيائين. ٻاتي، هڪ سوال جو جواب ڏيڻ ۾ دير ڪئي ته ڪيس جهڻڪيندي چيائين: "اڙي چورا! جلدي جلدي ٻڌاءِ!"
"پيچ پيچ! **تا جي گهر تي گهوڙا ڪو آيا آهين**. سنبڙائون ٿو!" چوڪر ٻاتائيندي ٻڌايس: "بيهه بيهه! توهان جي گهر تي گهوڙا نه آيا آهن. ٻڌايان ٿو!"

مطلب :

- گهڻي تکڙ ڪرڻ واري کي ٽوڪ طرو چئبو آهي: "**گهر تي گهوڙا آيا اٿئي ڇا**؟"

### 306. گهر ۾ غرقي نه هئڻ، ٻاهر دمُ ٺوڙهيءَ جو هڻڻ

### 307. گهر ۾ ڪين، ته به گهوڙي تي زين

### 308. گهڙيءَ ۾ تولو، گهڙيءَ ۾ ماسو

گهڙيءَ ۾ تولو ۽ گهڙيءَ ۾ ماسو ٿيڻ، اصطلاح آهن. ماڻهوءَ جي من يا ڪيفيت جي اظهار واسطي استعمال ٿيندا آهن. چو جو ماڻهوءَ جو من، ڪڏهن ماڪوڙي، ڪڏهن ڪيهر شينهن وانگر هوندو آهي. چاهي ته درياه ٽپي وڃي، وٽيس ته اڏ ٽپڻ مهل به گونهاندي ڪري بيهي رهي.

مطلب:

- جيڪو ماڻهو گهڙيءَ ۾ راضي رهي ۽ گهڙيءَ ۾ ناراض ٿي پوي، تنهن لاءِ ڪنايتًا چئبو آهي: "فلاڻو ته طبعًا: **گهڙيءَ ۾ تولو، گهڙيءَ ۾ ماسو آهي**!"

### 309. گهوٽڻ مهل گر، چاڙهڻ مهل چتا،
### پيئڻ مهل چڻ، مير عليمراد جا ڪتا.

### 310.گهوڙا ڙي گهوڙا

مدد خان، سنڌ جي سرزمين ۾ فوجي گهوڙا ڊوڙائي، سهڻا ۽ آباد شهر، ڦري ويران ڪيا. منجهن ٺٽ علائقي جا مشهور شهر، چاچرو ۽ ڪيجڙياري پڻ ڦُريائين. مدد خان جي انهيءَ گهوڙا ڊوڙ سبب، ملڪ ۾ ڏاڍو هراس پکڙجي ويو ۽ هر ڪنهن ذهن جي آڏو، اهي ظالمانه گهوڙا ڦرڻ لڳا. هنڌين ماڳين، گهوڙا ڙي گهوڙا، جا لفظ مشهور ٿي ويا.

مطلب:

- مصيبت، اکين سان ڏسڻ وقت چئبو آهي: "گهوڙا ڙي گهوڙا!"

### 311.لال واهه جو چيڙو

### 312.لڏو ئي لٺ تي

سانگي ماڻهن جو گذران، سنهي مال: رڍن ۽ ٻڪرين تي هوندو آهي. مال پنيان لٺ کنيون چراگاهه ڳوليندا ۽ ڌڻ چاريندا وتندا آهن. پنهنجي سر لاءِ، توشو ۽ سامان، ڳنڍ ۾ ٻڌي لٺ ۾ لڙڪائي، ڪلهي تي رکندا آهن ۽ مال چاري، گذارو ڪندا آهن.

مطلب:

- جنهن غريب/ سادڙي ماڻهوءَ کي هڪ هنڌ ٽڪاءُ نه هجي، تنهن لاءِ چئبو آهي: "فلاڻي جو ته لڏو ئي لٺ تي آهي!"

### 313.لعل به ليڻ، پريت به رهجي اچڻ.

هڪ ئي عمل سان ڏوهه به ملي وڃڻ ۽ ڏوهاريءَ تي تهمت به نه ڏيڻ. (الله بخش ٽالپر، پهاڪن جي پيڙهه ڪتاب ۾ ان جي لاءِ هيٺ ڏنل ڪهاڻي آندي آهي.)

هڪڙي بادشاهه کي ٽي پٽ هيا، جن کي پڙهائڻ لاءِ هڪڙو ڪامل استاد رکي ڏنو هئائين، جنهن کين پڙهائي ڪڙهائي گوهر ڪري ڇڏيو هيو. علم ادب سان گڏ کين شاهي آداب جي پڻ تربيت ڏني وئي هئي. وڏي ٿيڻ ڪانپوءِ، وڏا داناءُ ليکجڻ لڳا.

بادشاهه جڏهن پيرسن ٿيو ۽ هلڻ جا ڏينهن ٿيس ته ٽنهي کي گهرائي نصيحت ڪيائين: "منهنجو سج هاڻ لهڻ تي آهي. مانا ڪائي مٿي چڙهيو آهيان. هاڻ سمورا بار اوهان جي سر تي آهن. تنهنڪري چند نصيحتون ياد رکجو. حڪومت سنڀالڻ ۽ گهرداريءَ لاءِ اوهان لاءِ ڏاڍيون ڪارائتيون ٿينديون.

- حڪومت، عدل ۽ انصاف سان قائم رهندي آهي. اوهان انصاف جي گهوڙي کي هٿان ڇڏيو ته سمجهو پڪ زوال آيو.
- رعيت، اولاد مثل آهي. مٿس هميشه هٿ ڌرجو.
- پاڻ ۾ هميشه قرب ۽ محبت سان رهجو.
- اتفاق ۾ سيڪجهه آهي.
- وڏن جو فرمان مڃڻ، فرض آهي.

پٽن ادب سان چيس: "اوهان جي حڪم جي حرف بحرف تعميل ڪئي ويندي."

"پٽ دنيا دورنگي آهي." بادشاهه اجا کين نصيحت ڪندي چيو: "هوءَ ڪنهن سان به توڙ نه نيائيندي آهي. سندس رنگ نيارا آهن. انسان هميشه ساڳيي حال ۾ نه رهندو. ڪڏهن شاهه ته ڪڏهن گدا. ڪڏهن امير ته ڪڏهن فقير. هڪ سچ، به پاچا. اوهين به سدائين ساڳئي حال ۾ نه هوندؤ. تنهنڪري اوهان لاءِ ٽي لعلون گهوڙي جي پيٽ ۾ لڪائي رکيون اٿم. وقت پئي، اوهان کي ڪم اينديون."

چند ڏينهن ڪانپوءِ بادشاهه موڪلائي ويو. حڪومت جي واڳ پٽن جي هٿ آئي. سال اڌ، ڏاڍي انصاف سان حڪومت هلي. ان ڪانپوءِ هڪڙو غنيم ڪاهه ڪري آيو. همت ڪري مقابلو ڪيائون پر قسمت ساٿ نه ڏنن ۽ شڪست کاڌائون. پڇڻ ڪان اڳ صلاح ڪيائون ته بابي واريون لعلون ڪڍي ڪٽون ته سفر ۾ ڪم اچن.
گهوڙن جي ڪُڙهه ۾ پهچي وڏي ڀاءُ چيو: "بابي ڏسيو هيو ته لعلون گهوڙي جي پيٽ ۾ آهن. اهي گهوڙي جي پيٽ ۾ نه هونديون، بلڪ پيٽ هيٺان زمين ۾ پوريل هونديون."
گهوڙو پري ڪري، زمين کوٽيائون. کوٽيندي ٻه لعلون لڌيون، ٽين هٿ نه آين. تڏهن وڏي ڀاءُ چيو: "بابي جي زبان سچي آهي. لعلون ٽي هئڻ گهرجن. پاڻ ڌرتيءَ مان ٻه ڌرتيون ڪيون آهن، ٽين لعل نه ٽي ليي ته پڪ اسان مان ڪنهن لڪائي آهي. پاڻ ۾ وڙهڻ کان بهتر آهي ته لعل لهڻ لاءِ ڪا رٿ رٿيون."
"اول ته دشمن مان پلئہ آجا ڪرائي پڄون!" وچين ڀاءُ صلاح ڏيندي چين: "پوءِ ٿا هلي اهو فيصلو ڪرايون."
ڇڙا سرَ بچائي، گهوڙا ڀڄائي، ملڪ ڇڏيائون. منزلون هڻڻ پڄاڻان هڪڙي ملڪ جي وڏي شهر ۾ پهتا ته صلاح ڪيائون: "چو نه هلي هتان جي بادشاهه وٽ گم ٿيل لعل جو فيصلو ڪرايون. جنهن ڪي اهو چور ٻڌائي سو ڏوهه جو ڏوهاري سڏائي."
رٿ رٿي، ڏس پنڌ پڇي، بادشاهي محلات وٽ اچي گهوڙن تان لٿا. خير عافيت ۽ خبرن چارن کان پوءِ، گم ٿيل لعل واري مدعا پيش ڪيائون ۽ فيصلي لاءِ عرض ڪيائون. بادشاهه، ابهرو ۽ چوٽ ۾ فيصلو ڪرڻ کان لنوائيندي کين چيو: "في الحال ماني ٽڪي کائي، وهنجي سهنجي آرام ڪيو. پوءِ ٿا ڏسون اوهان جي فيصلي کي."
کين شاهي مهمان خانو کولائي ڏنو ويو، جنهن ۾ آرام پذير ٿيا. ٽڪ پچي، وهنجي سهنجي هلڪا ڦلڪا ٿيا ته وٽن شاهي دسترخوان تان ماني اچي وئي. مانيءَ تي ويهڻ کانپوءِ، پهريون گرهه پچي کائڻ پڄاڻان پهرئين شهزادي چيو: "ادا! مانيءَ مان ته مون کي مردن جي بوءِ ٿي اچي!"
"ادا! مون کي گوشت جي بوءِ مان، ڪتي جي گوشت واري ٻڻاس ٿي اچي." ٻئي ڀاءُ بوءِ چکندي چيو.
"ادا! مون کي بادشاهه ڪنهن مڱڻهار جو ڦر ٿو لڳي." ٽئين، دسترخوان جو ڍنگ جاچيندي چيو.
بادشاهه سندن بات ٻيني ٻڌي ۽ ٻڌندي برهم ٿي بنگلي ڏانهن پڳو. ويندي شرط اصل ماجرا جاڻڻ لاءِ مڙني ۾ ٻاڪر ڪُٺو وڌائين.
"پنهنجي گهر ۾ ان ڪٿان آيو آهي؟"
"ابا! پنهنجي زمينن تان آيو آهي!" ماڻس، جيڪا رڌ پچاءَ جو معاملو پاڻ سنڀاليندي، تنهن جواب ڏنس.
"ڪهڙي زمين جو ان آهي؟"
"الهندي طرف جيڪو ڦٽل مقام هيو، تنهن کي تنهنجي پيءُ سڌو ڪرائي زمين هٿ ڪئي هئي. انهيءَ زمين جو انُ آهي." ماڻس وڌيڪ وضاحت ڪندي چيس: "ايامن کان اتان پيو ان اچي. اڳي ڪڏهن ڪونه پڇيئي، اڄ چو ايڏي پڇا ٿي آهي؟!"
"بس انهيءَ کي ڇڏ!" بادشاهه، وائڙائپ مان ڪيس ورندي ڏني ۽ دل ۾ چيو: "پهرئين شهزادي جي بات ته سچي نڪتي."
"اڄ گوشت ڪٿان آيو هيو؟"
"پنهنجو نوڪر وٺي آيو هيو؟"
"ان کي پيش ڪيو."
نوڪر پيش ٿيو ته ڪانئس گوشت جي آڻڻ بابت پڇيائين، جنهن ڪاسائيءَ جو نالو ٻڌايس. يڪدم ان ڪاسائيءَ کي گهرايائين. ڪاسائي پهتو ته ڪانئس پڇيائين: "اڄ گوشت ڇا جو هيو؟"
"سرڪار! ڇيلي جو هيو؟!"

“چيلو ڪٿان آيو هيو!” بادشاهه اجا برهم ٿيندي چيس: ”جنهن ٻڪرار ڪان ورتو هيئي تنهنکي پيش ڪر!“
ٻڪرار ڏڪندو پهتو، ڪانئس پڇيائين: ”تو هن کي چيلو ڏنو هيو يا ڪتو!“
”سرڪار مون ته چيلو ڏنو هيو!“ ٻڪرار هٿ ادب جا ٻڌندي عرض ڪيو.
”چڱيءَ طرح ياد ڪر!“ بادشاهه مُڇن کي تاءُ ڏيندي اک ڏيکاريس.
”حضور ياد اچي ويو.“ ٻڪرار، پاٽي پاٽي ٿيندي چيو: چيلو جڏهن ماءُ کي جائو هيو، تڏهن واڙيءَ پرسان هڪڙي ويايل ڪتيءَ به ڏر ڪنئي هئي. جڏهن ڏڻ، جهنگ پهرائي ويو هيس، تڏهن ڦرڙا واڙ ۾ واڙيا پيا هيا. هن کي بک لڳي هئي، جنهن ڪري ٻيڪٽ ڪندي ۽ مِرِ مِرِ ڪندي وڃي ڪتيءَ جي ٿڻ ۾ چڳڙون ڏنيون هيائين. تيستائين ٻڪريون به جهنگ ۾ چري موٽيون هيون، پر هڪ اڌ گوهو هن جي وات ۾ هليو ويو هيو. تنهن سببان مٿس ڪو اثر هجي!“
بادشاهه ٻڪرار جي روئداد ٻڌي وسامجي ويو. پڪ ٿي ويس ته ٻن شهزادن جون ڳالهيون سچيون ۽ دل سان لڳندڙ نڪتيون آهن، ٽئين جي به سچي هوندي. دل ۾ چوڻ لڳو: ”آهيان مان به مگٿهار جو پٽ!“
اهو ويچار ايندي ئي، تلوار ننگي ڪري، ماءُ جي مٿان ”الريو آيو. ڪيس هڪڙي ڪمري ۾ نويڪلو ڪري، تلوار نڙيءَ تي رکي چيائين: ”سچ سچ ٻڌاءِ ته مان ڪنهن مان ڄايو آهيان؟ سچ نه ٻڌائيءَ ته سسي ڌڙ ڪان ڌار هوندئي؟“
”ابا تو سان ڪهڙو ڪوڙ.“ ماڻس حقيقت ڪري ٻڌايس: ”تنهنجي پيءُ بادشاهه جي مون سان شادي ٿي پر منجهس مردانگيءَ جا جزا هيا ئي ڪين. سڄي سڄي رات گڏ سمهون پر هو مون ڏانهن اچي ئي ڪونه. مهينو ٻه، ٻيا به حيلا هلائي ڏڪياسين پر ٿيو مڙئي خير. گهٽيئي ڊاڪٽر، حڪيم، پير به پيٽياسين پر وريو ڪي ڪين. هڪ علاج به اثر نه ڪيو. نيٺ پاڻ ئي خلق خواريءَ ڪان، مون کي اجازت ڏنائين ته گهرج ڪٿان وڃي پوري ڪيان!“
وڏيڪ چيائين: ”توکي آفرين آهي جو ايترو صبر ڪيئي پر مون ۾ ڪمي ئي آهي، تنهن جي سزا توکي چو ملي! نمونو اهڙو ونجانءِ جو اها ٻاڦ ٻاهر نه نڪري.“
”ابا! مون لاءِ ٻيا امير زادا ته ڪوڙ هيا پر منجهن ڳالهه لڪي ڪانه ها. تنهنڪري چيم ته ڪو غريب هوندو ته ڳالهه لڪي ويندي. پوءِ ڪان اهو ڳالهه ڪندو ڪونه. ڪندو ته ڪير مٿس اعتبار ڪندو ڪونه. ڪيس ڪنهن به ڪم ڪار جي بهاني، نويڪلائيءَ ۾ گهرائڻ به سولو. ڪنهن جو اوڏانهن شڪ به نه ويندو. اهو خيال ڪري، شڪم پارڻ لاءِ در تي ايندڙ مگٿهار سان انين ڏهين ڏينهن جو آهت رکيم. نيٺ تون به خيرن سان ڄائين!“
بادشاهه، ٽيئي حقيقتون معلوم ٿيڻ ڪانپوءِ تپرس ۾ اچي ويو. دل ۾ چيائين: ”شهزادا ايڏا داناءَ ۽ جاڻ رکندڙ آهن جو ٿوري حرڪت اکين سان ڏسي، گهٽيءَ ڳالهه جو اندازو ڪري تا وڃن، سي پنهنجي لعل جي باري ۾ اندازو رکندا هوندا. جڏهن اهي به فيصلو تا ڪرائين ته پوءِ ڪا رمز آهي. هاڻي فيصلو ڪرڻ به ڏکيو مسئلو آهي. نه ڪرڻ به وڏي خلق خواري آهي.“
انهن ويچارن ۾ ايڏو غرق ٿيو جو اونڌي منجهي اچي ويس. سڄو ڏينهن ۽ رات، ڪمري مان نه نڪتو ۽ اوجاڳي ۾ اکيون لال ٿي ويس. سندس ڌيءَ ڏاڍي داناءِ هئي. دل جهلي اها ڪمري ۾ آيس. ڪيس ويڳاڻو ڏسي، حيرت مان پڇيائينس: ”بابا، اوهان سان خير ته آهي؟ ڏاڍا مغموم آهيو!“
ڌيءَ کي شهزادن جي لعل گم ٿيڻ وارو قصو سربستو ڪري ٻڌايائين ۽ وڌيڪ چيائينس ته: ”شهزادا پڻ داناءَ ۽ مدبر آهن. تن جو هيءُ فيصلو آءٌ ڪيئن ڪري سگهندس!“
”بابا اهو ڪو ايڏو مسئلو ناهي، جنهن ۾ اوهان مغموم ٿيا آهيون. اهو فيصلو مون تي ڇڏيو! مان اهو فيصلو ڪنديس.“
بادشاهه ڪيس اجازت ڏني ته مٿان شرط رکندي چيائينس: ”جڏهن مان فيصلي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيان ته منجهانئن مون کي ور چوندڻ جو حق هوندو.“

اها بہ اجازت ڏنائينس تہ ڏيءُ متان چيس: "اوهين وٽن وجو ۽ ڪين چئو تہ اوهان کي ٻاهر ڪم تي پيو آهي، جنهن ڪري تڪڙا آهيو ۽ اوهان جي جاءِ تي اوهان جو پٽ سندن فيصلو ڪندو! اهو چئي توهان هليا اچو، پوءِ تي مان وجي سندن فيصلو ڪيان!"
بادشاهہ شهزادن وٽ وڃي، پنهنجي جان آجي ڪرائي آيو ۽ وٽن پنهنجو پٽ موڪلڻ جو انجام پڻ ڪري آيو.
شهزادي مرداڻو ويس ڪري، دربار ۾ آئي ۽ اچي شهزادن جا بيان ٻڌائين.
شهزادن آخر ۾ ڪيس التجا ڪئي: "اسان پاڻ ۾ يائر آهيون، لعل اسان ۾ گم ٿي آهي. چاهيون ٿا تہ اها بہ ليپي پر اهڙي نموني سان جو ياپپي بہ نہ ٽٽي. لعل سان گڏ چور بہ ليٽو آهي!"
"آءٌ اوهان جو فيصلو ڪيان ٿو! پر ان کان اڳ اوهان کي هڪڙو داستان ٻڌايان ٿو، ٿورو غور سان ٻڌو!"
شهزاديءَ فيصلي ڪرڻ جي نوع ۾، ڪين چتائيندي چيو: "آخر ۾ اوهان کان سوال جواب ٿيندا جن جا جواب انهيءَ قصي مان ئي اوهان کي ڏيڻا پوندا. جيڪڏهن اوهان جواب ڏيڻ ۾ ڪامياب ويندؤ تہ اوهان جو فيصلو بہ ٿيندو. لعل بہ ليندي، چور بہ ليندو ۽ ياپپي بہ نہ ٽٽندي."
شهزادن، جڏهن شرط قبول ڪيو تہ شهزادي ڪين قصو ٻڌائڻ شروع ڪيو.
هڪڙي شهر ۾ هڪڙو غريب ڇوڪر، مڪتب ۾ پڙهندو هيو، جتي ساڻس بادشاهہ جي ڌيءَ پڻ پڙهندي هئي. ٻئي هم-عمر ۽ هوشيار هئڻ سبب، آهستہ آهستہ هڪٻئي جي ويجهو اچڻ لڳا ۽ ائين سندن پاڻ ۾ وڏي پريت ٿي وئي. ايستائين جو سارو ڏينهن مڪتب ۾ گڏ گذارڻ ڪانپوءِ دل نہ ڍاپندي هين.
وقت گذرندو رهيو، پڙهندا، درجا چڙهندا، عمر ۾ وڏا ٿيندا ويا. بادشاهہ ڌيءَ جي وڌندڙ جوانيءَ ڏانهن نظر ڪندي، ڪيس مڪتب ۾ وڃڻ کان بند ڪرايو. شهزاديءَ جي دل تي پهاڙ ٽٽي پيا. اول استاد کان، پوءِ پرين پياري کان گونگن ڳوڙهن ۽ آلين اکين سان وڇوڙي جو ويراڳ وٺندي چيائين: "جيڪي وقت گذريو، واہ گذريو پر هاڻي هٿ نہ ايندو. ان کي سارڻ بہ عذاب آهي. تون بہ وساري ڇڏ، مان بہ وساري ڇڏيان تہ چڱو."
غريب ڇوڪر، شهزاديءَ کان روئندي موڪلايو ۽ آخر ۾ چيائين: "تون تہ وري بہ محلاتن ۽ باغن ۾ هوندينءَ. هيءَ نيم بسمل خبر ناهي تہ ڪهڙي عذاب ۾ گذاري. ان کي ائين وساري ڇڏيندينءَ!"
"ٻيو منهنجي وس ۾ ڪجهہ ناهي." شهزاديءَ موڪلائيندي چيس: "سينڌ جو اقرار آهي تہ شاديءَ جي رات پهرين تون سان ملاقات ڪنديس پوءِ ور ڏي ورنديس!"
ائين چئي ٻنهي موڪلايو. شهزادي محلات ۾ ۽ غريب ڇوڪر مڪتب ۾ پهتا. غريب لاءِ دنيا ئي ويران ٿي وئي. مڪتب زهر ٿي لڳو. دل پڙهڻ کان ڪڇي ويس. اڪيلائي محسوس ڪندي، پڙهڻ ڇڏي وڃي ڪنهن ڏنڌي ڌاڙيءَ سان لڳو."
ڳچ ڏينهن پڄاڻان شهزاديءَ جي شادي ٿي. شاديءَ واري رات، جڄ بہ ڪافي دير سان پهتي ۽ پرڻي کي بہ چڱي رات گذري وئي. اڌ رات ڌاري، جڏهن گهوٽ ڪنوار، سيج واري ڪمري ۾ پنهنجي منهن ٿيا تہ شهزادي جي اچڻ شرط، شهزادي سيج تان اٿي ڪڙي ٿي ۽ ڪڇ اندر لڪايل خنجر ڪڍي چوڻ لڳس: "خبردار! مون کي هٿ لاتئي تہ مان پاڻُ ماري وجهندس."
شهزادي جا پير اتي ئي ڄمي ويا ۽ بيخبرائيءَ مان چيائينس؟ "تون منهنجي نڪاح ۾ رضا خوشيءَ سان آئي آهين ۽ هاڻي پاڻُ تي مارين سو ڇو؟ اهو اڳ ۾ ڇونہ سوچيو هيئي!"
"منهنجو مڙس بہ تون آهين ۽ توکي قبول بہ خوشيءَ سان ڪيو اٿم." شهزاديءَ حقيقت کان آگاهہ ڪندي چيس: "پر منهنجو ڪنهن سان قول ٻڌل آهي، اول اهو پاڙينديس پوءِ توکي ويجهو اچڻ ڏيندس!"
"قول ڇا هي؟" شهزادي پڇيس.
"اول انجام ڪر تہ هر صورت ۾ موڪل ڏيندينم" شهزاديءَ شرط رکندي چيس: "پوءِ ئي توکي حقيقت ٻڌائيندس."

”مون توکي بنا ٻڌڻ جي موڪل ڏني.“ شهزادي راز معلوم ڪرڻ لاءِ پڇيس: ”هاڻي تہ حقيقت بيان ڪر!“
شهزاديءَ مڪتب ۾ پڙهڻ ۽ غريب چوڪر سان پريت ٿيڻ وارو سمورو قصو ٻڌائڻ کان پوءِ چيس: ”منهنجو ان سان اقرار ٿيل آهي. پهرين وٽس ويندس، پوءِ ٻي ڳالهہ ٿيندي! تو بہ انجام ڪيو آهي. هاڻي خوشيءَ سان موڪل ڏينم تہ وڃان!“
شهزادو، ايهري ڪيل ها تي، ڏاڍو پشيمان ٿيو. دل تي پٿر رکي، هٿ جي اشاري سان، ڪيس وڃڻ جي اجازت ڏنائين.
شهزادي محلات کان نڪري، گهٽين مان ٿيندي جيئن وئي پئي تہ هڪ گهٽيءَ ۾، ڪاٺ هٿڻ جي تاڙ ۾ بيٺل چور جي منهن پئجي وئي. سونن زيورن سان جنجهيل عورت ڏسي، چور جو سڄو ڌيان سونن زيورن جي چمڪار ڏانهن هليو ويو. ڪنواري عورت، نون لباسن ۽ سونن ڳهن ڳنن ۾ ڏسي ڪيس ننڍي هوندي ڏنل ماءُ واري دعا ياد اچي وئي: ”ابا رستي ويندي لال ڪنوار ملندءِ.“
چور جڏهن شهزاديءَ آڏو لالچ ۾ ڦري آيو تہ ڪانئس پڇيائين: ”مان ڪير بہ آهيان، ان ڪي ڇڏ! پهرين ٻڌاءِ تہ تون ڪير آهين ۽ هن بيگاه وقت ۾ زيورن سان سڄي سجائي ڪيڏانهن پنڌ پئي آهين؟“
شهزاديءَ ڪيس تڪڙ تڪڙ ۾، مختصر لفظن ۾ سمورو قصو ٻڌايو ۽ ٻڌايائين: ”مڙس جي اجازت سان، زندگيءَ ۾ ڏنل وچن، پاڙڻ وڃي رهي آهيان.“
”تنهنجي مڙس توکي موڪل ڪيئن ڏني هوندي؟“ چور اڳ ونندي پڇيس: ”اهو ڪوڙو ئي ڪونہ ٿو لڳي.“
”ڪيس واعدو پورو ڪرڻ لاءِ چيم. ٻي صورت ۾ خنجر ڪڍي سيني تي رکيم.“ شهزاديءَ چور آڏو خنجر ڪڍي سيني تي رکندي ٻڌايس: ”جيڪڏهن اجازت نہ ڏنئي تہ پاڻ ڪي هتي پورو ڪنديس.“
چور، انهيءَ ڌمڪيءَ تي پڻ ڊِرو ٿي ويو. يڪدم خيال مٽ ڪندي پڇيائينس: ”پلا مون سان ڪهڙو انجام ٿي ڪرين!“
”پهرين پرين پياري سان ملان!“ شهزاديءَ زباني سينڌ ڏيندي چيس: ”پوءِ تو وٽان ٿي گهر ويندس!“
انهيءَ اقرار تي چور ڪيس اجازت ڏني ۽ جلد موٽڻ جو پڻ تاڪيد ڪيو.
شهزادي جڏهن وڃي دل گهريي دوست جو بيگاهہ وقت در کڙڪايو تہ اهو پڻ ششدر ٿي ويو. زيورن ۾ ڏٺيل ڏسي ڪانئس پيڇائين: ”توکي تنهنجي مڙس مُهاري رات جو اجازت ڪيئن ڏني؟“
”مون ڪيس ڪيل وچن پاڙڻ بابت، خنجر سيني تي رکي، ڌمڪيءَ واري نوع ۾ اجازت گهري. جيڪڏهن اجازت نہ ڏئي ها تہ پاڻ ماريان هان. پر تڪڙ ۾ پاڻ بہ انجامي ٿي وينو. دل تي پٿر رکي اجازت ڏنائين!“ شهزاديءَ ڪيس مختصر لفظن ۾ ساري حقيقت ڪري ٻڌائي.
”هاڻي تون ٻين جي امانت آهين. امانت ۾ خيانت نہ ڪجي.“ دوست پنج روپيہ گنديءَ جا مٿي تي رکندي چيس: ”هڪدم موٽي مڙس وٽ وڃ. توکي هاڻي ان سان ئي ملڻو آهي. منهنجي لاءِ هاڻ تون سڳي ڀيڻ برابر آهين.“
شهزادي جڏهن ساڳين پيرن تي چور وٽ پهتي تہ اهو پڻ وائڙو ٿي ويو. دل ۾ چوڻ لڳو: ”هيءَ تہ تاڪيد ڪيل وقت کان بہ اڳ پهتي آهي. ڇا ماجرا آهي!“
”چو خير تہ آهي، جهٽ موٽي آئين!“ چور ڪانئس پڇيو: ”تنهنجو من گهريو مشتاق موجود نہ هيو ڇا؟“
”موجود هيو.“ شهزاديءَ پنج رپيا گنديءَ جا ڏيکاريندي چيس: ”هن مون کي ٻين جي امانت چيو ۽ ڀيڻ ڪوٺي پنج رپيا گنديءَ جا مٿي تي رکي، جلد مڙس وٽ پهچڻ لاءِ چيائين. بهرحال مون قول پاڙيس، هُن بہ امانت ۾ خيانت نہ ڪئي. هاڻي تو وٽ پهتي آهيان!“
”تنهنجي دوست انصاف ڪري ڇڏيو. آفرين اٿس.“ چور گنديءَ طور، هڪڙو رپيو مٿي تي رکندي چيس: ”جيڪڏهن هُن توکي ڀيڻ ڪوٺيو آهي تہ مان بہ توکي ڌيءَ سڏيان ٿو! وڃ ۽ وڃي وَرَ سان وصال ڪر.“

شهزادي اهو رپيو وٺي، يڪدم گهر پهتي. سندس گهوٽ اوندي منهن ڪريو پيو هيو. ڪيس جلد موٽي آيل ڏسي اتي ڪڙو ٿيو. شهزاديءَ کان جلد موٽڻ جو سبب پڇيائين. شهزاديءَ ڪيس، پنج روپيا ۽ رپيو ڏيکاريندي، سربستي ڳالهه ڪري ٻڌائي.
شهزادو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پاڻ ۾ کير کنڊ ٿي ويا.
جڏهن مٿيون داستان، شهزادي ٻڌائي بس ڪيو تہ مٿان، ٽنهي شهزادن کان پڇيائين: "هاڻي ٻڌايو تہ انهيءَ ڳالهه ۾ انصاف ڪنهن جو هيو؟ مڙس جو، دوست جو يا چور جو؟"
"انصاف مڙس جو هيو!" وڏي شهزادي ڪيس چيو: "ان قول پاڙڻ جي اجازت ڏني."
"انصاف دوست جو هيو!" وچٽ شهزادي چيو: " ان امانت ۾ خيانت نہ ڪئي!"
"انصاف چور جو هيو!" ننڍي شهزادي چيو: "جنهن ڪک لاءِ ڪشالا ڪڍڻ جي باوجود، سونن زيورن سان جنجهيل عورت کان ڦر نہ ڪئي آهي! هتائين رپيو بہ ڪيس ڏنائين. وڏي ڳالهہ آ."
"جيڪڏهن تنهنجي حمايت چور سان آهي تہ پوءِ پڪ!" بادشاهزادي قصي جي تهہ تائين پهچندي چيس: "لعل بہ تو لڪائي آهي."
"جيڪڏهن لعل مون لڪائي آهي تہ پوءِ" ننڍي شهزادي، مرداڻي لباس ۾ وينل بادشاهہ زاديءَ کي چيو: "تون بہ بادشاهہ جي ڌيءَ آهين. پٽ نہ آهين. تڏهن شهزاديءَ جي قصي ۾ ڪيس ڪٿي بہ قصوروار ڪونہ ڄاڻايئہ!"
"جيڪڏهن مان شهزادو نہ، بادشاهہ جي ڌيءَ آهيان تہ پوءِ" شهزاديءَ عورتاڻو روپ ظاهر ڪندي ننڍي شهزادي کي چيو: "منهنجو بہ هاڻي کان پوءِ مڙس تون ٿيندين!"
اها ڳالهہ ڪري، ڪچهري برخواست ڪري هڪدم گهر پهتي ۽ پيءُ کي ساري حقيقت ڪري ٻڌايائين. آخر ۾ ڪيس ٻڌيائين: "لعل ليي وئي اهي ۽ پائرن جي پريت بہ رهجي آئي آهي. چو جو جنهن شهزادي لعل لڪائي آهي، تنهن منهنجي دل پڻ ڦري آهي."
ننڍي شهزادي کي شهزادي ملي ۽ ائين لعل بہ لڌي ۽ پائرن جي پريت بہ رهجي آئي.
مطلب:

- اهڙو ڪم ڪجي جو نانگ بہ مري، لٺ بہ نہ ڀڄي. (چوڻي)
- اهڙو ڪم ڪجي جو لعل بہ ليي، پريت بہ رهجي اچي. (چوڻي)
- لعل بہ ليڻ، پريت بہ رهجي اچڻ. (ورجيس)
- اهو ڪي ڪجي جو مينهن وسندي ڪم اچي.

### 314.لڪير جو فقير

هڪڙو عقل جو ڪٺل، ڪنهن بادشاهہ جي بورچيخاني ۾ وڃي انهيءَ شرط تي نوڪر بيٺو تہ: "جيڪي چوندؤ سو ڪندس ۽ جيڪي نہ چوندؤ سو نہ ڪندس."
هڪڙي ڏينهن بورچيءَ ديڳڙو ڏيئي چيس: "اندر گيهہ جي سانداري پئي آهي، تنهن کي کولي، منجهانئس ديڳڙو گيهہ جو ڀري اچ!"
حڪم جي تعميل ۾ اندران گيهہ تہ ڪڍي آيو پر سانداري بند نہ ڪري آيو، جنهن سبب باقي گيهہ وهي هارجي ويو.
هڪڙي ڏينهن بورچي اندر آيو تہ هاريل گيهہ ڏسي چيائينس: "هيءُ ڇا ڪيو اٿئي؟ سانداريءَ جو بوٽ بہ نہ لنبيو اٿئي جو گيهہ ئي هارجي ويو آهي."
"منهنجو بول جيڪو هيو، سو مون ڪيو آهي." دليل ڏيندي چيائينس: "جيڪو چوندؤ سو ڪندس ۽ جيڪي نہ چوندؤ سو نہ ڪندس! توهان مون کي سانداري کولي گيهہ ڪڍڻ لاءِ چيو هيو. گيهہ ڪڍي سانداري بند ڪرڻ

لاءِ نہ چيو هيو. مون بہ ائين ئي ڪيو."
تڏهن ڪيس عقل جو وير سمجهي رڪيائون ٻڪرين جي ڌڻ سان. ڏيهاڙي ڌڻ پهرائي وجي پر شام ڏاري هڪ بہ ٻهرو ڪٿائي ضرور اچي. پڇڻ تي دليل ڏنائين: "هٽان ڏڪ هڪڙيءَ ڪي ٿو تہ ٻاڪارين ٿيون ٻيون. جيڪا ڏڪ تي نہ ٿي ٻاڪاري تنهن کي ڪنيو اچليان تلاءَ ۾، باقي ڌڻ ڪاهيو اچان!"
ڪيس ان نوڪريءَ لائق نہ سمجهندي، رکيائون ننيڙي شهزادي جي ٿهل ٽڪور تي تہ وتيس گهمائيندو. هڪ ڏينهن هلندي ڪچهريءَ ۾ وٺي آيس، جتي ٻار وٺي روئڻ شروع ڪيو. بادشاه سلامت چريو وينو هيو، تنهن هڪدم حڪم ڪيس: "انهيءَ کي ڪٿي وجي ٻوڙ!"
حڪم جي تعميل لاءِ نڪري پيو ۽ شهزادي کي هڪڙي تلاءَ ۾ لوڙهي آيو.
موٽي اچڻ تي پڇيائونس تہ سموري ماجرا ڪري ٻڌايائين. وزير ڪيس ساڻ ڪري، هنڌ ڏيکارڻ لاءَ اتي وٺي آيو ۽ پڇيائينس: "ڪٿي اڇلايئي شهزادي کي!" تہ هٿ جي اشاري سان: "اجهو اجهو هتي!" چوڻ لڳو.
"چڱيءَ طرح ٻڌاءِ!" وزير هڪل ڏيئي چيس.
يڪدم وزير جي چيلھ ۾ ٻڌل تلوار، کپ مان ڇڪي ڪڍي جاءِ واردات تي اڇليندي چيائينس: "او! هتي اڇليومانس."
مطلب:

- جيڪو ڪنهن بہ معاملي ۾پنهنجو عقل نہ ٿو هلائي، تنهن مان خير نہ سمجهجي.

### 315.لڪ تي مٿو ڏوئڻ

ڪنهن شاهوڪار کي پيريءَ ۾ پٽ ڄائو تہ لڪ روپيا زمين تي رکي، سڪيلڏي کي وهنجاريائون ۽ اهي مسڪين ماڻهن ۾ تقسيم ڪيائون.
مطلب:

- گهڻي هوند وارو ۽ دولت وارو هئڻ.

### 316.لکي لعلو، واچي واڏو

### 317.لنگهن پنهنجو وهاڻُ

لنگها/ڏوم /مڱڻهار پنهنجي وهاڻ تي دل کولي دهل وڄائيندا ۽ ناچ ڪندا آهن.
مطلب:

- جيڪو ماڻهو پنهنجو ڪم دل لڳائي ڪندو آهي تہ ان لاءِ چئبو آهي : "فلاڻو پنهنجي ڪم لاءِ ائين آهي جيئن لنگهن پنهنجو وهاڻُ!"

### 318.لولي مل جو ڪڙمي

### 319.لوڻ وجهي، پٽ-پائيوار ٿيڻ

### 320.لوھ نہ لهڻ، سون-ٻائي سڏائڻ

- لهي لوھ بہ نہ، چي: "منهنجو نالو سون-ٻائي!"

### 321.ليلي مل جو هٽ

ليلو مل، ڳوناٺو واڻيو هيو ۽ ورهاڱي کان اڳ، ٻهمڻ ڳوٺ ۾ رهندو هيو. دڪان تہ سادو هيس پر پاڻ بہ سادو

۽ فقير طبعيت انسان هيو. سندس هڪ ڪمزوري هئي. جيڪا سندس سمورن گراهڪن کي معلوم ٿي وئي هئي. ان مان سمورا پيا ناجائز فائدو وٺندا هيس. سندس ڪمزوري هيءَ هئي ته الله جي نالي وٺڻ سان يڪدم ڏڪي ويندو هيو. گراهڪ، ڪانئس پهرين سودو تورائي پنهنجي هٿ ۾ ڪندا هئا. پوءِ ڪانئس پڇندا هيا: "ليلا مل! سودو ته ڏنئه. پر خبر نه آهي ته اگهه ڪهڙو ڏنئه ۽ تور ڪيئن بيهاريئه. ڏٽيءَ کان ڊڄجانءِ!"

ڏٽيءَ جو نالو ٻڌڻ ۽ ليلي مل جو ڪنبڻ. ڊوڙي وڃي ساڳيءَ شيءِ مان وڏيڪ به ٻڪ ٻيري آٽي گراهڪ جي جهوليءَ ۾ وجهندو هيو.

ٻار به ڪيس سجاٽي ويا هيا. ٽڪو ڪٽي ايندا هيا ۽ ٽڪي جي شيءِ وٺي ڪيس چوندا هيا: "ليلا مل ڪجهه ڏٽيءَ جو به خوف ڪر! ٽڪي ۾ چا ڏنو اٿئي!"

جيتري شيءِ ٽڪي ۾ پهرين ڏني هونداڻين، ان کان سوائي ٻيهر ڏيندن. انهن خصوصيتن سبب ليلومل، نفعو گهٽ ڪمائيندو هيو ۽ هٿ جي آمدني به سوٽي پٽي هيس. گهر جو گاڏو به مشڪل سان گهلبو هيس.

مطلب:

- دڙڪو دهمان ڪري / خدا جو ڊپ ڏياري، ڪم ڪيڻ واري کي ڪنايتًا چئبو آهي: "ليلي مل جو هٿ ڏنو اٿئي چا؟"

### 322.ليمن نپوڙو (پنجابي)

هڪڙي سراءِ ۾ هڪڙو مفت-خور ترسيل هيو. سندس عادت هئي ته جڏهن مسافر دسترخان تي ويهندو هيو ته هڪڙو ليمون ڪٽي ويهندو هيس ۽ چوندو هيس: "حضرت! ٻوڙ ۾ ليمون نپوڙي وجهو. ڏسو ته ڪيڏو نه مزيدار ٿو ٿئي!"

مسافر ويچارو، مروتًا نهه به نه ڪندو هيو ۽ اخلاقًا ڪيس مانيءَ ڪائڻ لاءِ صلاح به ڪندو هيو. ائين مفت ۾ ماني ڪائڻ ڪري، ڪيس هر ڪو "ليمن نپوڙو" ڪوٺيندو هيو.

مطلب:

- مفت ۾ مال ڪائڻ وارو
- پيٽيو؛ لوڻ وجهي پٽ پائيوار ٿيندڙ

### 323.مار ضحاڪ

مارِ ضحاڪ، فارسيءَ ۾ ضحاڪ جي نانگ کي سڏبو آهي.

ضحاڪ، شداد بادشاهه جو پائيٽيو هئو ۽ وڏو ظالم بادشاه ٿي گذريو آهي. شيطان جي چمي ڏيڻ سان سندس ڪلهن تي به نانگ پيدا ٿي پيا هيا، ڪين ڏيهاڙي، ماڻهن جو مغز کارايو ويندو هيو.

ظالم ضحاڪ کي، فريدون پڪڙي ماري ڇڏيو هيو.

مطلب:

- جيڪو ماڻهن جو ناحق خون پئي، ان لاءِ ڪنايتا چئبو آهي: "فلاڻو مارِ ضحاڪ آهي!"

### 324.مالهڻ مڙهه ۾ نه هئڻ

اڳاٽي دور ۾، هڪڙي پيل پوپي، هُل هُلايو: "مون ۾ مالهڻ ديوي داخل ٿي آهي، جيڪا مون کي سڀ خبرون ٻڌائيندي آهي."

ان بعد ڪوڙيون سچيون خبرون ڦهلائي، پيو خلق کي ڦريندو ڪائيندو هيو.

هڪ دفعي هڪ گهر کي ڪاٽ لڳو. واهراڙو، پوليس سميت پيرا ڪٽندا، اچي پوپي جي ڌُٽيءَ پرسان لنگهيا. جُوءِ جي هڪڙي همراهه ڪين صلاح ڏني: "اوهين ڪاٽ بابت پوپي کان پڇو. اهو مالهڻ ديويءَ کان پڇي، صحيح خبر ڏيندو!"

صلاح چڱي سمجهندي، واهراڙو پوپي وٽ پهتا ۽ پڇيائونس: "مالهڻ کان خبر وٺي ڏي ته ڪاٽ ڪنهن هنيو

آهي؟ چوريءَ جو مال ڪٿي تمايل آهي؟"
"اڄ مالهڻ مڙهه ۾ ڪين آهي." يوپي پوليس جي پيَو کان يڪدم جواب ڏنو. (سمجهاڻي : جان ڪي ديوي)
مطلب:

- حقيقت کان لنوئيندڙ کي، ٺوڪ طور ائين چيو ويندو آهي.

**325.مانِ نہ مان، مين تيرا مهمان**

**326.ماٺهو ڪن مهيسر**

هڪڙيون مايون، هڪڙي ٽڙ تي وهنتيون پئي. سماءَ تي بيٺل عورت کين ٻڌايو: "ائي لکي ويهو! ماٺهو پيو اچي!"
وهنجندڙ عورتون، پاٽيءَ ۾ انگ لڪائڻ لڳيون. منجهانئن هڪڙي ٻاهر نڪتي، ڪپڙن سان اگهڙ لڪائيندي، سماءُ ڪرڻ واريءَ وٽ پهچي، ايندڙ کي سڃاڻڻ بعد چوڻ لڳي: "ائي آرام سان وهنجو، ماٺهو ڪونهي مهيسر آهي." ( سمجهاڻي : بدر الدين مهيسر لاڙڪاڻو)
مطلب:

- صفا سادي ماٺهوءَ کي ڪنايتًا چئبو آهي: "ماٺهو ڪن مهيسر!"
- يا چئبو آهي: "ماٺهو ڪن مگريو!"

**327.ميچي مانيءَ وارو**

**328.مراد گنجي وارو ڦاهو**

ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾، ناڙي/ ڪڇي علائقي جو نائب، مراد گنجي نالي هڪ سماٽ هيو، جيڪو گندا واه ۾ رهندو هيو.
متين جابلو علائقن جا بروهي، سردين کان هيٺ آباد ٿيندا هيا. جڏهن سندن مال، سماٽن جي فصلن ۾ اوچتو گهڙي ڀيل ڪندو هيو تہ فرياد تي مراد گنجو، بروهين تي طرحين طرحين جا ظلم/ زيادتيون ڪندو هيو. ڪن کي تہ ڦاهيءَ جي سزا بہ ڏيندو هو. ( سمجهاڻي: ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي، جيڪب آباد)
مطلب:

- هوندي سوندي ناشڪريءَ جو مظاهرو ڪرڻ ۽ قناعت /صبر کان ڪنارو ڪرڻ واري لاءِ، جغدالي علائقي ۾ ڪنايتًا چيو ويندو آهي: "فلاڻي کي تہ مراد گنجي وارو ڦاهو آيل آهي!"

**329.مرضيءَ جو مالڪ**

**330.مرندو مري وڃڻ، ٻڀ نہ چرڻ**

- مرسون مرسون، ٻڀ نہ چرسون.

**331.مڙس جو پاهوڙين سان ميڙي آٽڻ، زال جو سئيءَ سان کوٽي ڪيڻ**

**332.مزي جو مزو، پئنچن تي بہ ٿورو**

هڪڙي پنئچات جي پئنچن هڪڙي هندوءَ جي حق ۾ فيصلو ڏنو. جنهن تي ان همراهہ کي خاصو نفعو ٿيو. انهيءَ خوشيءَ ۾ هڪڙي پئنچ کيس چيو: "يائي ! هاٽي ڪو جشن ڪراءِ!"

“جشن بہ جشن هجي!” ٻئي پئنچ وٺ-وراڻ ڪندي چيس: “جنهن ۾ تشن بہ هجي!”
“بلڪل تشن ٿيندا!” همراهہ دل ٻڌندي ڪين چيو: “ڏڻ وار مقرر ڪيو تہ بندوبست ڪيان!”
تٽ ٻڌجي وئي. مقرر وقت تي، خوشي ملهائيندڙ همراهہ، گهاٽي پنگ گهوٽرائي. منجهس چريو ڏاتورو بہ گڏيائين. پيئڻ ۾ پاڻ شريڪ نہ ٿيو.
پئنچن مفت جي مئي مان خوب چڙهہ ڪيو. متن نشا اهڙا چڙهيا جو تشن ۾ اچي ويا ۽ خوب جابولڻ لڳا. وائي توائي بڪڻ مهل، جهمريون پائي نچڻ بہ لڳا. راهہ ويندا بہ بيهي. سندن تماشو ڏسڻ لڳا.
“ادا! پئنچن سان هيءَ ڪهڙي ويٽن ڪئي اٿئي؟” هڪڙي تماشبين، ميزبان ڪان پڇيو.
“ڏٺي! پاڻ جشن جو ماڻو ڪيائون. مون تہ سندن دل وٺان دعوت ڪئي آهي!” ميزبان، اصل ڳالهہ تان پردو کڻندي ٻڌايس: “مزي جو مزو، پئنچن تي بہ ٿورو.”
مطلب:

- هڪ ٽڪيٽ ۾ بہ مزا.
- ڪم اهو ڪجي جو نانگ بہ مري، لٺ بہ نہ ڀڄي.

### 333.مڪر ماءُ وارو آسرو

مڪر/چاڪر مڇيءَ جو قسم، گهٽي دير ڪان پوءِ مرندو آهي. ڏنو ويو آهي تہ مڪر ڪي سَنڌي، جڏهن ڪنيءَ ۾ وجهبو آهي، تڏهن بہ سندس ٻيرا چرپر پيا ڪندا آهن. جنهن ڪري ماڻهن ۾ مشهور ٿي ويو آهي تہ مڪر ماءُ کي پنهنجي بچي تي پورو يقن آهي تہ اهو جيئرو بچي نڪري ايندو. ايتري تائين جو ڪيس ديڳڙي ۾ پچڻ تائين بہ سارينديِ رهندي آهي.
مطلب:

- گهٽي دير تائين آسرو رکندڙ لاءِ چئبو آهي: “فلاڻي کي مڪر ماءُ وارو آسرو آهي!”

### 334.مک ۾ رام، بغل ۾ چري

### 335.مگٽهار وارو پاٽي

هڪڙو مگٽهار، ڏکهي مسافريءَ تي نڪتو. سفر دوران چڱو سڦرو سامان بہ سڪل گهوڙي تي ساڻ ڪنيائين. سفر صحرائي علائقي جو هيو. ڏينهن تتو تہ صحرا ۾ رڃ جي ڏيک تي پنيلجي پيو. رڃ کي پاٽي سمجهي ساڻ ڪنيل پاٽي، بار سبب هاري ڦٽو ڪيائين. جڏهن اڳيان ويو تہ پاٽي هيو ئي ڪين. جنهن سبب سخت تڪليف ٿيس. ( سمجهاڻي: ڪامريڊ ولي محمد مگٽهار، شهدادڪوٽ)

مطلب:

- رڃ جي ڏيک يا رڃ واري پاٽيءَ کي: “مگٽهار وارو پاٽي” بہ چيو ويندو آهي.

### 336.مِلڪ ۾ ڏيڍ ڪجور هئڻ، باغ ۾ ليٽڻ

- ملڪ ۾ ڏيڍ ڪجور، ميان ليٽي باغ ۾.

### 337.منگهي مل واٽيي واري شرع

ٺندي قيصر جي هڪڙي نظاماٽيءَ وونٽڻ پوکيا هيا. جڏهن ڦٽيون ٺڙيون تہ پهرئين چونڊي کان اڳ ئي، ڪو شاهينگ اچي فصل کي لڳس. رات ڏاري ڦٽيون چونڊي، چوري ڪري ويندو هيس. هاريءَ کي ڳٽتيءَ اچي ورايو. هڪ ڏينهن وڏو اسر ڏئي گهران نڪتو ۽ ٻنيءَ ۾ اچي پهتو.
ڏنائين تہ چور چوريءَ سان لڳو پيو آهي. چور بہ ڪيس ايندو ڏنو تہ پري ڦٽين جي مٽي تي رکي، رکيائين ڪڙين

تي زور.
هاريءَ دل ۾ چيو: ”شهر پهچي تہ ماڻهن کان جهلايانس!“
چور دل ۾ چيو : ”شهر تائين پهچڻ ڏئي تہ گهٽين ۾ گوهي ڏئي پڄانس!“
بازار ۾ پهتا تہ دڪانَ اجا بند هيا. چور هڪو ٻڪو ٿي ويو. نيٺ منگهن نالي واڻيي جي دڪان وٽ پري اچلي پڄي ويو. منگهن جو ٻوٽن جو دڪان هيو. دڪان کلڻ کانپوءِ، هاريءَ اچي منگهن کي جهليو.
”ٻيلي مان ڦٽين جو واپار ئي نہ ڪندو آهيان تہ پاٽاري ڪٿان هلائيندس!“ منگهن چيس: ”مون تي اعتبار نہ اٿئي تہ ڪنهن چڱي مڙس کان شرع وارو فيصلو ڪراءِ!“
ڳوٺ جي چڱي مڙس عبدالله نظاماڻيءَ وٽ فيصلو آيو. جنهن پنهنجي مائٽ کي فائدو ڏياريندي، منگهن تي پنجاهہ روپين جي چٽي رکي. ( سمجهاڻي: انجنيئر سڪندر علي نظاماڻي ، حيدرآباد)
مطلب:

- ناانصافيءَ وارو فيصلو ڪندڙ لا چيو ويندو آهي: ”فلاڻي جو انصاف نہ ٿيو پر منگهي مل واڻيي واري شرع ٿي!“

### 338.منهن مور جو، اکيون چور جون

- منهن ملان جو، اکيون چور جون
- منهن ۾ موسيٰ، اندر ۾ ابليس
- منهن مڪڻ جو، جهوري جهڻ جي
- منهن ۾ ملان، چنگهن ۾ ڪوسو

### 339.مِمل وارو موگهو

لاڙ طرف ممل يا ميميءَ نالي هڪ مڪريل عورت هئي، جيڪا ڏاڍا فريب ڄاڻندي هئي. سندس دعويٰ هئي تہ وٽس سسيءَ ڪپيل جن /بد-روح آهي، جيڪو ساڻس ڪينس ڪندو تنهن کي اهو ٻڄائيندي. ( سمجهاڻي: ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي، جيڪب آباد)
مطلب:

- ڪوڙ/فريب تي دهمان ڪرڻ واري لاءِ ڪنايتًا چئبو آهي: ”فلاڻي جي ڳالهہ تہ ممل وارو موگهو آهي!“

### 340.مواليءَ وارو آسرو

هڪڙيءَ شهزاديءَ ڪي، پنهنجي لاءِ وَرُ چونڊڻو هيو. اعلان ڪريائين: ”وَرُ ان کي چونڊيندم، جيڪو امتحان ۾ پاس ٿيندو!“
امتحان وٺڻ لاءِ ٿڌي پاڻيءَ جو ٽب پرائيندي هئي. هر اميدوار کي سياري جي ساري رات ان ۾ ويهڻو هوندو هيو. ڪيئي ڪونئر آيا ۽ ٿڌ وگهي مري ويا.
هڪڙو مالي بہ اميدوار ٿي آيو. اول چيٽن جو دونهون دکايائين ۽ پوءِ سامهون ڪري ٽب ۾ ساري رات ويهي رهيو. صبح جو صحيح سلامت پيو هيو.
حسبِ اعلان، شهزاديءَ کي ساڻس شادي ڪرڻي پئجي وئي. ڪانئس زنده رهڻ جو سبب پڇيو ويو تہ چيائين: ”اکين اڳيان باهہ ٽمڪي پئي، آسرو هئو تہ اجها گرمي پهتي ۽ ساري رات گذري وئي“. ( سمجهاڻي: ارشاد احمد ڪاغذي، شڪارپور)
مطلب:

- آسري ۾ وقت گذاري ڇڏڻ.

### 341.موسن شا جي چٽي

ڪڇي ضلعي جي ڳوٺ شاهه پور جو وڏيرو سيد محسن شاهه هيو. تنهن پنهنجي جت قوم کي نماز پڙهڻ لاءِ سخت پابند ڪيو هيو. سمورا سندس ڀوَ کان مجبورًا نماز پڙهڻ لڳا.
جتن سميت، علائقي جا سمورا رهواسي، محسن شاهه جي ڏاڍ سبب مجبوريءَ کان ادا ڪيل نماز کي محسن شاهه جي چٽي سڏيندا هيا. ( سمجهاڻي: ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي، جيڪب آباد)
مطلب:

- زبردسيءَ مڙهيل ڳالهه لاءِ ڪنايتًا چيو ويندو آهي: "فلاڻي ڳالهه تہ موسن شاهه جي چٽي آهي!"

### 342.مهريون وجهڻ، دهريون اچڻ

تعلقي خيرپور ناٿن شاهه جي شهر ڪڪڙ کان ٽي ميل اتر طرف، الهندي ناري جي ڪناري تي ڳوٺ گل محمد چانڊيو جي اوڀر ۾ ناري واهه تي فقط ساريون ٿينديون هيون. جڏهن تہ اولهہ ۾ فقط نئن جي ٻوڏ جي پاٽيءَ جا انڀر لڳل هوندا هيا. جنهنڪري ڳوٺ گل محمد چانڊيو، ڪانيا، پيلو پٽڻ، منو ڳوٺ، ڀُسيا وغيرهه ٻوڏن هيٺ اچي ويندا هيا ۽ نتيجي ۾ اتان جا ماڻهو اڪثر ڏتڙيل رهندا هيا.
ڪانيا ڳوٺ ۾ هڪ هندوءَ جي ڪري هوندي هئي، جتي مشين جو رواج نہ هئڻ سبب چڙائيءَ پيسائيءَ جو ڪم آسپاس جون عورتون ڪنديون هيون. ويچاريون صبح جو ڇج ۽ اکريون مهريون مٿن تي کڻي اچي پهچنديون هيون ۽ چڙهڻ پيهڻ جو ڪم ڪري پيٽ گذر ڪنديون هيون.
ڳوٺ گل محمد چانڊيي جي مائي خانزادي، پاٽ شريف جي مشهور ولي عالمِ دين، شاعر ۽ مبلغ، مصنف ۽ مدرس حضرت مولانا حاجي مخدوم فضل الله جي خاص مريدياڻي هئي. سارين جي منڊ ۾ مرشد، مريدياڻيءَ وٽ آيو تہ حيرت ٿيس. چو جو مائي خانزاديءَ جي آکهہ چڙهائيءَ پيسائيءَ واري مزوريءَ تي ويل هئي ۽ گهر ۾ مائي اڪيلي هئي.
حال احوال پڇڻ تي مرشد کي غربت جو عذر ڏيئي آکهہ جي مزوري ڪرڻ بابت ٻڌايائين. جنهن سان مرشد جي دل کي ڏاڍو احساس ٿيو. دل ۾ خيال آيس: "مائيءَ خانزاديءَ جو مڙس الهداد خان نيڪ مرد هوندي واٽيي وٽ، آکهہ سميت مزوري ٿو ڪري، سو چڱو ناهي." ايتري سوچڻ سان ڪين جوش اچي ويو ۽ ٻہ رڪعتون نفل پڙهي، جماعت سميت دعا لاءِ دربار الاهيءَ ۾ هٿ ڪنيائون. سندن زبان مان هي اکر بي ساختہ نڪري ويا: "ويون مهريون، آيون دهريون."
اها دعا قبول پئي. جنهن ڪانپوءِ سرائي الهداد خان وارا ڏاڍا خوشحال ٿي ويا. نهرن ۽ نياڻين کي مهرين ڪٽڻ واري مزوري بہ ڇڏايائين پر هٿائين سون جون دهريون نهرائي بہ ڳچيءَ ۾ وڌائين. ( احمد خان آصف مصراڻي: الوحيد حيدرآباد مئي جون ١٩٨٧)
مطلب:

- ڏکيا ڏينهن وڃڻ، سکيا ڏينهن اچڻ.

### 343.مئي ٻار تان چاول

جيڪو ٻار، ماءُ جي پيٽ ۾ مري ٿو وڃي، تنهن سان ماءُ جي ڪُک بہ ڪري ٿي وڃي. ڪانئس پوءِ جيڪو بہ ٻار ڄمي ٿو سو پڻ ڪمزور هوندو آهي.
مطلب:

- جيڪو ڪنهن کي ڪمزور سمجهندي، سندس سادگيءَ مان ناجائز فائدو وٺندو آهي، تنهن کي اڳلو ڪنايتًا چوندو آهي: "مون کي ايڏو ڪمزور سمجهيو اٿئي ڇا؟ يا مان ڪو مئل ٻار تان ڄائو آهيان ڇا؟!"

### 344.مئي سهائڻ، ڏني نہ سهائڻ

هڪ دفعي وتايو فقير رستو ورتيو پئي ويو جو اڳيان هڪڙو جنازو اچي رهيو هيو. جنازو ڏسي پاڻ بہ ڪانڌين

۾ شامل ٿي ويو. ڪلهو ڏيئي فارغ ٿيو تہ وري ڪانڌين سان گڏ چند قدم هلڻ لڳو. هلندي، ساڻ هلندڙ ڪانڌيءَ کان پڇيائين: "جنازو مرد جو آهي يا عورت جو؟"
"عورت جو." پاسي واري همراھ جواب ڏنو.
"عورت!" ترسندي پڇيائينس: "بالغ ڪن نا بالغ؟"
"بالغ هئي." ساڳئي همراھ حقيقت کان پوريءَ طرح آگاھ ڪندي جواب ڏنس.
"پلا عورت شادي شدھ هئي يا ڪنواري؟" وتائي ڪانئس مٿان ٻيو سوال ڪري وڌو.
"ويچاري ستي ۽ نيڪ بخت هئي. پر هئي ڪنواري."
"مار!" وتائي حيرت ۾ پوندي چيس: "مئي سهايائون، ڏني نہ سهايائون!"
مطلب:

- ڪي ماڻهو انهن شين تي بہ نانگ ٻڌجي ويهن ٿا جيڪي سندن لاءِ ٽڪي جي بہ ڪم جون ناهن ۽ ٻين لاءِ ڪروڙ جي قيمت رکن ٿيون. اوچتو هٿان نڪري وڃڻ ڪانپوءِ شرمساري بہ ڏاڍي ٿئين ٿي. تن ماڻهن لاءِ ڪنايتًا ائين چيو ويندو آهي.
- "ابا ابا! ادي سهٽي!" چي: "ابا! نہ تنهنجي ڪم جي، نہ منهنجي ڪم جي!"

### 345.مئي ڪتي پرچھ وڃائڻ

هڪڙي همراھ کي پنهنجي دوست جو ڪتو ڏاڍو وڻندو هو. سدائين دل ۾ خيال ڪندو هو: "فلاڻي جو ڪتو ڏاڍو عمدو آهي، جيڪر ڪانئس گهران!"
هڪ ڏينهن نهي سنبري انهيءَ لاءِ نڪتو. دوست وٽ پهتو تہ خبر پيس، ڪتو مري ويو آهي. تنهن هوندي بہ دوست کي چيائين: "مون کي تو وارو ڪتو ڏاڍو وڻندو هيو. مان اڄ سنبري ان لاءِ نڪتو هيس تہ توکان اهو گهران! پر افسوس ... اهو مري ويو آهي."
"يار! ڪتو ڏاڍو لاجواب هيو! ۽ ڏيڻ جهڙو ئي نہ هو. اڄ هجي ها تہ شايد توکي تہ ڇا ڪنهن کي بہ نہ ڏيان ها!"
"يار!عجيب دوست آهين! وِيلَ وَٽُ لاءِ پيو اکيون پورين." دوست طعنو ڏيندي چيس: "مُئي ڪتي تو پرچھ / پريت وڃائين!"
انهيءَ ڳالھ تان سندن سنگت ڦٽي وئي.
مطلب:

- اجائي ڳالھ تي ضد ٻڌي، دوستي ڦٽائڻ!
- مرڻي وٽ لاءِ، سنگت نہ ڦٽائجي.

### 346.ميان جي مڏي، بہ ڏنڊڻ ٽين تڏي

- مڏيءَ ۾ بہ ڏنڊڻ ٽين تڏي هئڻ

### 347.ميرو جهڳير

ميرو جهڳير، ذات جو درس ۽ لاڙ طرف جو رهاڪو هيو. گهڻ ڳالهائو ۽ چرچائي هئو. گهٽي ڳالهائڻ يا جهڳي هڻڻ سبب، ڪيس جهڳير سڏيندا هيا. پنجيتاليهہ سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو. اڄ بہ سندس چرچا، مثال طور ورجايا ويندا آهن.( حافظ حبيب سنڌي : چوهڙ جمالي)
مطلب:

- جيڪو ماڻهو گهڻو ڳالهائيندو آهي، ان کي ٺوڪ طور چيو ويندو آهي: "تون تہ ڪو ميرو جهڳير آهين!"

### 348.ميلو مل واري پوٽي

ميلومل نالي، گھوٽڪيءَ پاسي جو هڪڙو واڻيو هيو. ڪيس گھڻين ذاتين جي ڄاڻ هئي. چڱن منن سان واقفيت هيس. ڪنهن به معاملي ۾، ڪٿي ڦاسندو هيو ته پنهنجي انهيءَ ڄاڻ سبب، واقفيت ڪيي وٺندو هيو ۽ ائين سندس ڪم به ٿي ويندو هيو يا مشڪل حل ٿي ويندي هيس. ( نقش ناياب منگي : شڪارپور)

مطلب:

- اڄ به جيڪڏهن ڪير، ڪنهن مان ڪم ڪڍڻ خاطر، واقفيت/ ڄاڻ سڃاڻ ڪڍڻ لاءِ دماغ لڙائيندو آهي ته ان لاءِ چيو ويندو آهي : "فلاڻي ته ميلومل واري پوٿي پٽي آهي!"

### 349.ميون ڳور لائق هئڻ، بيبي سيج لائق هئڻ

### 350.نانگ جي مڻ

ماڻهن جو خيال آهي ته چانڊوڪيءَ رات ۾، نانگ پنهنجي مَڻ / دل ٻاهر ڪيي ٿو، جنهن جي روشني پري پري تائين پهچي ٿي. ان جي روشنيءَ ۾ پاڻ، پري پري جا سير ڪري ٿو. چون ٿا ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو نانگ جي مڻ هٿ ڪري ته بادشاهه ٿي ويندو.

مطلب:

- جيڪو ماڻهو راتو رات امير ٿي ويندو آهي ته ان لاءِ ڪنايتًا چيو ويندو آهي: "فلاڻي کي ته نانگ جي مڻ هٿ اچي وئي آهي!"

### 351.نانيءَ ويڙهو

### 352.نبلي واري گونهاندي

نبلو، شهداد ڪوٽ جو رهاڪو هيو ۽ طبعًا چرچائي/ مسخرو هيو. بازار مان لنگهندي، گهڻا ماڻهو چيڙائيندا هيس. تڏهن به اهڙيون ڳالهيون ڪندو هيو، جيئن ماڻهو کلي خوش ٿين. سندس هڪڙي عادت مشهور هئي. جڏهن بازار مان لنگهندي ڪير ڪيس رنگ وغيره هڻندو هيو ته ڄاڻ هوندي به اڻ ڄاڻ ٿي، هيڏي هوڏي نهاريندو هيو ۽ اڻ لَڪو پڇندو هيو: "هان!؟ ڪير آ!؟ ٻاهر اچي!.... مون کي خبر پئي ته ڪير آهي ته جيل ۾ وجهائيندومانس!" سندس اهڙين ڳالهين تي ماڻهو، ويتر رونشو ٻڌي کلندا هيا.

مطلب:

- پاڻ کي سادڙو پيش ڪري، حال احوال ڪرڻ واري لاءِ ڪنايتًا چوندا آهن: "فلاڻي ته اڄ نبلي واري گونهاندي وڌي آهي!"
- تجاهلِ عارفانه

### 353.نه صافيين، نه ڪڙڪين

صافي ۽ ڪُڙڪ، سبيءَ کان چئن پنجن ميلن جي فاصلي تي، پناڻن جا ٻه ڳوٺ آهن.

هڪ دفعي، ٻنهي ڳوٺن ۾ خيرات هئي. هڪڙو فقير، خيرات جو حوال ٻڌي، صافيين پهتو ته پيٽ ۾ اجا دير هئي. فقير کي بک به ڏاڍي لڳي هئي.

"تيسائين ڪڙڪن مان ٿي اچان!" فقير دل ۾ چيو: "متان اتي اڳ ۾ پيٽ ٽيڻ سبب ڦبي نه سگهان!"

فقير جڏهن ڪڙڪين پهتو ته پيٽ خلاص ٿي چڪو هئو. ڪُرڙ به نصيب نه ٿيس. انهن ئي پيرن تي صافيين موٽيو. اتي به پيٽ پورو ٿي چڪو هيو.( سمجهاڻي: ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي، جيڪب آباد)

مطلب:

- جيڪو ٻه آسرا رکي ۽ هڪ ۾ به ڪامياب نه ٿئي، تنهن لاءِ ڪنايتًا چئبو آهي: "فلاڻو ته نه رهيو صافين نه ڪڙڪين!"

* يا چئبو آهي: ”فلاڻو تہ نہ رهي اُڍين، نہ اُلرين!“
* يا چئبو آهي: ”فلاڻو ڪڏهن ڏيٺين تہ ڪڏهن تڳرين!“

### 354.نہ ڪا گھٽتائي گھوٽ ۾، نہ ڪا ڪمي منجھ ڪنوار

### 355.نہ ڪتڻ، نہ ڪوريءَ جي ڪاڻ ڪيڻ

جڏهن ڪپڙي جا ڪارخانا نہ هيا، تڏهن ڪوري آڏاڻن تي ڪپڙو اڻندا هيا. ڪپڙي اڻڻ لاءِ، ڪين سُٽُ درڪار هوندو هيو، جيڪو ٽُڪايل ڪپهہ مان جوڙيو هيو. اهو سُٽُ، ڏاڳن جي شڪل ۾ آٽڻ لاءِ، وري ڪي عورتون گھرن ۾ مُلهہ تي ڪتينديون هيون. واڻيي يا ڪوريءَ وٽان ڪپهہ جا قورا آڻي، گھر ۾ سُٽ ڪتينديون هيون، پوءِ ان جي محنت يا قيمت وني واڻيي يا ڪوريءَ کي واپس ڪنديون هيون.
جيڪي سُٽ ڪتينديون هيون، تن جو مهاڳو قري گھري ڪوريءَ سان پڻ پوندو هيو. واڻيي کي وڪيل سٽ، جڏهن ڪوريءَ پهچي ۽ ڪوري جيڪڏهن منجهانئس ڪو عيب ڪڍي تہ وري بہ ڪتيندڙ کي وٽس پيش پوڻو پوي. جيڪڏهن ڪوريءَ ڪان محنتاڻي عيوض، سڌو سنئون ڪنيل هجي تہ بہ ڪوريءَ جي ڪاڻِ/ محتاجي ضرور ڪڍڻي پوي. ڪوري ٿيو معتبر ۽ ڪتڻ وارو ٿيو، سندس محتاج. جيڪي موراڳو سُٽ ڪتڻ ئي نہ ڄاڻنديون هيون، تن کي ڪوريءَ جي آڏو سائين سائين نہ ڪرڻي پوندي هئي. (گلشڪر تان ڪنيل)

مطلب:

* محنتاڻي عيوض ڪم ڪندڙ ڪان، آڏي پڇا ٿئي.
* بچڙي ڪم ڪان پري رهندڙ کي، آڏي پڇا جو ڊپ يا اونو نہ رهي.
* ٻجي اهو جيڪو، ڪتي. چو جو اڳيان توريندڙ تارا قاڙيو وينا آهن.
* نہ ڪتي، نہ ڪوريءَ جي ڪاڻ ڪڍي. (ورجيس)
* نہ ڪتيان، نہ ڪوريءَ جي ڪاڻ ڪڍان. (وجيس)
* آن را ڪہ حساب پاڪ ست از محاسبہ چہ باڪ؟ (فارسي)
* جنهن جو ليکو چوکو آهي، تنهن کي ليکي وٺندڙ جو ڇا ڊپ؟

### 356.نڪ نہ ناسان، سنگھي ڇا سان

### 357.نہ گاءِ، نہ ٻڙد

گوريو نالي هڪڙو ٽريو هيو، جيڪو ڳوٺ جي هر معاملي ۾، زالن سان بہ ٻڻُ تہ مردن سان بہ سنمڪ هوندو هيو. جنهن ڪري زالون کيس پنهنجي پاسي تہ مرد پنهنجي پاسي سمجھندا هئا.
هڪ دفعي عورتن ۽ مردن جي وچ ۾ بحث ٿي پيو ۽ شرطون پڄايائون. هر ڌر جو چوڻ هيو: ”گوريو اسان جو آهي!“
بحث نبري تہ ڪيئن؟ فيصلو ڇڏيائون گوريي تي. کيس چيائون: ”ٻڌاءِ تہ ڪنهن سان آهين، مردن سان ڪن ماين سان؟!“
گوريي کي انهيءَ سوال هٽي منجھائي وڌو. دل ۾ چوڻ لڳو: ”عورتن سان شامل هئڻ جي دعويٰ ڪندس تہ مرد ڦري ويندا ۽ ڪلند. مردن سان شامل ٿيندس تہ عورتون رسي وينديون!“
”گوريو، گاءِ نڪو ٻڙد!“ وڏيءَ سوچ ويچار ڪان پوءِ، ٻڙڪ ٻاڦيائين: ”گوريو، نہ ڳئن ۾ نہ ڏاندن ۾“ ( جان

ڪي ديوي، عمر ڪوٽ)

مطلب:

- وچ- ڪُتيو ماڻهو، ڪنهن جو ناهي
- جيڪو هر ڪنهن سان آهي، سو ڪنهن سان به نه آهي.

### 358.نوانوي جو چڪر

هڪڙو غريب موچي، روزانو محنت ڪري چار پئسا ڪمائيندو هيو. پنهنجي ٻچن تي پورا ڪري، وقت چڱو بسر ڪندو هيو. دنيا جي فڪرن/ ڳڻتين کان بي نياز تي رات جو سمهي پوندو هيو.

سندس هڪڙي مائٽياڻي هئي، جيڪا پئسي ڏوڪڙ جي لحاظ کان ته امير هئي پر دل جو سڪون ميسر نه هيس. هڪ ڏينهن موقعو تاڙي ڪين نوانوي روپين جي ٿيلهي ڏئي وئي.

نوانوي روپيا ملڻ کان پوءِ موچيءَ جي زال جي دل ۾ سؤ روپيو پورو ڪرڻ جو جنون ويهي رهيو.

مڙس جي روزاني ڪمائيءَ مان پئسا بچائڻ خاطر، ڪنجوسائپ/ بخيلي ڪرڻ لڳي. طبعًا به چيڙاڪ ٿي پئي. سندس بخيليءَ سان، روپيو ته ڪنو ٿيو. سؤ به پورو ٿيو پر دل ۾ اهو سور پئجي ويس ته جيڪر ٻيو به سؤ پورو ٿي پوي.

انهيءَ حرص ۾ حد کان وڌيڪ بخيلي ڪرڻ لڳي. نتيجتًا گهر جو سڪون ئي ڦٽي ويس.

مطلب:

- مايا ميڙڻ جي فِڪر ۾، ڪنجوسائيءَ تي سندرو ٻڌي ويهڻ.
- قناعت ڇڏي، مال ميڙڻ جي چڪر ۾ اڙجندڙ لاءِ ڪنايتًا چئبو آهي: "فلاڻو نوانوي جي چڪر ۾ ڦاسي پيو آهي!"
- يا چئبو آهي: "فلاڻي کي نوانوي جي سٽ آيل آهي!"
- يا چئبو آهي: "فلاڻو نوانوي جي ڌڪ ۾ آهي!"

### 359.نوپٽيتي حويليءَ وارا نو نخرا

شڪارپور شهر جي ٻن محلن: جهان خان جي مڏي ۽ مهر شاهه جي قبي ۾، نو پٽيتيون حويليون آهن. ورهاڱي کان اڳ، ٻئي هندن جون هيون. جيڪي هندو سينين نهرايون هيون. اتفاق سان ٻنهي کي نو نو پٽ هيا، جن لاءِ اهڙيون خاص حويليون نهرايون هئائون. بعد ۾ پاڻ لڏي ويا ۽ حويليون خالي ڪري ويا، جن ۾ هن وقت ڪيترائي مسلمان رهن ٿا.

نوپٽيتيون حويليون، نون پٽن ۽ ناٽي/ نوٽن واري بانور سبب، ناز نخري ۾ ضرب المثل ٿي ويون. ( نقش ناياب منگي : شڪارپور)

مطلب:

- پئسن تي ناز نخري ڪرڻ واري کي ٽوڪ طور چيو ويندو آهي: "فلاڻي کي ته نو پٽيتي حويليءَ وارا نو نخرا آهن".

### 360.نَوَ رتن

رتن/ جوهر، هيري جو قسم آهي. جهڙوڪ: 1. هيرو 2.پنڙا 3. نيلم 4. لهسٽيون 5. لعل 6. گوهر 7. مرجان 8. زمرد 9. فيروزه

اهڙيءَ طرح اڪبر بادشاهه جي دربار ۾ نو قلمبند هيا. جن کي نو رتن سڏيندا هيا. جهڙوڪ: 1. ابوالفضل 2. فيضي 3. ڪوڪلتاش 4. حڪيم همام 5. حڪيم ابوالغني 6. وير مل 7. توڏر مل 8. بهرام خان 9. راجا مانسنگهه

### 361.نوري وارا ڦيرا

نورو خاصخيلي، هڪڙو سچار مڙس هيو. هڪ ڏينهن هڪ اوطاق تي وينو هيو، جتي نار به هليو پئي. هڪڙي

واٽيي، اوطاق جي مالڪ ڪان نار ۾ وهندڙ ڏڳي جو سودو ڪيو. سودي ڪان اڳ ۾ واٽيي، نوري ڪان پڇيو:
"نورا! ڏڳو سنو آهي؟ ونان؟"
"ڏڳو سنو آهي!" نوري، حقي مان ٻڙڪات ڪيندي، واٽيي کي چيو.
"ٻئي ڪنهن کي پلي ڏيڪار!" ڏڳي جي مالڪ، واٽيي کي صلاح ڏيندي چيو: "پوءِ وٺ!"
"نہ! منهنجو نوري تي اعتبار آهي!" واٽيي موٽ ۾ وري بہ نوري ڪان پڇيو: "نورا! ڏي خبر! ڏڳو موچارو آهي!"
"ها ها! ڏڳو پلو آهي!" نوري، حقي جي نڙ مان ٻوٽ هٽائيندي چيس.
"وري بہ پڪ سان صلاح ڏي!" واٽيي زور پريندي چيس.
"ادا! ڏڳو پهريان بہ تي ڦيرا سنا ڏيندئي. پوءِ گهر ڪري ٻيهي رهندئي. اصل نہ اڙهندئي." نوري حقيقت ڪان آگاهہ ڪندي چيس.
"نورا!" ڏڳي جي ڏٽيءَ، نوري ڪان حيران ٿيندي پڇيو: "اهو چا تو چئين!"
"تو واري حقي مان پهريان گرم ٻڙڪا ڪييم، سي ملهايم!" نوري، مالڪ کي چيو: "هاٽي ٽڏين ڦوڪن تي سچ ئي ڳالهايم!"
ڏڳي جو سودو ڪري ويو. (سمجهاڻي: انجنيئر سڪندر علي نظاماڻي ، حيدرآباد)
مطلب:

- ٻئي جو سودو ڦٽائڻ واري کي ٺوڪ طور چيو ويندو آهي: "نوري وارا ڦيرا چڏا!"

### 362.نؤد ۾ سوئو

ڪاٻار يا بهہ سان پريل ڳوڻ، جنهن سان مڪي باز (Boxer) مڪي بازي سکندا آهن، ان کي انگريزيءَ ۾ (Kit-bag) ۽ سنڌيءَ ۾ ٿُنبو بہ سڏبو آهي.
انَ جي ٻوريءَ ۾ سوئو هٽبو تہ ٻہ چار ڪٽا نڪرندا. ماڻهوءَ کي سئي هٽبي تہ بہ رت- ڦڙو نڪرندو. ڪنجوس مان دمڙي نہ نڪري. ضدي ماڻهوءَ تي نصيحت اثر نہ ڪندي آهي.
مطلب:

- ڪنجوس يا ضدي ماڻهوءَ لاءِ ڪنايتًا چئبو آهي: "فلاڻي ڪان سوال ڪرڻ، نؤد ۾ سوئو هڻڻ برابر آهي!"

### 363.نہ هيڏانهن جو، نہ هوڏانهن جو. (ورجيس)

هڪ پيري جانور ۽ پکين جي اچي جنگ لڳي. چمڙي ڏٺو تہ جانور سگهارا آهن تہ انهن وٽ ويو ۽ چيائين تہ: "آءٌ جانور آهيان، ڏسو منهنجي وات ۾ ڏند آهن، مون کي کنپ بہ ڪو نہ آهن، آءٌ ٻچا ڄڻيان ۽ آنا ڪو نہ لاهيان. هي پير بہ اٿم، جن سان پٽ تي جانورن وانگر رڙهان بہ ٿو: تنهنڪري آءٌ اوهان جو ساٿي آهيان." وري جڏهن ڏٺائين تہ پکي سرسي ڪري ويا آهن تہ پڄي انهن وٽ آيو ۽ چيائين تہ: "يار مان تہ پکي آهيان. ڏسو هي پَر اٿم، انهن سان اُڏامان ٿو ۽ ڏرن يا وٽاڻن ۾ ڪو نہ رهان، اوهان وانگر پيتين چتين جي ٻرن ۾ آڪيرا ناهي رهان. آءٌ تہ اوهان جو ساٿي آهيان." پوءِ ٿيو چا جو جانورن ۽ پکين جا متيبيد لهي ويا ۽ پاڻ ۾ ناهہ تي وين. هاٽي چمڙو ڪيڏانهن وڃي؟ ويو جانورن وٽ تہ انهن ڌوڙائي ڪييس تہ تون پکي آهين! وڃ پکين وٽ! آيو پکين وٽ تہ انهن ڌڪاري ڪييس تہ: تون جانور آهين، وڃ انهن وٽ. ائين ٻنهي جڳن مان ويو.
مطلب:

- پيٺيو: نہ گاءِ، نہ ٻڙڌ.
- گوريو: گاءِ، نہ ٻڙڌ.

## 364.نئن ٻہ تکي هڻڻ، ڳڙ ٻہ منو هڻڻ

## 365.نيڪيءَ جو بدلو برائي

هڪڙي گهوڙي سوار کي، جهنگ مان لنگهندي دانهون ڪوڪون ٻڌڻ ۾ آيون. اوڏانهن وڌيو تہ ڪيس هڪڙي باهہ لڳل وڻ جي ڏار تي هڪڙو نانگ وينل نظر آيو، جيڪو باهہ جي جَرَ کان دل-ڦٽيون دانهون ڪري رهيو هيو. ڪيس مٿس رحم آيو. هَني مان خرزين ڪڍي، لڪُڻ جي چيڙي ۾ وجهي، نانگ جي ويجهو ڪيائين تہ، نانگ هڪدم ٽپو ڏيئي، خرزين ۾ گهڙي ويو. خرزين مان ٻاهر ڪڍي چيائينس: "جيڏانهن جو آهين، تيڏانهن وڃ".

"گهر ڪنهن جا پچا اٿئي؟" نانگ هڪل ڪري چيس: "توکي ۽ تنهنجي گهوڙي کي، اجهو ٿو پورو ڪريان! توکي خبر ناهي تہ مان، انسان جو دشمن آهيان ۽ تون وري دشمن سان ڀلائي پيو ڪرين!"

"جيڪڏهن اهو ثابت ڪري ڏيکارين تہ نيڪيءَ جو بدلو، برائيءَ ۾ آهي تہ پوءِ توکي سڀ ڪجهہ مباح آهي". گهوڙي سوار چيس.

اجا انهيءَ رَدَ ڪَدَ ۾ هئا تہ اتان مينهن لانگهائو ٿي، جنهن کان نانگ پڇيو: "چڱائيءَ جو بدلو ڇا آهي؟"

"برائي!" مينهن وراڻيس: "مان جڏهن ڦر ۽ کير ڏيندي هيس تہ مالڪ خوش هو. جڏهن پوڙهي ٿيس، تڏهن اها نيڪي، ڪانئس وسري ويئي ۽ ڪاسائيءَ جي حوالي ڪيو اٿائين. اهو نيڪيءَ جو بدلو، بُرائيءَ ۾ نہ آهي تہ ٻيو ڇا آهي؟"

"هاڻي ٻڌاءِ!" نانگ ڪَرُ ڪڍي، سرهائيءَ مان پڇيس.

"ڪا ٻي ثابتي بہ ڏي". سوار چيس.

"نيڪيءَ جو بدلو ڇا ۾ آهي؟" نانگ، پرسان بيٺل وڻ کان پڇيو.

"برائيءَ ۾." وڻ دليل ڏيندي وراڻيس: "جڏهن قافلن وارا اچن، تڏهن منهنجي ڇانوَ ۾ آسائش ڪن ۽ جڏهن وڃن، تڏهن منهنجون ٽاريون ڪپي، اُنن کي بہ ڪارائين ۽ ٿُلهين ٽارين مان، لَٺيون ۽ داسا ناهين. ڇا، اهو نيڪيءَ جو بدلو، برائيءَ ۾ نہ آهي؟"

"هاڻي تہ سر تان اَهو ڪڻ ٻچو!" نانگ دَڙڪائيندي چيس.

"مذهبي قانون مطابق ٻن جي نہ بلڪ ٽن شاهدن جي شاهدي لازمي آهي".

"تون ٻڌاءِ!" نانگ، لومڙ کان پڇيو، جنهن سمورو لقاءُ بيٺي ڏٺو.

"ائين برابر آهي تہ نيڪيءَ جو بدلو بُرائيءَ ۾ آهي، پر ڪم از ڪم، مون کي حقيقت کان تہ آگاهہ ڪريو." لومڙ اٽڪاڻ ٿيندي پڇين.

سوار، سارو قصو ڪري ٻڌايس.

"سوار، جيڪو ڪجهہ چيو، سو ٺيڪ آهي؟" لومڙ، نانگ کان تصديق ڪندي پڇيو.

"ها ها، سورنهن آنا سچ آهي!" نانگ تائيد ڪندي چيو: "هيءَ اها خرزين آهي، جنهن مان مون کي ٻاهر ڪييو هئائين."

"اها ڳالهہ، مون کي تہ وِسهَڻَ ۾ ئي نٿي اچي!" لومڙ بي اعتباريءَ جو اظهار ڪندي چيس: "تو جهڙو، پربت جيڏو نانگ، ههڙيءَ ننڍڙيءَ خرزين ۾، ماپي ويندو!"

"جيڪڏهن ماپي وڃان تہ پوءِ؟" نانگ ٻود ۾ ايندي چيس.

"پوءِ فيصلو تنهنجي حق ۾ آهي." لومڙ لالچائيندي چيس.

"چڱو ڏس!" ائين چئي نانگ ويڙهجي سيڙهجي، خرزين ۾ گهڙي ويو.

“وارو ڪر!” لومڙ وجهه ڏسي سوار کي چيو: “خرزين جو منهن بند ڪر، جڏهن به دشمن وَڪڙ ۾ اچي، تڏهن وجهه نه وڃائجي.”
سوار، ڳالهه جو سُرُ صَحِي ڪري ويو ۽ هڪدم خرزين جو مُنهن بند ڪري، مٿي ڪٽي، زور سان زمين تي سٽيائينس. اهڙيءَ طرح، ٻه _ چار دفعا هنيائينس ته نانگ مري ويو.

مطلب:

- دشمن کان هميشه ڪَؤ ڪائجي، چاڪاڻ ته بچڙي مان ڀلائيءَ جي اميد رکڻ اجائي آهي.
- جيڪڏهن دشمن وجهه ۾ اچي ته وارو نه وڃائجي.

### 366.نيم درون، نيم برون

هڪ لڳا شهنشاهه شاهجهان، شاهي باغ عوام کان خالي ڪرائي، راڻي ممتازمحل سميت منجهس گهمڻ ويو. گهمندي گهمندي، سندن عشق جو پارو چوٽ چڙهي ويو ۽ ٻڪين پئجي ويا. شاهجهان، ممتازمحل کان حالت بابت پڇيو ته کيس موٽ ۾ چيائين: “نيمِ درون، نيمِ برون.”
شاهي باغ ۾، ان وقت مالهيءَ جو ننڍو پٽ، راڪن کان اک بچائي لڪو وينو هيو، جنهن اهو لقاءُ پئي ڏٺو. جڏهن اهي لفظ ٻڌائين ته سندس ذهن ۽ زبان تي اٽڪي پيا. جتي ڪٿي اهي لفظ ورجايائين پئي، جيڪي عوام الناس جي زبان تان ٿيندا، آخر دربار ۽ به پاٻورجي ويا.
انهن لفظن ٻڌڻ شرط، شاهجهان کي پنهنجي دل جو گدڙ ڪڪيو ۽ پڇا ڪرايائين ته اهي لفظ ڪنهن کان شروع ٿيا آهن. کيس مالهيءَ جي پٽ لاءِ ٻڌايو ويو. مالهيءَ جي پٽ کي گهرائي ڪانئس انهن لفظن بابت پڇيائين. جنهن موٽ ۾ وراڻيو:

“از هيبتِ شاهِ جهان، لرزد زمين و آسمان،
انگشت آيد در دهان، نيمِ درون نيمِ برون.”

يعني: شاهجهان جي هيبت کان آسمان ۽ زمين ڏڪن ٿا. حيرت وچان آڱر چپن تي آهي: اڌ اندر ۽ اڌ ٻاهر.
اهو بر-وقتو جواب شاهجهان کي ڏاڍو وڻيو ۽ کيس انعامن اڪرامن سان نوازيائين.

مطلب:

- متذبذب حالت لاءِ ائين چئبو آهي.

### 367.وار نه ونگو، ڏينهن نه ڏنگو

### 368.واڙيءَ پارنهن، هَٽَ انارنهن، گهر وينءِ ويهه

هڪڙو شخص، واڙيءَ تان واڱڻ ونڻ ويو ته پئسي ۾ ٻارهن مليس. جڏهن بازار کان لنگهيو ته معلوم ٿيس: هٽ تي ته پئسي ۾ انارنهن يا ارڙهن آهن. جڏهن گهر پهتو ته گهورڙيي، پئسي ۾ ويهه ڏيڻا ڪيس.

مطلب:

- شيءِ ونڻ وڃبي ته مهانگي ملندي. جيڪڏهن اڳلو ڪٽي وڪڻڻ ايندو ته سستي ڏيندو.
- ڪنئين ڪپي ڪا نه، ڳولي ليپي ڪا نه.

### 369.واڪي ملهه

ملهه جو مقابلو ٿيو. هڪڙي ٻروچ سيني پهلوانن کي ملهون ماري، ميدان تي بيهي مڙني تماشائين کي للڪاريندي چيو: “هي ڪو ميدان ۾، جيڪو مون سان ملهه وڙهي!”
ڪوبه سندس للڪار جي جواب ۾ نه اٿيو.
هڪڙو هٽو ڪٽو هندو به ملهه ڏسڻ آيو هيو. ماڻهن جي مٿس نظر پئي. ريهي ريبي ميدان ۾ لاٿائونس. اتفاق سان ٻروچ کي ٻئي ملهون ڏئي ويو. ٻروچ ڏاڍو ڏنو ٿيو. نتيجي ۾ هندوءَ کي، ڪُرڙين اکين سان ڏسڻ لڳو.

"ملھ تہ تو ڪٿي آ!؟!" ماڻھن روئڻ جو سبب پڇيس: "روئين بہ تون ٿو؟!"
پھرين ٻڌائڻ ڪان ٽئايائين. بعد ۾ چو لڳو: "ٻروچ جي، ڪلئي ميدان تي بيعزتي ٿي آھي سو بدلو ضرور وٺندو. مونکي اڪٿ ماري وجھندو، ان لاءِ ٿو روئان!"
مطلب:

- ڪنھن بہ معاملي ۾ ڪامياب ٿيڻ بعد، ٿوريءَ تان روئڻ واري کي ٽوڪ طور چئبو آھي: "فلاڻي جي واڪڪي ملھ آھي!"

### 370.وتائي وارا اڳ

ھڪڙي دفعي، وتايي جي ڳوٺ مان چوري ٿي. ڀاڳيا، جاڳيا. چور چور ٿي وئي. بغاغي تي وتايي جي اڪ پڻ ڪلي وئي. ڳوٺُ، پيرن سان نڪري پيو. وتايو ڏنبو ڪٽي اچي مقام ۾ ويٺو.
صبح ڏاري پيراڊو موٽيا. وتايي کي مقام ۾ ڏسي، پڇيائونس: "وتايا! اتي چا ٿو ڪرين؟"
"ابا!" وتايي ورندي ڏنن: "چورن جو اڳ ونيون بيٺو آھيان!"
"اڙي يار!" ماڻھن حيرانگيءَ مان پڇيس: "چورن جو مقام ۾ ڪھڙو ڪم؟"
"نيٺ ھتي ئي اچڻو اٿن!" وتايي وراڻيو، "اچڻ جو آخري ھنڌ ھيءُ اٿن"
مطلب:

- ھڪدم معاملي جي چيھ تائين پھچندڙ کي ڪنايتًا چئبو آھي: "اج تہ وتايي وارا اڳ ٿو ونين!"

### 371.وت ٿورو، ڦر ڦر گھڻي

### 372.وچ جو پاڻي

ڪن علائقن ۾، اڪثر ڪنوڻ/ آسماني بجلي ڪرندي رھندي آھي. لوھر، انھيءَ ميدان ۾ ڪوڙ سارو لوھ ڦٽو ڪندا آھن. جڏھن ڪنوڻ لوھ تي ڪرندي آھي تہ منجھانئس تلوارون ناھيندا آھن. اھي تلوارون ڏاڍيون تيز ڪپيندڙ ھونديون آھن. انھن سان ٻيون تلوارون مقابلو نہ ڪري سگھنديون آھن.
مطلب:

- جنھن ماڻھوءَ سان عقل /زورآوري ۾ ٻيا مقابلو نہ ڪري سگھن، ان جو مثال بہ بجليءَ جي تلوار وانگر آھي.
- يا اھڙي ڏاڍي مڙس لاءِ چئبو آھي: "فلاڻي کي وچ جا پاڻي آيل آھن."

### 373.وچونءَ جو منڊ نہ ڄاڻڻ، نانگن ۾ ھٿ وجھڻ

### 374.وچونءَ وارو وير

ھڪ ڪميءَ، درياہ ڪناري وٽ پھتي تہ ڪناري تي وينل وچونءَ چيس: "پرينءَ پر وڃڻ ٿو چاھيان! ڪٽي ھلندينءَ!"
"پرواھ ناھي! پنيءَ تي ويھ!" وچونءَ کي پنيءَ تي ويھاريندي چيائين: "اجھو ٿي پار پھچايانءِ!"
وچ سير ۾ پھتا تہ وچونءَ حسبِ عادت، ڪميءَ کي ڏنگ ھڻڻ شروع ڪيا. "اھو چا ٿو ڪرين؟!" ڪميءَ ڪوپي تي ڏنگ محسوس ڪندي پڇيس.
"مان عادت ڪان مجبور آھيان!" وچونءَ وراڻيس.
"چڱو ھاڻي چک مزو. پنھنجيءَ عادت جو!" ڪميءَ پاڻيءَ ۾ ٽٻي ڏيندي چيس: "مان بہ عادت ڪان مجبور آھيان. ساھي پٽڻ لاءِ ٽُٻي ڏيڻ منھنجي مجبوري آھي!"
مطلب:

- بلا جواز برائي ڪندڙ لاءِ ڪنايتًا چئبو آھي: "فلاڻي جو تہ وچونءَ وارو وير آھي!"

### 375.وڻ وڻ جي ڪاٺي

هر هڪ وڻ جو رنگ، سواد ۽ افاديت علحده/ نرالي هوندي آهي. اهڙيءَ طرح مختلف ذاتين/ قومن جي ماڻهن جو مزاج/ طبيعت/ نفسيات/ اٿڻي ويهڻي به جداگانه هوندي آهي.

مطلب:

- مختلف ذاتين جا ماڻهو جمع ٿين ته سندن لاءِ ڪنايتً چئبو آهي: "فلاڻي هنڌ ته وڻ وڻ جي ڪاٺي گڏ ٿي آهي!"

### 376.هٿان رو گهيتوڙو

هڪ دفعي ه چار ڳوناٺا، پنهنجي عمرين/جمار جا بحث ۾ اچي پيا. هر ڪو پاڻ کي ٻئي کان وڏو ثابت ڪرڻ لاءِ دليل ڏئي رهيو هيو. دليلن ۾ تاريخي واقعا به بيان ڪندا پئي ويا. بحث ڏاڍو انگهي ويو.

هڪڙي همراهه بحث مان بيزار ٿيندي ٻئي کان پڇيو: "چپني ڏڪار جي ڪا خبر اٿئي؟!"

"او مان ري هٿان رو گهيتوڙو!" ٻئي همراهه نڙنپ وراڻيس: "اهو ته وڏل ئي منهنجي هٿ جو آهي".

مطلب:

- وڏي ڊاڙ هڻڻ واري کي ٽوڪ طور چئبو آهي: "لڳي ٿو ته چپنو ڏڪار به تنهنجي هٿن جو پيل آهي!"

### 377.هٿن سان هاجون ڪرڻ، پيرن سان کڏون کڻڻ

هٿن سان هاجون ڪرڻ: ظاهري طور مدد ڪرڻ. ڪلئي عام ساٿي سڏائڻ.

پيرن سان کڏون کڻڻ: اندران اندران ترا ڪيڻ، لڪيل نموني دشمني ڪرڻ.

هاج يا ڪم، ڪنهن دوست جو ئي ڪبو آهي. دشمن جي لاءِ، ڪم واسطي ڪير به پير پري نه نڪرندو آهي. دوستيءَ جي پرک به اها آهي. وقت تي ڪم پوي ۽ سنگت کي هڪل ڪجي ته سنگتي حاضر ٿئي. جيڪڏهن وقت تي ڪم نه ڪيائين ته سنگتي نه چئبس.

کڏون، دشمن لاءِ کٽبيون آهن. چو جو دشمن مان پڻ ساڳي اميد هوندي آهي. جڏهن ته اخلاق، انهيءَ ۾ آهي ته دشمن سان به ڀلائي ڪجي. ڀلائي ڪرڻ سان دشمن به دوست ٿي ويندو آهي.

هڪڙا ماڻهو، اندر ۾ هڪڙا ۽ ٻاهر ۾ ٻيا هوندا آهن. روبرو وڙهي نه سگهندا آهن، تنهنڪري منهن تي ها ۾ ها پيا ملائيندا ۽ وقت تي ڪم به ڪري ايندا پر اندر ۾ رذيل هوندا آهن. وس نه پڄڻ سبب، ٻين کي وڙهڻ لاءِ پيا چڇڪارون ڏيندا ۽ ڪن پريندا. اهڙن منافقن لاءِ چئبو آهي: "هٿن سان هاجون ڪندڙ، پيرن سان کڏو کڻندڙ."

مطلب:

- منهن تي دوستي ڏيکاري ۽ دشمن جي گلا ڪري، اڳلي جو مَنجُهه وني وجي دشمن جا ڪَنَ پر ي ۽ جهيڙو مچرائي، تنهن لاءِ ائين چئبو آهي.
- ٻچڙي حراميءَ ۽ سندس سنگت کان، سياڻي کي پاسو ڪرڻ گهرجي.
- در برابر چو گوسفند سليم، در قفا همچو گرگ مردم در. (فارسي)
- منهن تي گهڻي وانگي ڪونئرو، پر پٺ بگهڙ گهاءِ ماڻهو ڦاڙيندڙ. (ترجمو)

### 378.هڏ به ڏيڻ، هڙ به ڏيڻ

### 379.هڙ به گاسو، لوڪ به تماشو

هڪڙي شخص شهر ۾ پڙهو ڏياريو: "مون هڪڙو بيوقوف آندو آهي، جنهن جهڙو ٻيو بيوقوف آهي ئي ڪونه! سندس ڏسڻ واسطي فقط هڪ آنڪ ڏيو ۽ وڏي بيوقوف جو اکين سان ديدار ڪيو."

سجي شهر جا ماڻهو، وڏي بيوقوف کي اکين سان ڏسڻ لاءِ اچي ڳاهٽ ٿيا.

تماشائين واسطي هڪڙي ڪمري ۾ قد آدم آئينو لڳرائي ڇڏيو هئائين. ٽڪيٽ پري، جيڪو اندر آيو پئي، پٺ تي لڳل آئينو ڏسي تنهن پڇا پئي ڪئي: "ڪٿي آهي بيوقوف؟"
"انهيءَ ۾ اندر آهي!" ڪيس آئيني ڏانهن مهڙ ڪرائي چيائين پئي.
نتيجي ۾ هرڪو، آئيني ۾ پنهنجو بوٿ ڏسي، پيلو منهن ڪيو ٻاهر پئي نڪتو.
پنهنجي ڦُرجڻ ۽ بي عزتيءَ جي ڳالهه ٻه ڪنهن سان نه پئي ڪيائين. هٿائين انتظار ۾ بيٺل پڇندڙن کي ٻڌايائين پئي: "اندر، پاڻ اکين سان ڏسڻ سان ڳالهه سمجهه ۾ ايندي. ٻڌائڻ سان نه ايندي." (دلبهار ص ٥٠ تان ڪنيل)
مطلب:

- مِني ٻه ماٺ، مُٺي ٻه ماٺ.
- ڪيسي ۽ وقت جو ٻه زيان ته خلق خواري پڻ.
- پئسا ٻه ويا، عزت ٻه وئي.

**380.هڙ سڪٽي هئڻ، لوڏ گهٽي هئڻ**

**381.هڙ ئي هلاڪ**

**382.هڪ اڌ ۾، ٻيو پنڌ ۾**

**383.هڪ اڏامي نه سگهڻ، ٻيو ڏاڍن سان ڪؤنسڻ**

هڪ همراهه طوطي سان هوائي جهاز ۾ سفر ڪري رهيو هيو. سندس طوطو وڏو حرڪتي هئو، جنهن ايئر هوسٽيس کي پنيان پنهنجي چهنب وهائي ڪڍي. ايئر هوسٽيس طوطي جي ڳالهه کي مائينڊ نه ڪيو. ٻيهر پرسان لنگهندي طوطي ڪيس وري پنيان چهنب هنئي. طوطي جي ٻيءَ حرڪت تي به ايئر هوسٽيس ڏندڙا ڪيندي هلي وئي. مالڪ سمجهيو ته اهو ڪو چڱو ڪم آهي، جيڪو ايئر هوسٽيس کي وٽي پيو، جنهن سبب کلي پئي.
ٽيهر لنگهڻ تي مالڪ ڪيس پويان هٿ هنيو ته مائي وني رڙيون ڪيون. جهاز جو سمورو عملو ڪپتان سميت اچي گڏ ٿيو ۽ فيصلو ٿيو ته طوطي ۽ مالڪ کي هلندي جهاز مان هيٺ اڇليو وڃي. فيصلو ٻڌي طوطو ڪلڻ لڳو ته مالڪ ڪيس رهڙ ڏيندي چيو: "تون نونگو نه هٽينس ها ته مان به هٿ نه هٽانس ها!"
"اڏامڻ ڏانءُ نه اچي ته ٻين سان ڪؤنس نه ڪجي!"طوطي ڪيس چيو.
مطلب:

- اوکي ڪم ۾ هٿ وجهڻ کان اڳ، پنهنجي دفاع لاءِ پهرين سوچجي.
- نه ٻئي جي ڪتي کي هٿ لائجي، نه پنهنجو پٽ ڦاڙائجي. (پهاڪو)
- اول سانگو سر جو لاهجي ، پوءِ پلي عشق کي هٿڙو لائجي.

**384.هڪ جاءِ، ٻه هوائون**

هڪڙيءَ مائيءَ وٽ، هڪ ڏينهن ڌيءَ ٻه گهمڻ آئي ته هڪڙي ننهن ٻه آيس. ٻنهي کي ماڙيءَ تي ترسايائين. شام ڌاري پاڻ ٻه مٿي وئي ۽ ٻنهي جي ڪمرن جو جائزو وٺندي کين نصيحت ڪرڻ لڳي.
"ڌيءُ! مٿي ٿڌي هوا لڳندي آهي. ان ڪري در دريون بند ڪري سمجهان!" ڌيءَ کي مشورو ڏيندي چتايائين:
"متان ولهُ تي سمهين ته صبح جو نمونيا ۽ ڪنگهه زڪام تي پوئي".
اها نصيحت ٻڌي ننهڻس پنهنجي ڪمري جا دريون دروازا بند ڪرڻ لڳي ته ڪيس چند پٽيندي چڙٻيائين: "ائي! متان در دريون بند ڪرين، مٿي اڳيئي گرمي آهي. ويتر ساهه گهٽجي وجئي ۽ صبح جو مائٽ تو وارا اسان تي

پيا الزام هڻن ته ڪليءَ هوا ۾ ساهه ئي ڪٽن نه ڏنائونس!“

مطلب:

- جڏهن ساڳئي موقعي تي مختلف ماڻهن لاءِ به قاعدا قانون هلن ته پوءِ ٺوڪ طور ائين چيو ويندو آهي.

### 385.هڪڙا لاش ڳؤرا، ٻيو مقام ميلن تي

هڪڙو ٿلهو همراهه، دائري جي پر ۾ ڪريو ۽ فوت ٿي ويو. مواليين کي پسڻ پئجي ويو. تن اچي، ٽنگو ٽالي ڪري، ڪٽ تي سمهاريس. پنگ جي نشي ۾ ڪين وهنجارڻ ۽ ڪفن جي يادگيري گهٽ رهي. ائين ئي هلهي ملهي ڪري، مقام ۾ لٽڻ لاءِ، لاشو ڪنيائون.

ڪٽ کي ڪلهو ڏئي، اڳيرو ٿيا ته مڙئي مڙس ٿڪجي پيا. بيزار ٿي ڪري ڪٽي ڪٽ مان ئي هٿ ڪڍيائون.

“هڪڙا ٿلها، ٻيو مرن مقام ڪان پري!“ ڪٽ هيٺ لاهڻ بعد، هڪڙي مواليءَ ڪلهو ڪنهندي چيو.

مطلب:

- جيڪو اجائي ۽ گهڻي تڪليف ڏئي، ان لاءِ ٺوڪ طور ائين چيو ويندو آهي.
- هڪڙو الله جي نالي تي، ٻيو مڪيل ماني.

### 386.هڪڙن لاءِ رؤنشو، ٻين لاءِ روئڻ

جهڏي ۾ نورمحمد ڪڇيءَ جي هوٽل ڏاڍي چلتي واري هئي. ان هڪ دفعي حيدر آباد مان چينيءَ جا چوويهه ڪوپ بسيون گهرائي، هڪ ٻئي مٿان سجائي رکيائين. هوٽل هلندي، هڪڙو ٻاگهڙ ٻلو آيو ۽ ابهرائپ ۾ اچي ڪوپ بسين مٿان ڪريو. جنهن تي سمورا ڪوپ بسيون ڇڻ ڇڻ ڪري ٽٽي پيا.

ڪوپ بسين جي ڇڻ ڇڻ واري سريلي آواز تي ماڻهو ته ڏند ٿيڙي ڪلڻ لڳا پر نورمحمد ڪڇيءَ جي، نقصان ڏسي ريهه پئجي پئي.

سندس پٽ به ڏاڍا ٺهڪ ڏئي پئي ڪليو ۽ آئي وئي کي ساري روئداد ۽ ٻلي جي ڪيرائڻ سان ڪوپن جي جهُرڻ واري، جهَرٽي واري ميوزڪ بابت به ائين ٻڌايائين: “اسان نان مجو پيو آوي، ابا نان روئڻ پيو آوي.“

مطلب:

- هنڌ اهو سڙي، جت ٻاهه ٻري.
- جاءِ اها جلي، جت ٻاهه ٻلي.

### 387.هڪڙو اڻ ڪوڻيو، ٻيو ڪرياتو

ٿر ۾ ڏڪار وقت، ڪيئي ٽريا ٻين جي درن تي، پيٽ پارڻ کي عيب نه سمجهندا آهن. ناري پٽ ۾ ته هر ڪاڄ ۾ ڪاهيو پون ۽ ريءَ دعوتيا پٽ ڪائي. پپ پريون، تراڏيون ڏيندا، نڪتا وجن. هڪ ٽريو ڪاڄ ۾ ريءَ ڪانڊيو وڃي پهتو. هڏي پٽ ملپس.

“مون کي ٻوڙ ماني ڏيو!“ هڏي پٽ موٽائيندي، عذر ڏئي چوڻ لڳو: “آءُ ڪرياتو آهيان!“

“هيڪ اڻ ڪوڻيو، نه ٻيجو ٽري ڪرياتو!“ پٽ جي مالڪ، ٺوڪ هڻندي چيس: “هڪڙو اڻ ڪوڻيو، ٻيو ٽري ڪرياتو/ ڪِري يا رَڪَ وارو!“

مطلب:

- هڪڙي خيرات جي ماني، ٻيو مڪڻ سان.
- الله جي نالي تي مليل وهٽ جا ڏند جاچي نه ڏسجن.

### 388.هڪڙو ڪنهن کي نه وڻڻ، ٻيو وڃان گرهه ڪٽڻ

هڪڙا ٽي سنگتي، اوطاق ۾ گڏجي ماني کائي رهيا هئا. انهيءَ اپرانڌ هڪڙو مسافر به اوطاق لڙي آيو. ٽنهي دوستن کي، مسافر جو ائين اچڻ اگرو لڳو. تنهن هوندي به زهر جو ڍڪ پيري، کيس مانيءَ جي صلاح ڪيائون. مسافر به بڪارو هيو. شرم حياءُ ڪرڻ بجاءِ مانيءَ ۾ ڪپي ويو. چوٽين ماڻهوءَ جي ويهڻ جي جاءِ به نه هئي، تنهن

هوندي ﺑﻪ هڪڙي همراهه جي متان ٻانهن ورائي، وچ پيٽ مان ڳرهه ڪٽي ڪائڻ لڳو. سندس اها حرڪت، ڪنهن ڪي ﺑﻪ ڪانﻪ وڻي.
”يار ڪلهي تان ٻانهن ﺗﻪ ﻧﻪ ٽپاءِ!“ جنهن جو ڪلهو اورانگهيائين پئي، تنهن خار مان چيس: ”هڪڙو وٺي ڪونﻪ، ٻيو وچان ڳرهه ڪٽي!“

مطلب:

- هو سوڙ پاند ﺑﻪ ﻧﻪ ڏين، هيءَ وچ ۾ سمهندي.
- هو ساڻ ﻧﻪ نيندا، هيءَ ڏاند چڙهندي.
- هو سودو ﻧﻪ سلي هيءُ اٿل گهري.
- هو ٻنيءَ ۾ لنگهڻ ﻧﻪ ڏين، هيءَ چوي: ”منهنجي پٽ جو ڏيو لاپو!“

### 389.هڪڙو هٿ چوٽيءَ ۾ هئڻ، ٻيو هٿ سوٽيءَ ۾ هئڻ

هڪڙو هٿ چوٽيءَ ۾ هڪڙو هٿ سوٽيءَ ۾: اصطلاح آهن جن جو مطلب آهي: هڪ هٿ سان چڱائي ڪرڻ ۽ ٻئي سان برائي ڪرڻ.

مطلب:

- جيڪو ماڻهو ساڳئي وقت چڱائي ﺑﻪ ڪري ۽ ساڳئي وقت برائي ﺑﻪ ڪري ﺗﻪ ان لاءِ ڪنايتًا چيو ويندو آهي : ”فلاڻي جو هڪڙو هٿ چوٽيءَ ۾ آهي ۽ ٻيو هٿ سوٽيءَ ۾ آهي!“

### 390.هڪڙو هٿ ڪير ۾، ٻيو هٿ نير ۾

هڪڙو هٿ ڪير ۾ هڪڙو هٿ نير ۾: اصطلاح آهن جن جو مطلب آهي: ساڳئي هٿ سان چڱائي ڪرڻ، ساڳئي هٿ سان رائي ڪرڻ.

مطلب:

- جيڪو ماڻهو ساڳئي وقت چڱائي ﺑﻪ ڪري ۽ ساڳئي وقت برائي ﺑﻪ ڪري ﺗﻪ ان لاءِ ڪنايتًا چيو ويندو آهي : ”فلاڻي جو هڪڙو هٿ ڪير ۾ آهي ۽ ٻيو هٿ نير ۾ آهي!“

### 391.هڪ گهر، ٻيو گهنگهر

گهنگهر: ڏک يا جنگ جو ميدان
گهر: سڪون واري جاءِ، جتي ماڻهو ٿانيڪو ٿئي. جنهن ۾ سگهڙ زال هجي ۽ مڙس جي پوري خاطر تواضع ڪري. ڏک سک ۾ ساٿ ڏئي. ان جي ابتڙ، جيڪڏهن گهرو معاملن سان گڏ رنجهه ڪنجهه هجي ﺗﻪ پوءِ ان جهڙو جهنم ڪونهي.

مطلب:

- گهر ۾ ڪروڌ ﻧﻪ هئڻ گهرجي.

### 392.هلاڪو

هلاڪو خان چنگيز خان جو پوٽو ۽ تولي خان جو پٽ هيو. ڏاڍو ظالم هيو. ظلم ۽ بربريت ۾ ضرب المثل ٿي ويو.

مطلب:

- جيڪو گهڻو ظلم ڪري، ان جو مثال هلاڪوءَ سان ڏنو ويندو آهي. ”فلاڻو ﺗﻪ ظلم ۾ هلاڪوءَ کي ﺑﻪ پوئتي ڇڏي ويو آهي!“

### 393.هلندڙ گوڙي، جنهن کي ﻧﻪ رسي ﻧﻪ نوڙي

بنا رسي يا واڳ جي هلندڙ گهوڙي: ڇڙواڳ عورت، جنهن کي ڪو ﺑﻪ جهلڻ پلڻ وارو ﻧﻪ هجي، تنهن لاءِ ڪنايتًا ائين چيو ويندو آهي.

### 394.هنيوچي
هنيوچي، ناچ جو قسم آهي. اڳي خوشيءَ جي اظهار تائين محدود هئي. لفظن گهڙجڻ کان پوءِ ادائن ۽ انداز جي هڪ صورت اختيار ڪري وئي آهي. هنيوچي هٿڻ وارو، قميص لاهي، سڄو هٿ ورائي ڪنڌ تي رکندو آهي ۽ ٻيو هٿ سڌو جهلي چوندو آهي: "ڪاٺي ڪوڏي تيل ۾ ڪري، سانول گهوڙي ڪين پلاٽي. هنيوچي! چي! او چي! هنيوچي! چي! او! اچي!"
ائين چوڻ وقت، سڄو هٿ ڪنڌ تي ۽ ٻيو هٿ سيني تي هٽندو ويندو آهي.
مطلب:

- ڪير ڪنهن ڳالهه جي خوشيءَ تي نينگ ٽپا ڏئي ۽ سندس لفظ سمجهه ۾ نه اچن ته ان لاءِ چئبو آهي: "فلاڻي جي ته هنيوچي پئي تي لڳي!"

### 395.هڻ پيرن پر، بيٺو آهي مٿي پر،
هڻ مٿي پر، بيٺو آهي پيرن پر.

### 396.هوائي قلعا

### 397.هوند ٿوري، ڦاها وڏا ڦڪڻ

### 398.ياجوج ماجوج
ديون جي قسم جي هڪ مخلوق جو نالو، جيڪا اتر طرف، ڪوهستان ملڪ ۾ آباد آهي. اتان نڪري، ماڻهن کي ڏاڍو تڪليف ڏيندي آهي.
سڪندر اعظم (ذوالقرنين) سندن رستي ۾ هڪ ٽڪريءَ کان ٻي ٽڪريءَ تائين شيهي جي پٽ ڪٽائي چڙهي، جنهنڪري هاڻي سندن رستو بند ٿي ويو آهي.
مطلب:

- جيڪو عام ماڻهن کي تڪليف ڏئي، ان لاءِ ڪنايتًا چئبو آهي: "فلاڻو ته ياجوج ماجوج آهي!"

### 399.يا ڏنگ ڏڙو، يا ڪپو ڪڇ ۾
پاڻئجي ٿو ته ڪنهن موقعي يا واقعي تي ڪنهن ائين چيو، جنهن جون ٻه معنائون ٿي سگهن ٿيون. هڪ اها جو ڪنهن مسڪين مسافر ائين چيو: "يا ته ڏنگ ڏڙي جي مياڻ تي پهچندس يا ته مون کي ڪپو (گڏون) اڳئي ڪڇ ۾ آهي ۽ پيو پنندس ۽ ڪائيندس."
ٻي معنيٰ شايد اها جو "يا ته ڏنگ ڏڙي تي يا ته ڪڇ ملڪ ۾ ڪپو هوندو." يعني يا پڇي وڃي ڏنگ ڏڙي جي مياڻ تي پهچي سگهيو ٿيندس يا ڪڇ جي سڄي ملڪ ۾ ڪپو ڪنيو پيو پنندس. (ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ : ڪڇهري بدين ، ٽه-ماهي مهراڻ ١٩٩٥/٢ ص ٤٠)
مطلب:

- يا ڪپو ڪڇ ۾، يا ڊينگو ئي ڊيري.
- يا ڪپو ڪڇ ۾، يا ڏونگهو ڏر ۾.

### 400.يار به تيلي هڻڻ، سينڌ به ميلي هڻڻ

### 401.يارن جا غمزا

هڪڙو ساڌو فقير، صبح سان هڪڙيءَ ڍنڍ جو ڪنارو ڏيو پئي ويو ته سندس نظر ڍنڍ ۾ بيٺل بگهه پکيءَ تي پئي، جيڪو هڪ ڄنگهه تي بيٺو هيو.

"هڪ ٽنگ تي ڇو بيٺو آهين؟" ساڌوءَ، بگهه کان حيرت مان پڇيو.

"هڪ ٽنگ تي بيهي." بگهه ٻڌايس: "ڌڻيءَ جو گيان ٿو پچايان!"

تيرس ۾ پئجي، اجا اڳتي نه وڌيو جو پويان پاڻيءَ ۾ ڇپڙڪو ٿي ويو.

بگهه پکي ڳُڙپ سان ننڍي مڇي ڳهندي، وري هڪ ٽنگ تي سڌو ٿي بيهي رهيو.

"اهو وري ڇا؟" ساڌوءَ سراپا سوال ٿيندي پڇيس.

"اهي آهن ...!" بگهه ڳالهه کي لئي مٿي ڪندي چيس: "يارن جا غمزا!"

مطلب:

- بظاهر پارسا ماڻهو، رشوت/ ورياج وٺي ته ان لاءِ ڪنايتًا چئبو آهي: "يارن جا غمزا به آهن!"

**402.يار نه ياري، رشته داري**

**403.يارو- ناڪو**

يارمحمد عرف يارو ۽ ناڪر داس عرف ناڪو، پڊعيدن پاسي جا رهواسي ۽ پاڻ ۾ جهُٽ هيا. جتي ڪٿي گڏ ويندا هيا. هڪڙو ٻين سان چرچا ڪندو هيو ته ٻيو وَٺ وراڻ ڪندو هيس.

مطلب:

- جڏهن هڪڙو هٽي ۽ ٻيو ڳالهه کي ڪٽي ته ٻنهي لاءِ چئبو آهي:
- فلاڻا پاڻ ۾ يارو- ناڪو آهن
- فلاڻا پاڻ ۾ ساٽڙيا- ڳاڙيا آهن
- فلاڻا پاڻ ۾ اِٽو- نِزو آهن

**404.يا سڄُ ڪٽي، يا ٻجُ ڪٽي**

**405.يدِ بيضا**

حضرت موسيٰ عليہ السلام جي معجزن مان هڪڙو معجزو، جنهن ۾ پاڻ پنهنجو هٿ جڏهن بغل ۾ وجهي ٻاهر ڪڍندو هيو ته سج وانگر چمڪندو هئس.

مطلب:

- صاحب ڪرامت جي ڏيکاريل ڪرامت لاءِ ڪنايتًا چئبو آهي: "فلاڻي وٽ يدِ بيضا آهي!"

**406.يعقوب واري ياري**

يعقوب نالي هڪ شخص جي هڪ عادت خراب هئي. ياري سڀ سان رکندو هيو. دل جا حال به سيني کي ٻڌائيندو هيو. سنگت ۾ ڪابہ شيءِ نه لڪائيندو هيو. هڪ جا حوال ٻئي تائين پهچائڻ ۾ دير نه ڪندو هيو. جنهنڪري ماڻهن سندس لاءِ مشهور ڪري ڇڏيو هيو: "يعقوب واري ياري، سڄي جڳ ۾ خواري، ان جهڙي ٻي ڪونهي بيماري!"

مطلب:

- دوستيءَ ۾ ڪابہ ڳالهه، پيٽ ۾ نه ٽڪائيندڙ همراهه کي ڪنايتًا چئبو آهي: "فلاڻي جي سنگت/ دوستي به يعقوب واري ياريءَ وانگر آهي!"

# ڏسٽي

1. آب حيات
2. آچار گاڏي
3. آرسي مصحف
4. آلا نور، مٿي جا سور
5. آمي ابڙي
6. آهرِ جي آسري، جهنگ نہ چنڻ.
7. آهرُ ڪٽي اوٻٽي، رن هارائي رنبو.
8. آهِي ٽپڻ، ڪاهي نہ ٽپڻ
9. آئي ٽاندي ڪاڻ، بورچياڻي ٿي ويٺي.
10. آئي ڪي آدر، وئي ڪي پادر
11. ابتي ٿپي
12. اترا شحنا مزدڪ نام
13. “ اٿو!” چي : “ گهو ٻاٽو!”
14. اِٽو نڙو
15. اٽي تي چٽي.
16. اٽي ۾ لوڻ
17. اٺ پٺيان / پوئٺان گهنبٽي.
18. اٺ جي ڳچيءَ ۾ ٻلي
19. اٺ جي وات ۾ زيرو
20. اڃا دهلي دور آهي
21. اڃا مينهن جهنگ ۾، ڏوئي ڏريائون رڇ.
22. اڇلي سهائڻ، ڏني نہ سهائڻ
23. اڇي ڏاڙهي، اٽو خراب
24. ادا ڪبڙ چوڻ يا چڙا ڪبڙ چوڻ
25. اڌاري ڀاڄي
26. اڌ ٿڳ واري ڪار
27. اڌ رات ٿي ڪڏ ۾
28. اڌ ڪم
29. اڌ ڪير، اڌ زنده پير
30. اڍائي ڏينهن جي بادشاهت
31. اڍائي گهرن جو خير
32. اربعا خطا

33. افلاطون
34. اکن کان آما گهرڻ
35. اک اک جو ڦير
36. اک وڇڻ جا پار
37. الادين جو چراغ
38. الله واري ورچ
39. امام ضامن
40. انبان ڀور، کلالان لاها
41. اندر اڇو نہ ڪرڻ، ڏاڱا ڏوئڻ
42. اندر ٻڏِ ٻهون، ٻاهر آٽڻ انڱ جو
43. اندر لنگهڻ، ٻاهر ڪنگهڻ
44. انڌن جي وهاڻۓ، منڊا نچن، ٽنڊا پائن ڦيريون
45. انڌير نگري
46. انوپ انجن
47. اٽائي بہ وڃڻ، ٽٽائي بہ وڃڻ، وري ڪپھ جي ڪپھ ٽيڻ.
48. اُود بلائن جو ڍير
49. اوڙو
50. اونڌيون ٻاٽيون، ٻاسيرا ٽويا.
51. اهڙو ٻٽاڪي جو ٻن جي ڪڙکي ڪي بہ شينهن جي گجگوڙ سڏي.
52. اهڙو ڀاڳيو، جهڙو سارو سنگهار
53. اهڙو سياڻو، جهڙو انگريز
54. اهڙو سست جو، پيٽ تي پيل ٻير بہ کڻي نہ کائي
55. اهڙو سياڻو، جهڙو جيئو ڪاٺو
56. اهڙو ڪنجوس جو پونئر وانگر گل سنگهي جيئرو رهي.
57. اهڙو ڪنجوس جو جيۓ گسائي، جُتي نہ گسائي.
58. اهڙو ڪنجوس جو چوي: چمڙي وڃي دمڙي نہ وڃي
59. اهڙو منو، جهڙو ڪنهن نہ ڏنو
60. اهڙي تڪڙ جو چي: "ميٽ مٽي ۾ هجئي تہ هتي اچي ڪڍ!"
61. اهڙي ڪجي جو ساڪرو سڄ سهي
62. اهڙي ڪرڻ، جهڙي ٻرڙي ڪئي ٻارن سان.
63. اهڙي ڪرڻ جهڙي، ٻرڙو ڪري ٻالي سان
64. اهڙي ڪرڻ، جهڙي مدد خان ڪئي چاچري سان
65. اهڙي ڪرڻ، جهڙي نہ سمي ڪئي نہ سومري ڪئي.

66. اهو بہ وچڻ، سھو بہ وچڻ
67. اهو پاڻي ملتان وهي ويو
68. اهوڪي ڪجي، جو مينهن وسندي ڪم اچي.
69. اهو وات ۽ مسور جي دال
70. ائين ڏچڻ، چڻ ڪرمچند ڪڍ پيو هجي.
71. ائين ساڙڻ جيئن باندر لنڪا ساڙي
72. ائين ساھ گھُٽي ڪائي وچڻ، جيئن گل جا گدرا
73. ائين مار ڪائڻ، جيئن اٽ پتڻ ڪائي
74. ايتري ٻَڌ ڪجي، جو ساڪرو سَتِ سھي سگھي
75. ايڏو ڏگھو، جيڏو شيطان جو آنڊو.
76. بابل جو ڪوھ
77. بادو بي ميار
78. باغ جي موري
79. برساتي ڏيڏر
80. بروھڪي توٽي
81. بڪرءِ تغلب وارو جيڙو
82. بڪين- ٽوڙ
83. بُنگاهي جهيڙو
84. بٽي تہ بٽي، نہ تہ دال ماني گھٽي
85. بٽي تہ بٽي، نہ تہ دائود خان پٽي
86. بوٽ- چٽائو
87. بور جا لڏو
88. بيبي نندي، برقعا ياري.
89. بي جمالو
90. پارنهن گدرا، تيرنهن لاگِدار
91. پاهران چڪي مڪي، اندران بڙبڙ دڪي
92. پائي جو پائو، تيوڻ جو تيوڻ
93. پيرن ڪان پير گھرڻ
94. پہ- جويو
95. پڌڻ وسري وچڻ، لڏڻ ياد پوڻ/اچڻ
96. پروچڪو ٽوٽو
97. پروچڪي جنگھ
98. پِلهاڙو

99. ڀيج چريا! اجهي مست آيا

100.ڀڄندڙن جي اڳ ۾، لڪندڙن جي پٺ ۾

101.ڀڳي سان ئي ڀير، جاسين رِتو راس ٿئي

102.ڀلو مسخرو

103.ڀنڀور ڪي باهه

104.ڀنگان چيز ٻڏن، لنڊي رووي ڪٽڪ ڪون

105.ڀوت ٿي لڳڻ

106.ڀولاناٿ

107.ڀولڙي وارو انصاف

108.ڀونگي سوڙهي، ڀوپا گهٽا

109.ڀونءِ ٿوري، ڀاڙو گهٽو

110.تخت طائوس

111.توبة النصوح

112.تيسمار خان

113.ٽٻٽي ٽاٽي، هلي اباٽي

114.ٽپڙ ئي ٽيشڻ تي

115.ٽڪو ۽ دعا

116.ٽڪي اگهاٽل

117.ٽلومل جي اوطاق

118.ٽيڏي ڪيرٽي

119.ٽيئوءَ- ماءُ، پنجوءَ- ماءُ وارو حساب

120.ٿاروءَ وارو گهوڙو

121.ٿڪري شنان

122.پارس

123.پاڻ پنڻ، گهوڙا ڳنهڻ

124.پاڻ ڏاڍي سان پُڄُ اٽڪائڻ

125.پاڻ نه پارڻ، ڪتا ڏارڻ

126.پاڻ نه پلڻ، ٻين ڪي متيون ڏيڻ

127.پايل

128.پٺاڻڪو قرض

129.پراڻي ڳوٿري، بربلا ٽڪا

130.پَرَ- متڙيو

131.پرستان

132.پڙهي پاڻ نہ چاڙهڻ، ڪتابي مارڻ

133.پسيل ٻلي

134.پنج پنجوءَ وارا ڪٽل هئڻ

135.پنجن سوارن ۾

136.پنهنجي منهن ميان- متو

137.پهرئين ڏينهن ٻلي مارڻ

138.پئسا ئي پاٽيءَ ۾

139.پيٽ پريو، منهن ڪارو ئي سهي

140.پيٽ ۾ بک، ارهہ ۾ آڪڙ

141.پيٽ ۾ ڪئا

142.پير تسماپا

143.پير پَچڙي جي ڪڙهائي

144.پيروءَ وارا پنج سيپارا

145.پيءُ ڪپائڻ واري قيمت

146.جاتيءَ جو جت

147.جاڏي پير، تاڏي خير

148.جاڏي ويهي جهار، تاڏي ڳوڙهو نہ هٽڻ

149.جامِ جم

150.جامِ جهان نُما

151.جا مڙسي مڙسن ۾، سا ماريي ۾ نہ هئڻ

152.جغان جي ٻڪريءَ وارو حوال

153.جر نئيس، جيڏي نہ نئيس

154.جمن چارڻ وارو سوال

155.جنبِ ڪڻ جنبِ ڳوُرو، پُڙ ڪڻ پُڙ ڳوُرو

156.جنس جڏي، اگهہ ڪرڙو

157.جَوَّ ڍيري، گڏهہ رکپال

158.جوسب

159.جون پور جو قاضي

160.جهڙو گهر، تهڙو پَرُ

161.جيڪا ڌاريان ٻڪري، تنهن لمندا ڪن

162.جيڪي وٽڻ، سو ئي ڪٽڻ

163.جيئرو ڪک جو، مئو لک جو

164.جيئن ٽڏ، تيئن وڏ

165.چرڪي جو ٻوڙ ، ڪاٺ جي ماني
166.چگّر ۽ چار، هڪڙي اگهہ هئڻ
167.جهاڙ ڀري پرڙان
168.جهُڙ- ڦُڙي جو ٻوڙ
169.جهمر
170.چاچي بہ ڪوٺڻ، چهنڊڙي بہ پائڻ
171.چاڙهہ جا ڪڳا
172.چاڪريءَ چور، نِوالي حاضر
173.چانديا مگسي جهيڙو
174.چاهِ نخشب
175.چرَ- ڀيلي
176.چمڙيءَ جون دمڙيون
177.چونڙو ٺي چٽ ٽيڻ
178.چورن متان مور
179.چوراسيءَ جو چڪر
180.چيلاٽو ڪن چور
181.چيلي واٽيي جو اٽ
182.چتي ڪوريءَ واري ديگهہ
183.چپنو ڏڪار
184.چُپيل رستم
185.چوڪر ڪلهي تي ويهارڻ، ڪيس ميلي تي ڳولهڻ
186.حاضر- جواب
187.حنود ڪاسائيءَ واري ڪڌ
188.خاتِمِ سليماني
189.خيالَ- مَٿَ
190.دال گيهہ تيرا، آگ ڦوڪ ميرا
191.داٽي تي خوش ٿيڻ، چاقوءَ تي چين چين ڪرڻ
192.دُٻي جو ڏيڏر
193.دٻي ۾ ٺڪريون
194.دريءَ جو سلام
195.دلوراءِ جي نگري
196.خير شاهہ جي چٽي.
197.دمِ عيسيٰ

198.دودي واري ڳالهه
199.دهليءَ جو ٺڳُ
200.ديوان جو نوڪر هئڻ، واڳڻن جو نوڪر نہ هئڻ
201.ڏاند چڙهيي، ڏک ڏسڻ
202.ڏائي هٽ جو ڪيل
203.ڏنيجي ڳنڍ، سور ساٿيءَ کي ٽيڻ
204.ڏيتا نهين، چيءَ: "پورا تول!"
205.ڏيک مولهي دا توڏا
206.ڏينهان پگهارو، راتيان پارو
207.ڏينهن جا تارا
208.ڊنڊيءَ جو شيخ
209.رات ٿوري، ساڱ گهڻا
210.راجہ اِندر
211.راجہ اندر جو آکاڙو
212.رام ڪهاڻي
213.رڍ اڳيان رباب، وڄائيندي ورهيہ ٽيڻ
214.رڙيءَ جو شاهوڪار
215.رن ڪراڙي، ملي مساڳ
216.روهڙيءَ جو
217.روهين رلا، مٽي ڪلا
218.رهو حلال، پوٽيون حرام
219.رهي، نہ سهي
220.ساري سنگهار جون چوٽيون
221.سبع معلقات
222.سچو اگهاڙو ٽيڻ، مٿو اگهاڙو نہ ڪرڻ
223.سفيد هاٿي
224.سگن لاءِ وڃڻ، ڪن بہ وڃائي اچڻ
225.سنگت ساڪري ڀر، همراهہ آسري ڀر
226.سَوَ تي ڪاٽو
227.سوئيمبر
228.سهي ٽنگون ٽي، چوٽون پڇ
229.شب چراغ
230.سي اڍائي، سي ساڍا بہ

231.شجر ممنوع
232.شيخ چلي۽ جا منصوبا
233.شيطان واري ڳڙ جي آڱر
234.طفيلي
235.عنقا
236.ڦٽ بجو ڪرڻ، گيهه ذرو ڏيڻ
237.قارون جو خزانو
238.قانون جو احترم
239.قزلباش
240.قلفيون چوڙي چڏڻ، تيليون ٻڌي ڇڏڻ
241.ڪاري ڳان ڙي
242.ڪاريهر وارو وير
243.ڪاري۽ تي پير
244.ڪاري۽ وارا ڪک
245.ڪاڪو آچار
246.ڪاڪي جو ڪاڪو، تيوڻ جو تيوڻ
247.ڪانگڙي پهلوان
248.ڪتا چوڙي چڏڻ، پتر ٻڌي چڏڻ
249.ڪتو ٻہ ڪائڻ، ڪک ٻہ نہ پرجڻ
250.ڪُتي۽ ڪائڻ وارو مجنون
251.ڪڏهن پري۽ ۾، ڪڏهن پاڪر ۾
252.ڪيي ڪاڊارا، وٺي اڏارا
253.ڪڙو پچڙو هئڻ، ٻيو دڦ ۾ ٽنون ڏيڻ (جتڪي)
254.ڪڙي پولڙي، ٻي پٽوئين ڪٽي
255.ڪڪڙ ڪورين جو، نان۽ وڏيري جو
256.ڪل پيران دا خير
257.ڪنڊيئون پار، ڦنڌارئون پار
258.ڪنگر ۾ ڪڪڙا، چي: ”پڙي جي مبارڪ!“
259.ڪنو سهڻ، ڏنو نہ سهڻ
260.ڪٽڪ ڪيي، ٻهه ڪي باهه ڏيڻ
261.ڪوڏي حرام، بجڪو حلال
262.ڪورين واري زڪوة
263.ڪوري۽ واري عيد

264.ڪوريءَ واري ڪار

265.ڪوڙن گهپٽي

266.ڪي حقائي، ڪي ڏڪائي، ڪن ڳانڍ ڳسائي، ڪي ناسائي، ڪي ڳاسائي، ڪي چتو چپٽائي.

267.ڪي راشا، ڪي خاشا

268. "ڪيئن؟" چي: "نہ هالا، نہ پينءَ!"

269.ڪائڻ لاءِ ڪرو، ڪم لاءِ يرو

270.ڪائڻ وير مڙس، هاج وير چوڪر

271.ڪائي پيئي مت، گهر سهي ٿارو. ٽري

272.ڪٽراڳ

273.ڪٽيو مڙس جو ڪائڻ، ٿورو ابي جو ڳائڻ

274.ڪٽيو ڪٽيي جي ماڳ، مُوراڳو مُور وڃائڻ

275.ڪٽيي جو اڏ

276.ڪڏ ٽپڻ، اڏ نہ ٽپڻ

277.ڪڳي.

278.ڪورڙو تہ ڪورڙو، مڙهي ڪالهو

279.ڪوڙيءَ ڪي گهمري

280.ڪوهہ جو ڏيڏر

281.ڪير ۾ مُوري وجهندڙ

282.گابي واري چٽ چٽيان

283.گامون سچار

284.گاهي ولي، گاهي پوت

285.گجٽيءَ واري دانهن

286.گلم جو توبچي

287.گلوءَ وارا ڪوڙا

288.گنج گائوميش

289.گوسيي توگهڙو ماريو، جڪي ۾ ڏڪري ري پاپ رو ڪي جائي!

290.گولون گذرانو

291.گهاٽي سرنهن

292.گهر ٽڙ وارو

293.گهر تي گهوڙا

294.گهر ۾ غرقي نہ هئڻ، پاهر دمُ ٺوڙهيءَ جو هٽڻ

295.گهر ۾ ڪين، تہ بہ گهوڙي تي زين

296.گهڙيءَ ۾ تولو، گهڙيءَ ۾ ماسو

297.گهوڙن مهل گر، چاڙهڻ مهل چتا، پيئڻ مهل چڻ، مير عليمراد جا ڪتا.

298.گهوڙا ڙي گهوڙا

299.لال واهه جو چيڙو

300.لڏو ئي لٺ تي

301.لڪير جو فقير

302.لڪ تي مٿو ڏوئڻ

303.لڪي لعلو، واچي واڌو

304.لنگهن پنهنجو وهاڻ

305.لولي مل جو ڪڙمي

306.لوڻ وجهي، پٽ-پائيوار ٽيڻ

307.لوهه نه لهڻ، سون-پائي سڏائڻ

308.ليلي مل جو هٽ

309.ليمن نپوڙو (پنجابي)

310.مار ضحاڪ

311.مالهڻ مڙهه ۾ نه هئڻ

312.مانِ نه مان، مين تيرا مهمان

313.ماٺهو ڪن مهيسر

314.مچي مانيءَ وارو

315.مراد گنجي وارو ڦاهو

316.مرضيءَ جو مالڪ

317.مرندو مري وڃڻ، ڊپ نه چرڻ

318.مڙس جو پاهوڙين سان ميڙي آڻڻ، زال جو سئيءَ سان ڪوٽي ڪيڻ

319.مزي جو مزو، پئنچن تي به ٽورو

320.مڪر ماءُ وارو آسرو

321.مک ۾ رام، بغل ۾ چري

322.مگٽهار وارو پاٽي

323.مِلڪ ۾ ڏيڍ ڪجور هئڻ، باغ ۾ ليٽڻ

324.منگهي مل واٽيي واري شرع

325.منهن مور جو، اکيون چور جون

326.مِمل وارو موگهو

327.مواليءَ وارو آسرو

328.موسن شا جي چٽي

329.مهريون وڃڻ، دهريون اچڻ

330.مئي ٻار تان چاول

331.مئي سهائڻ، ڏني نہ سهائڻ

332.مئي ڪتي پرچهہ وجائڻ

333.ميان جي مڏي، ٻہ ڏنڊ ٽين تڏي

334.ميرو جهڳير

335.ميلو مل واري پوٽي

336.ميون ڳور لائق هئڻ، ٻيبي سيج لائق هئڻ

337.نانگ جي مڻ

338.نانيءَ ويڙهو

339.نبلي واري گونهاندي

340.نہ صافيين، نہ ڪڙڪين

341.نہ ڪا گهٽتائي گهوٽ ۾، نہ ڪا ڪمي منجهہ ڪنوار

342.نہ ڪتڻ، نہ ڪوريءَ جي ڪاڻ ڪيڻ

343.نڪ نہ ناسان، سنگهي چا سان

344.نہ گاءِ، نہ ڍڙد

345.نوانوي جو چڪر

346.نوپٽيتي حويليءَ وارا نو نخرا

347.نَوَ رتن

348.نوري وارا ڦيرا

349.نؤد ۾ سوئو

350.نئن ٻہ تکي هئڻ، ڳڙ ٻہ متو هئڻ

351.نيڪيءَ جو بدلو برائي

352.نيم درون، نيم برون

353.وار نہ ونگو، ڏينهن نہ ڏنگو

354.واڙيءَ ٻارنهن، هَٽَ اٺارنهن، گهر وينئي ويهہ

355.واٽڪي ملهہ

356.وتائي وارا اڳ

357.وت ٿورو، ڦر ڦر گهٽي

358.وچ جو پاٽي

359.وچونءَ جو منڊ نہ ڄاڻڻ، نانگن ۾ هٿ وجهڻ

360.وچونءَ وارو وير

361.وڻ وڻ جي ڪاٺي

362.هٿان رو گهيتوڙو

363.هٿن سان هاجون ڪرڻ، پيرن سان ڪڏون ڪڻڻ

364.هڏ بہ ڏيڻ، هڙ بہ ڏيڻ

365.هڙ بہ گاسو، لوڪ بہ تماشو

366.هڙ سڪٽي هئڻ، لوڏ گھٽي هئڻ

367.هڙ ئي هلاڪ

368.هڪ اڌ ۾، ٻيو پنڌ ۾

369.هڪ اڏامي نہ سگھڻ، ٻيو ڏاڍن سان ڪؤنسڻ

370.هڪ جاءِ، ٻہ هوائون

371.هڪڙا لاش ڳؤرا، ٻيو مقام ميلن تي

372.هڪڙن لاءِ رؤنشو، ٻين لاءِ روئڻ

373.هڪڙو اڻ ڪوئيو، ٻيو ڪرياتو

374.هڪڙو ڪنهن ڪي نہ وٹڻ، ٻيو وچان گرهہ ڪٽڻ.

375.هڪڙو هٿ چوٽيءَ ۾ هئڻ، ٻيو هٿ سوٽيءَ ۾ هئڻ

376.هڪڙو هٿ ڪير ۾، ٻيو هٿ نير ۾

377.هڪ گھر، ٻيو گھنگھر

378.هلاڪو

379.هلندڙ گوڙي، جنهن ڪي نہ رسي نہ نوڙي

380.هنيوچي

381.هڻ پيرن پر، بيٺو آهي متي پر، هڻ متي پر، بيٺو آهي پيرن پر.

382.هوائي قلعا

383.هوند توري، ڦاها وڏا ڦڪڻ

384.ياجوج ماجوج

385.يا ڏنگ ڏڙو، يا ڪپو ڪڇ ۾

386.يار بہ تيلي هئڻ، سينڌ بہ ميلي هئڻ

387.يارن جا غمزا

388.يار نہ ياري، رشتہ داري

389.يارو- ٺاڪو

390.يا سڄُ ڪٽي، يا ٻڄُ ڪٽي

391.يدِ بيضا

392.يعقوب واري ياري